# مُناجَات بدرگاهِ بارِيٰ تعالىٰ

## مِنجانب

قدوة العاشقين حضرت پير سائين سيد علي گوهر شاه اصغر (ع ق) ڪنجڪي دي

قدس سره العزيز

درگاهه عاليه پيران پاڳاره جو پيو ضير سجاده نشين (وصال ١٢٦٣هه)

جبارا جرم بخش ڪيم جي ڪبيرا — اِنَّكَ عَلىٰ كُلِّ شَيْءٍ قَدِيْرًا

عفو ڪر تون عصيان جي مون ڪيا هِن — گُنهه جي گنهگار جا سڀ صغيرا

وڃان در ٻئي ڪنهن جي، جي مون ترين تون — دو عالم ۾ آهين وَلِيًّا نَصِيْرًا

سڀو حال منهنجو آ معلوم توکي — توري ڪونهي ڪو بيو عَلِيْمًا خَبِيْرًا

درد دل منهنجي جا دفع ڪر تون داوَر — ڪلئي ڪم مشڪل عَلَيْكُمْ يَسِيْرًا

عطا ڪر تون عاصي تي جَنَّتُ عَدْنٍ — سڀجي تو مون اَلْگَتْشُون عَذَابًا سَعِيْرًا

عزيزن قريبن ۽ دوستن سين سان — ڏسان ڪونه شَمْسًا وَّلَا زَمْهَرِيْرًا

امت جيڪا آهي محمدؐ مرسل سڀڪي جي — پسي ڪونه ڪو شَرُّهٗ مُسْتَطِيْرًا

صلح ڪر تون سامي سلطان سلاطين — جڙي ڪونه جهيڙو سان يَتِيْمًا اَسِيْرًا

خدايا خطائون بخشين جي منهنجون — ته شافع اٿم محمد بَشِيْرًا نَذِيْرًا

سڻي سوال اصغر جو ڪر شاه شفقت — جو تون آهين سين لئه سَمِيْعًا بَصِيْرًا

هي ڪتاب برڪات الصَّلوٰة الله تعالىٰ ۽ ان جي حبيب
ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم جي رضا ۽ خوشنودي
حاصل ڪرڻ خاطر ۽ پنهنجي ۽ پنهنجي والدين
مرحومين ۽ وفات ڪيل پيارن، عزيزن قريبن ۽
جمله امت مرحومه جي مغفرت ۽ ايصال ثواب
لاءِ ڇپائي في سبيل الله ورهائيندڙ:

**قاضي عبدالقدوس راجڙ**

يونٽ ٤ لطيف آباد حيدرآباد. سنڌ

بسم الله الرحمن الرحيم

نحمده ونصلي على رسوله الكريم

إِنَّ اللَّهَ وَمَلَائِكَتَهُ يُصَلُّونَ عَلَى النَّبِيِّ يَا أَيُّهَا الَّذِينَ آمَنُوا صَلُّوا عَلَيْهِ وَسَلِّمُوا تَسْلِيمًا

# برڪاتُ الصّلوٰة

سنڌي ۾

## درود پاڪ جو ڪامل ۽ مڪمل مجموعو


جوڙيندڙ:

مرحوم ومغفور فقير مُحَمّد اِسماعيل نقشبندي "خاطي" نتوي


ڇپائيندڙ:

الحاج قاضي عبدالقدوس راجڙ


ناشر:

القدوس پبليڪيشنز

الفيض دار الاشاعت واسلامي لائبريري ۽ دار العلوم صبغة الإسلام

لطيف آباد نمبر ۸، حيدرآباد - سنڌ قاسم آباد فيز ۲، حيدرآباد - سنڌ

كتاب ـــــ بركات الصلوٰة

جوڙيندڙ ـــــ مرحوم فقير محمد اسماعيل ننويؒ

ڇپائيندڙ ـــــ الحاج قاضي عبد القدوس راڄڙ

كتابت ۽ اشاعتي - فقير فيض محمد سكندري
نگران

تاريخ اشاعت ـــــ ربيع الاول ١٤٢٥هـ/مئي ٢٠٠٤ع

تعداد ـــــ ٻه هزار

ڇاپيندڙ ـــــ آزاد كمپوزنگ كيشنز كراچي

هديه ـــــ عشق ۽ محبت سان پڙهي عمل كرڻ
۽ دعاءِ خير سان نوازڻ



هي كتاب هر محب رسول پاك ڇپرائي
في سبيل الله ورهائي سگهي ٿو.

رابطو كريو ـــــ الفيض دار الاشاعت و اسلامي لائبريري
لطيف آباد نمبر 5، حيدرآباد، سنڌ.
فون: 0300-3039294

جي ڪارڻ آئين ڪانڌي، ڏروڻ رڳجهائيج،
ليلان ليلائيج، اَٿئي ماڳ مٿ جو.

جي ليلائي ڏلهين، تان پڻ ليلائيج،
آسر م لاهيج، سڄڻ سڀاجهو گهڻو.

حضرت شاھ عبداللطيف ڀٽائي رحمة الله عليه.

سِڪندي سُپرين لئه، رُنم ساري رات،
برھ بيگانو ڪيو، هيڏو ٿيم حال،
هڪڙا ڦَٽَ فيراق جا، ٻيو مِلڻ مُحب مَحال،
ٻانهن سُڃاڻي مون پرين، ڪندا ٻلائيون ٻال،
وَرندو واءُ وِصال، اڱڻ ايندا مون پرين.

فقير محمد اسماعيل خاڪي رحمة الله عليه.

# الْتماس

ناظرين ڪرام!

جنهن درود شريف ۾ حضور اڪرم ﷺ جي نالي مبارڪ جي اڳيان "سيدنا" لکيل نه هجي ته مهرباني ڪري ان جاءِ تي "سيدنا" جو لفظ استعمال ڪندا، ته سندن ادب ۽ احترام ۾ واڌارو ٿئي. (امام احمد بن حنبل رحمت الله عليه)

بَلَغَ الْعُلٰى بِكَمَالِهٖ

رسول عربي پنهنجي ڪماليت سان بلند درجي تي پهتا

كَشَفَ الدُّجٰى بِجَمَالِهٖ

سندن خوبصورتيءَ سان اونداهي ختم ٿي وئي

حَسُنَتْ جَمِيْعُ خِصَالِهٖ

سندن سڀئي اخلاق مبارڪ سٺا آهن

صَلُّوْا عَلَيْهِ وَآلِهٖ

توهان درود پڙهو پاڻ ﷺ تي ۽ سندن اولاد تي.

شيخ سعدي شيرازي

يَا صَاحِبَ الْجَمَالِ وَيَا سَيِّدَ الْبَشَر

اي سونهن وارا ۽ اي انسان جا سردار

مِنْ وَجْهِكَ الْمُنِيْرِ لَقَدْ نُوِّرَ الْقَمَر

بيشڪ تنهنجي روشن چهري کان چنڊ کي نور مليو

لَا يُمْكِنُ الثَّنَاءُ كَمَا كَانَ حَقُّهٗ

تنهنجي پوري تعريف ڪرڻ ممڪن ئي ناهي

بعد از خدا بزرگ توئی قصہ مختصر

مختصر ڳالهه: خدا تعاليٰ کان پوءِ تون ئي وڏو آهين.

- علامه شيرازي شمس الدين جو گفتو

# فهرست

بسم الله الرحمٰن الرحيم

| صفحو | عنوان | نمبر |
| --- | --- | --- |

# منسوب

هيءُ ڪتاب "برڪات الصلوٰة" مان انهن منهنجي مهربان ماءُ ۽ پيءُ جي نالي سان منسوب ڪريان ٿو جن مون کي هيءُ باوجود انتهائي غريبيءَ جي، وڏي محنت ۽ شفقت سان اشتڪري مون کي پاليو. منهنجي جيجل ماءُ ۽ منهنجي (مرحوم) والد منهنجي پياري ۽ تڪليف جو وقت ساريون راتيون جاڳي ڏينهن ڪري گذاريا. ڏسڻ جي پرواهه ڪيائون گرمي ڪيري ناهن. جڏهن مان ننڍن سالن جو هئس ته مون کي اسڪول ۾ داخل ڪيائون. والد صاحب مرحوم جي وفات بعد، منهنجي مهربان والد مرحوم مون کي منهنجي والده جي جدائي جو احساس ٿيڻ نه ڏنو ۽ مون کي ماءُ ۽ پيءُ ٻنهي شفقت ۽ محبت سان سنڀالي ۽ پاليو وڏو ڪيو. انهن جي دعائن سان اڄ مان هن منزل تي پهتو آهيان. مان انهن جو هڪ پل جو احسان ساري عمر نٿو لاهي سگهان.

منهنجا پيارا منهنجا مهربان مولى! مان تنهنجي بارگاهه عاليه مان، پنهنجي ماءُ، پيءُ ۽ وفات ڪري ويل ڀائرن، ڀينرن، عزيزن قريبن ۽ پنهنجي دوستن احبابن جي وفات ڪري ويل ماءُ، پيءُ، عزيزن قريبن ۽ ساري امت محمد صلى الله عليه وآله وسلم جي لاءِ مغفرت جي دعا گهران ٿو.

۽ هن ڪتاب "برڪات الصلوٰة" جي تصنيف جو ثواب، واسطي الله جي ۽ صدقي ۾ رسول الله صلى الله عليه وآله وسلم جي، پنهنجي مرحوم والدين، عزيزن قريبن ۽ جملي مرحومين امت محمد رسول الله صلى الله عليه وآله وسلم جي روحن مبارڪن کي بخشش ڪريان ٿو. الله تعالى کين جنت الفردوس عطا فرمائي. آمين ثم آمين.

فقير محمد اسماعيل نقشبندي ٺٽوي




هر سليم الطبع ۽ شريف انسان ڪنهن جي ٿوري لاهڻ ۽ احسان جو بدلو ڏيڻ جي پوري ڪوشش ڪندو آهي، ٻيو نه ته گهٽ ۾ گهٽ شڪريو ادا ڪرڻ يا دعائيه ڪلمات چوڻ پنهنجو اخلاقي فرض سمجهندو آهي. اسان جي دين اسلام به ان ڳالهه جي تعليم فرمائي آهي. ايستائين جو حديث پاڪ ۾ آهي ته جيڪڏهن توهان ڪنهن جي گهر دعوت کائڻ وڃو ته گهروارن جي لاءِ خير جي دعا گهرو. انهي حديث شريف مان ثابت ٿيو ته ڪنهن محسن جي لاءِ دعا گهرڻ به ان جي احسان جو شڪريو ادا ڪرڻ آهي.

هن دنيا ۾ انسانن جا هڪٻئي جي مٿان احسان ۽ ٿورا هوندا آهن، پر وجهه تخليق ڪائنات محسن انسانيت حضور سراپا نور محبوب رحمة للعالمين صلى الله عليه وآله وسلم جن جا اسان تي

ڪروڙين بلڪ بيشمار ٿورا ۽ احسان آهن.

ٿورا، نہ ٿورا، مون تي مارو ئڙن جا،
پلاڙيون پيرا، ڳڻي ڳڻيان ڪيترا.

(شاھ لطيف)

اهي احسان لاهڻ تہ ڇا پر اسان جي ڳاڻٽ کان بہ گهڻا آهن ۽ نہ ئي اسان کي شڪريو ادا ڪرڻ جو ڪو سليقو آهي. ان ڪري الله تبارڪ وتعالیٰ جي ذات بابرڪات اسان ضعيفن ۽ ڪمزورن مٿان مهرباني ڪندي محض پنهنجي فضل ۽ ڪرم سان شڪريي ادا ڪرڻ جو هڪ اعلیٰ ۽ افضل طريقو سمجهايو تہ توهان منهنجي محبوب مٿان صلوٰة ۽ سلام پڙهو، ان سان توهان جا مڙئي مطلب پورا ٿي ويندا. الله تبارڪ وتعالیٰ ارشاد فرمايو:

إِنَّ اللَّهَ وَمَلَائِكَتَهُ يُصَلُّونَ عَلَى النَّبِيِّ يَا أَيُّهَا الَّذِينَ آمَنُوا صَلُّوا عَلَيْهِ وَسَلِّمُوا تَسْلِيمًا ○ إِنَّ الَّذِينَ يُؤْذُونَ اللَّهَ وَرَسُولَهُ لَعَنَهُمُ اللَّهُ فِي الدُّنْيَا وَالْآخِرَةِ وَأَعَدَّ لَهُمْ عَذَابًا مُّهِينًا ○

ترجمو: بيشڪ الله ۽ ان جا ملائڪ صلوٰة ٿا موڪلين نبيءَ تي (هر وقت) اي مومنو! توهان بہ مٿن صلوٰة ۽ ڪثرت سان سلام موڪليو. بيشڪ جيڪي ماڻهو الله ۽ سندن رسول (صلی الله عليه وآله وسلم) کي ايذاءُ ٿا ڏين انهن تي دنيا ۽ آخرت ۾ الله جي لعنت آهي ۽ انهن لاءِ ذلت وارو عذاب تيار ڪيو ويو آهي.

(سورت احزاب. سيپارو ٢٢)

سڀ کان پهرين تہ هن آيت جي شروعات ۾ يَا أَيُّهَا الَّذِينَ آمَنُوا (اي مومنو!) جو خطاب فرمائي اهو ثابت ڪيو ويو آهي تہ هي حڪم

صرف مومنن لاءِ آهي ته اي مومنو! اوهين محبوب عليه الصَّلوٰة والتسليم جي خدمت مبارڪ ۾ درود ۽ سلام پيش ڪريو. ڇاڪاڻ ته هي اهڙو عمل آهي جنهن کي خود خدا پاڪ پاڻ ۽ سندس لاتعداد فرشتا هر وقت بنا وقفي جي ڪري رهيا آهن. ان مان صاف ظاهر آهي ته حقيقي مومن ان نادري حڪم کي عظيم المرتبت سعادت ۽ غنيمت سمجهي پنهنجي محبوب مطلوب صلی اللّٰه عليه وآله وسلم جن جي خدمت مبارڪ ۾ درود و سلام موڪلڻ ۾ رُڌل آهن.

مگر حقيقت کان ناواقف ۽ ظاهر پرست، اُن اللّٰه جَلَّ جَلَالُهٗ بي پرواهه ذات جي طاقتور ۽ نادري حڪم جو انڪار ڪن ٿا، جيڪو اللّٰه جلّ جلالُهٗ جو به پنهنجو محبوب عمل آهي ۽ محبوب ۾ دلپسند عمل جي حڪم جي تعميل يقيناً خوشي ۽ مسرّت جو سبب ۽ ان کان انڪار ۽ ويتر ان کي اعتراض جوگو موضوع بڻائڻ تڪليف جو باعث بنجي ٿو. ان مان چڱيءَ طرح معلوم ٿيو ته جيڪي ماڻهو اللّٰه جل جلالُهٗ جي ان حڪم جا انڪاري آهن ۽ ان صاف، شفاف ۽ آسان حڪم ۾ بين مومنن لاءِ شيطان جي پيروي ڪندي مونجهاري جو سبب پيدا ڪن ٿا، اهي بلاشبه مومن نه آهن ۽ اللّٰه تعاليٰ ۽ رسول صلی اللّٰه عليه وآله وسلم کي تڪليف ڏين ٿا.

مٿين آيت سڳوري، جيڪا الاهي حڪم جو زنده جاويد مثال آهي، سان لڳو لڳ هي آيت مبارڪ ۾ سواءِ ڪنهن رڪ رڪاوٽ جي اللّٰه جل جلالُهٗ پنهنجو پڪو فيصلو پاڻ ڪري دنيا جي دانائن عالمن، فلاسفرن وغيره کي وڏيڪ سوچ ويچار ڪرڻ کان لاجواب لاچار

ڪري ٿي باور ڪرايو آهي ته اهو فيصلو ڪائنات جي شهنشاهه الله جَلّ جلاَلُهُ جو آهي. خلاصو هي آهي ته ٻي آيت مبارڪ ۾ ٽئين آيت واري حڪم کان انڪار ۽ اعتراض ڪرڻ وارن جي لاءِ سزا جو فيصلو به صاف صاف ٻڌايو ويو آهي. يعني جيڪي نبي آخرالزمان صلى الله عليه وآله وسلم جن جي ذاتِ گرامي تي درود و سلام نه پڙهندا ۽ انڪار ڪندا ۽ اعتراض ڪري خدا ۽ ان جي محبوب صلى الله عليه وآله وسلم کي رنج پهچائيندا ته انهن تي الله تعالىٰ ۽ ان جي محبوب رسول صلى الله عليه وآله وسلم جي لعنت آهي ۽ انهن لاءِ ذلت وارو عذاب تيار ڪيو ويو آهي.

اهو انڪار ايذاءُ پهچائڻ جي مترادف ان ڪري آهي جو ان سان ناشڪري، احسان جي بدلي بُرائي ۽ خدا جي حڪم جي پيڪري ۽ انحرافي ٿئي ٿي. ورنه ته هڪ خاڪي، محتاج ۽ ڪمزور انسان هڪ بي پرواهه بي نياز ۽ مستغني الله جَل جَلالُهُ کي ڪهڙو ٿو ايذاءُ رسائي سگهي؟.

هت مان علماءِ ڪرام جي خدمت ۾ گذارش ڪندس ته هو درود و سلام جي موضوع تي وعظ ۽ تقرير ڪرڻ وقت اهي ٽئي آيتون گڏ ضرور تلاوت ڪن.



اشعة اللمعات شرح مشڪوٰة باب التشهد ۾ حضرت شيخ عبدالحق محدث دهلوي عليه الرحمة فرمايو آهي ته جڏهن نمازي نماز ۾ التحيات پڙهندي: "اَلسَّلَامُ عَلَيْكَ اَيُّهَا النَّبِيُّ (اي نبي

تو تي سلام) چوي ٿا هو ٻاڻ کي ايئن سمجهي ته نبي پاڪ صلي الله عليه وآله وسلم جن منهنجو سلام ٻڌي رهيا آهن.

شيخ صاحب جو حوالو بلاشڪ وڏي اهميت وارو آهي مگر انهي سلسلي ۾ اسان کي لفظ (اَلسَّلَامُ عَلَيْكَ) تي وڌيڪ غور ڪرڻو آهي. "عَلَيْكَ" گرامر جي لحاظ سان واحد مذڪر مخاطبه جو صيغو آهي زمانو حال آهي. مخاطب يعني موجود، قريب، حاضر ۽ سامهون. اَلسَّلَامُ عَلَيْكَ اَيُّهَا النَّبِيُّ: يعني تو (موجود، ويجهي سامهين ۽ حاضر) نبي تي سلام. انهي مان چڱي طرح بنا شڪ جي ثابت ٿيو ته هر نمازي وٽ نبي پاڪ صلي الله عليه وآله وسلم جن موجود هوندا آهن ۽ اهي ان نمازي جي سلام کي ٻڌي ۽ ان جي رڪوع ۽ سجدن ۽ قيام و قعود کي ڏسي رهيا هوندا آهن. پوءِ جتي نماز وقت حضور صلي الله عليه وسلم جن موجود ۽ قريب ۽ ٻڌندڙ ۽ ڏسندڙ آهن ته عام حالت ۾ اهي پنهنجي غلامن جو درود وسلام ڪيئن ٻڌي ۽ ڏسي نٿا سگهن؟

مطلب ته جنهن نمازي کي اهو احساس نه آهي ته ڪو نبي پاڪ صلي الله عليه وآله وسلم منهنجي قريب منهنجي نماز ملاحظه فرمائي رهيا آهن ته ان جي نماز- نماز نه آهي. جو ته لفظ عَلَيْكَ شاهدي ٿو ڏئي ته ٻاڻ ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم جن موجود آهن.



الله تعاليٰ فرمايو:

لَقَدْ جَآءَكُمْ رَسُوْلٌ مِّنْ اَنْفُسِكُمْ عَزِيْزٌ

عَلَيۡهِ مَا عَنِتُّمۡ حَرِيۡصٌ عَلَيۡكُمۡ بِالۡمُؤۡمِنِيۡنَ رَءُوۡفٌ رَّحِيۡمٌ ۝ (سورت توبه سيپارو: ١١)

ترجمو:- بيشڪ توهان وٽ تشريف وٺي آيا آهي رسول (صلى الله عليه وآله وسلم) جن تي توهان جو مشڪل ۾ مشقت ۾ پوڻ ڳورو آهي، (۽) توهان جي ڀلائي جي نهايت چاهڻ وارا (۽) مسلمانن تي ڪمال جي حد تائين مهربان آهن.

آيت سڳوري جي مفهوم مان چڱي طرح ثابت ٿو ٿئي ته اسان مؤمنن جو مشڪل ۾ تڪليف ۾ پوڻ حضور ڪريم صلى الله عليه وآله وسلم جن جي مزاج مبارڪ تي ڳورو ٿو ٿئي ڳوري ڳالهه اها لڳندي آهي، جو ڪنهن پياري ماڻهو کي ڪا تڪليف پهچي. جيئن اولاد جو تڪليف ۾ پوڻ ماءُ ۽ پيءُ کي تمام ڳورو لڳندو آهي ۽ ڪنهن جي محبت واري جو يا ڪنهن جي معشوق جو تڪليف ۾ پوڻ عاشق کي ڳورو لڳندو آهي. عين اهڙيءَ طرح اسان امتين جو تڪليف ۾ پوڻ اسان جي پياري نبي سونهاري صلى الله عليه وآله وسلم جن تي ڳورو آهي. ۽ اهي پنهنجي امتِ مسلمه سان ڪمال جي حد تائين محبت رکن ٿا ۽ انهن تي ڪمال جي حد تائين مهربان آهن. ان ڪري ئي سندن امت جي تڪليف کين محسوس ٿئي ٿي ۽ ڳري لڳي ٿي. اها شاهدي خود الله جو ڪلام قرآن پاڪ ٿو ڏئي، جيڪو ڪنهن به شڪ ۽ شبهي کان قطعاً پاڪ آهي. ان کان سواءِ ڪا به ڳالهه محسوس ان کي ٿيندي آهي جيڪو تڪليفن کي پنهنجو پاڻ چڱي طرح ڏسي ٿو.

ان مان سڌو سنئون واضح آهي ته نبي پاڪ صلى الله عليه وآله وسلم

زنده ۽ هر جاءِ تي موجود آهن ۽ اسان امت جي هر عمل کان واقف آهن.



قرآن ڪريم ۾ ڪيترين ئي جاين تي نبي پاڪ صلي الله عليه وآله وسلم جي ظاهري بعثت کان اڳ وارن واقعن جي متعلق رؤيت (ڏسڻ) جو ذڪر آيو آهي؛ مثلاً:

أَلَمْ تَرَ كَيْفَ فَعَلَ رَبُّكَ بِعَادٍ ﴿سورت والفجر سيپارو: ٣٠﴾

ڇا! توهان نه ڏٺو!! ته توهان جي رب قوم عاد سان ڪئين ڪيو؟

أَلَمْ تَرَ كَيْفَ فَعَلَ رَبُّكَ بِأَصْحَابِ الْفِيلِ ﴿سورت فيل سيپارو: ٣٠﴾

ڇا! توهان نه ڏٺو!! ته توهان جي رب هاٿي وارن سان ڪهڙو حال ڪيو؟

اهي آيتون هن ڳالهه جي شاهدي ٿيون ڏين ته پاڻ ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم جن ظاهري طرح هن دنيا ۾ اچڻ کان اڳ انهن واقعن جي رونما ٿيڻ وقت موجود هئا ۽ انهن کي چڱي طرح ملاحظه فرمايو هئائون. الله تعاليٰ انهن آيتن ذريعي پنهنجي محبوب ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم جن جي ظاهري بعثت مبارڪ کان اڳ ۾ موجودگي جي شاهدي ڏيندي وڏي پياري انداز سان اشارو ڏيئي واضح ڪيو آهي ته منهنجو محبوب صلي الله عليه وآله وسلم ته اڳ ۾ ئي موجود هو. ظاهري بعثت جو مقصد ته صرف ۽ صرف دنيا وارن کي سندن شان ڏيکارڻ ۽ حق

۾ باطل جو فرق ظاهر ڪرڻ هو ۽ مؤمنن کي سندن سرتِ طيّب ڏيکاري هئي ته هو الله پاڪ جلّ جلالهٗ جي احڪامن تي ڪيئن عمل ڪن .



الله تعاليٰ گنهگار مسلمانن کي آقاءِ نامدار صلي الله عليه وآله وسلم جن جي خدمت ۾ حاضر ٿيڻ جو حڪم فرمايو آهي :

وَلَوْ اَنَّهُمْ اِذْ ظَّلَمُوْٓا اَنْفُسَهُمْ جَآءُوْكَ فَاسْتَغْفَرُوا اللّٰهَ وَاسْتَغْفَرَ لَهُمُ الرَّسُوْلُ لَوَجَدُوا اللّٰهَ تَوَّابًا رَّحِيْمًا ۝

(سورت نسآء . سيپارو : ۵)

۽ جيڪڏهن اهي ماڻهو جڏهن ظلم ڪري ويهن پنهنجي پاڻ تي (يعني ڪو وڏو گناهه ڪن) ته حاضر ٿين توهان وٽ (يعني حضورؐ پاڪ جن وٽ) ۽ مغفرت طلب ڪن الله تعاليٰ کان ۽ مغفرت طلب ڪن انهن لاءِ رسولؐ ته اهي ضرور لهندا الله تعاليٰ کي وڏو توبه قبول فرمائڻ وارو ۽ نهايت رحم ڪرڻ وارو.

هر مسلمان کي حضور پاڪؐ جن جي بارگاهه عاليه ۾ حاضري جو حڪم آهي . هر شخص مديني پاڪ پهچڻ جي طاقت نه ٿو رکي ۽ نه ئي الله تعاليٰ طاقت کان ٻاهر ڪنهن ڪم جو حڪم فرمائيندو آهي . مجھ ٿو پوي ته هتي حاضري مان مراد در جي حاضري آهي يعني توهان جتي به هجو ، پنهنجي دل جو منهن محبوب ڏانهن موڙي متوجه ٿي عرض ڪريو. جيڪا ذات توهان جي اعمال جو مشاهدو ڪري سگهي ٿي ته اها ذات الله تعاليٰ جي ڏنل طاقت سان توهان جا عرض به ٻڌي سگهي ٿي .

بخدا خدا کا يہي ہے در ﴿ نہيں اور کوئی مفر مقر
جو وہاں سے ہو يہيں آکے ہو ﴿ جو يہاں نہيں تو وہاں نہيں

کی محمدؐ سے وفا تونے تو ہم تیرے ہیں ۔ یہ جہاں چیز ہے کیا لوح وقلم تیرے ہیں.

○

حضور صلی اللہ علیہ وآلہٖ وسلم جن سيني جهانن لاءِ رحمت آهن.

اللہ تعالیٰ فرمايو :

وَمَآ اَرْسَلْنٰكَ اِلَّا رَحْمَةً لِّلْعٰلَمِيْنَ ۝ (سورت انبياء سيپارو ١٧)

اسان توهان کي مڙني جهانن لاءِ رحمت بڻائي موڪليو آهي.

معلوم ٿيو ته حضور صلی اللہ علیہ وآلہٖ وسلم جن اللہ تعالیٰ جي رحمت آهن ۽ اللہ تعالیٰ جي رحمت کي وسيع، ڪشادو ۽ لامحدود هجڻ ڪهڙي ؛ جو جو اللہ تعالیٰ پاڻ فرمايو آهي:

رَحْمَتِيْ وَسِعَتْ كُلَّ شَيْءٍ ۝ (سورت اعراف، سيپارو: ٩)

منهنجي رحمت هر شي تي ڪشادي آهي.

حضور صلی اللہ علیہ وآلہٖ وسلم جن اللہ تعالیٰ جي رحمت آهن ۽ اللہ جي رحمت هر شيءِ تي ڇانيل آهي اُن مان ثابت ٿيو ته حضورؐ جن هر جاءِ تي موجود آهن ۽ پڻ هر هنڌ حاضر ناظر آهن.

○

محبوب نبي ڪريم صلی اللہ علیہ وآلہٖ وسلم اڳين پوين سيني تي شاهد آهن ۽ قيامت جي ڏينهن انبياءِ ۽ تمام انسانن جي لاءِ شاهدي ڏيندا جيئن قرآن ڪريم ۾ ارشاد آهي.

وَجِئْنَا بِكَ عَلٰى هٰٓؤُلَآءِ شَهِيْدًا ۝ (سورت نساء، سيپارو: ٥)

۽ آڻينداسين اسان توهان کي انهن مٿان شاهد ڪري.

۽ اللہ تعالیٰ اسان مٿان به ڪين شاهد بڻائي موڪليو آهي :

يَاأَيُّهَا النَّبِيُّ إِنَّا أَرْسَلْنٰكَ شَاهِدًا وَّمُبَشِّرًا وَّنَذِيْرًا ۝ (سورت احزاب، سپاره ۲۲)

اي نبي! بيشڪ اسان موڪليو آهي توهان کي شاهد (حاضر ناظر) ۽ بشارت ڏيندڙ ۽ ڊيڄاريندڙ ڪري.

اسلامي توڙي موجوده عالمي قانون جي مطابق شاهد اُن کي چئبو آهي جنهن واقعي کي ڏٺو، ڪنن سان ٻڌو، جاءِ وقوع تي موجود هجي ۽ ان ۾ ايتري صلاحيت هجي جو ڪانئس پڇڻ وقت صورتحال بيان ڪري سگهي.

جيڪڏهن حضورؐ جن بعثت کان اڳ جي ماڻهن ۽ سندن واقعات جو مشاهدو نه فرمايو ۽ بعثت کان پوءِ هر اُمتيءَ جي هر واقعي کي نه ٿا ڏسن ته پوءِ الله تعالىٰ جو ڪلام ان کي شاهد ڪيئن ٿو فرمائي؟ جيڪڏهن قرآن سچو (يقيناً سچو) آهي ۽ ڪيس ڪلام الاهي (يقيناً ڪلامِ الاهي) مڃجيس ٿو ته پوءِ يقيناً مڃڻو پوندو ته محبوب سيد عالم صلى الله عليه وآله وسلم جن پوري ڪائنات مٿان شاهد آهن ۽ اسان جي عملن کان چڱيءَ طرح باخبر آهن ۽ اسان جي حالات جو مشاهدو فرمائي رهيا آهن.

جيئن ته هن ڪتاب ۾ رسول پاڪؐ جي روضي مبارڪ جي حاضريءَ وقت صلوٰة ۽ سلام پڙهڻ لکيا ويا آهن، ان ڪري مان انهن خوش نصيبن جي خدمت ۾ عرض ڪندس ته حاضريءَ وقت انتهائي ادب سان احترامًا هٿ ٻڌي نماز جي قيام وانگر بيهي سندن جي دربار مقدس ۾ انهن منهن ڪري پاڻؐ کي سندن خدمتِ عاليهؐ ۾ حاضر سمجهي صلوٰة ۽ سلامُ عرض ڪريو. عقيدت جي نذرانو پيش ڪرڻ کان پوءِ جڏهن دعا گهرو ته ساڳي حالت ۾ ان طرف منهن ڪندي گهرو جي اتي بيٺل چوڪيدار هٿ کڻي دعا گهرڻ کان روڪين ته هٿ مٿي نه کڻو ۽ دل ۾ دعا گهرو: ڇو ته دعا جو تعلق دِل سان آهي نه هٿن سان.

مون کي اهو ڏسي افسوس ٿيندو آهي ته ڪي ماڻهو مدينه منوره ۾ به ادو

چوندا آهن ته ڪعبة الله ڏانهن منهن ڪري دعا گهرو، پر ڪين اها سمجهه نا ايندي آهي ته ڪعبي ڏانهن منهن ڪرڻ سا ڪعبي جي ڪعبي (حضورﷺ) کي پٺي ڏئي اچي وري هتي پاڪستان ۾ اچي اچا وڌيڪ تعجب ٿيندو آهي ته اُهي ئي ماڻهو جڏهن ڏسندو آهيان جو نماز پڙهائڻ کان پوءِ دُعا گهرڻ وقت پيش امام جي حالت ۾ خود ڪعبي کي پٺي ڏيئي جماعتين ڏانهن مُنهن ڪري دُعا گهرندا آهن .

افسوس صد افسوس جو سلف صالحين جي قول ۽ عمل کي وساري ويٺا. پر جڏهن پنهنجي ڳالهه ئي ياد نه رهين ته پوءِ سلف جي ڳالهه ڪيئن ياد پوندين .

شال الله تعالىٰ اسان سڀني مسلمانن کي هدايت عطا فرمائي ۽ پنهنجي حبيبﷺ جي سچي محبت ۽ ادب احترام نصيب فرمائي .

آمين بجاه سيد المرسلين صلى الله عليه وآله وصحبه واتباعه اجمعين.

ڳالهه ڪٿان ڪان ڪٿي وڃي پهتي، اصل ۾ مان عرض ڪري رهيو هوس ته درود هڪ جامع ۽ ڪامل وظيفو آهي. ان ڪري بزرگانِ دين هر زماني ۾ درود پاڪ ڪثرت سان پڙهڻ جو حڪم فرمائيندا رهيا آهن ۽ پنهنجن مريدن ۽ معتقدن کي مختلف حاجتن جي لاءِ مختلف صيغن سان درودن جي عنايت ڪندا رهيا آهن ۽ سندن به اهوئي عمل رهيو آهي.

حضرت عبد الله بن عمرو رضي الله تعالىٰ عنهما کان روايت آهي:

قَالَ: مَنْ صَلَّى عَلَى النَّبِيِّ صَلَّى اللهُ تَعَالَى عَلَيْهِ وَسَلَّمَ وَاحِدَةً صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَمَلٰئِكَتُهُ سَبْعِيْنَ مَرَّةً. (مشڪوٰة المصابيح ٨٦)

حضرت عبد الله بن عمرو رضي الله عنهما فرمايو ته جيڪو نبي ڪريم صلى الله عليه وآله وسلم جن تي هڪ دفعو درود شريف پڙهي ته الله تعالىٰ ۽ ان جا ملائڪ ان تي ستر (٧٠) رحمتون نازل ڪرين .

درود شريف هر قسم جي وظيفن جو جامع وظيفو آهي. حديث شريف ۾ آهي ته:

قَالَ رَجُلٌ يَارَسُوْلَ اللهِ اَرَأَيْتَ اِنْ جَعَلْتُ صَلٰوتِيْ كُلَّهَا عَلَيْكَ قَالَ اِذًا يَكْفِيْكَ اللهُ تَبَارَكَ وَتَعَالٰى مَا اَهَمَّكَ مِنْ اَمْرِ دُنْيَاكَ وَآخِرَتِكَ وَاِسْنَادُهٗ جَيِّدٌ. (القول البديع ص١١٩)

هڪ شخص عرض ڪيو ته يارسول الله ﷺ! جيڪڏهن مان (ٻيا وظيفا ڇڏي هر وظيفي جي جاءِ تي) توهان جي ذات بابرڪات تي درود پڙهڻ ئي وظيفو ٺاهيان ته ڪيئن رهندو؟ پاڻ ڪريمن فرمايو ته جيڪڏهن تون ائين ڪرين ته الله تبارڪ وتعالیٰ تنهنجي مرڻ ڪمن جو ضامن بڻجي وڃي ٿو.

ان ڪري بزرگانِ دين فرمايو آهي ته جيڪڏهن ڪو شخص ڪا به دعا گهري ۽ هر وقت درود پڙهندو رهي ته ان شاء الله ڪنهن به دعا جي گهرڻ جي ضرورت نه پوندي. يعني الله تعالیٰ بنا گهرڻ جي هر حاجت پوري فرمائيندو، ڇو ته درود شريف ئي اها واحد عبادت آهي جنهن جي قبول ٿيڻ جو يقين آهي، ان ڪري هر دعا جي اول ۽ آخر ۾ درود شريف لازمي پڙهيو ويندو آهي؛ ڇو ته درودن جي وچ ۾ گهريل هر جائز ۽ نيڪ دعا الله تعالیٰ رد نه ڪندو آهي ۽ پنهنجي فضل ۽ ڪرم سان قبول فرمائيندو آهي. انهيءَ ڪري درود کي دعا جا پَرَ چوندا آهن جيڪي دعا کي الله تعالیٰ جي دربار ۾ پيش ڪندا آهن.

الغرض: الله تعالیٰ هي هڪ اهڙو بهترين عمل ڏسيو آهي جنهن ۾ دنيا ۽ آخرت جي هر قسم جون ڀلايون موجود آهن. بلڪ هي جتي اعلیٰ اتم ۽ افضل عمل آهي اتي هڪ منفرد عمل پڻ آهي؛ ڇو ته الله تعالیٰ قرآن مجيد ۾ پنهنجي ٻانهن لاءِ ڪيترن ئي قسمن جا حڪم ارشاد فرمايا آهن، پر ڪنهن به جاءِ تي ائين ڪونه فرمايو آهي ته مان به اهو ڪم ڪندو آهيان. پر جڏهن

صلوٰة شريف جو حڪم فرمايائين ته پهريائين ان جي نسبت پنهنجي ذات ڏانهن فرمايائين، ان کان پوءِ ٻڌايائين ته ملائڪ به حبيبؐ تي صلوٰة پڙهندا آهن ان کان پوءِ وري حڪم فرمايائين ته اي مومنو! توهان به پنهنجي محسن محبوب سيد الانبياء صلي الله عليه واله وصحبه وسلم تي صلوٰة ۽ ڪثرت سان سلام پڙهو.

علامه اسماعيل حقي پنهنجي مشهور ڪتاب تفسير روح البيان ۾ هن آيت جو تفسير ڪندي لکن ٿا ته حضرت آدم عليه السّلام کي الله تعالىٰ اهو اعزاز عطا فرمايو جو ڪيس ملائڪن کان سجدو ڪرايو ۽ نبي ڪريم صلي الله عليه واله وسلم جن جي لاءِ صلوٰة ۽ سلام جو حڪم ڏيئي اهو عظيم اعزاز عطا فرمايو جيڪو آدم عليه السّلام جي اعزاز کان تمام اعلىٰ ۽ اتم اعزاز آهي، ڇو ته آدم عليه السلام جي اعزاز ۾ صرف ملائڪن کي حڪم هو ۽ هتي حضور اڪرم نور مجسم صلي الله عليه واله وسلم جن جي اعزاز ۾ الله تبارڪ وتعالىٰ جي ذات بابرڪات پاڻ شريڪ آهي. (روح البيان)

ذکر افضل نہیں کوئی اس کے سوا بھیجتا ہے درود ان پر خود کبریا،
تم بھی بھیجو درود ان پر اے مومنو! حق تعالےٰ کی سنت بڑی چیز ہے

هيءُ مؤمن جي خوش نصيبي آهي جو الله تعالىٰ رڳو پنهنجي رحم ۽ ڪرم ۽ پنهنجي حبيب عليه الصّلوٰة والتسليم جي طفيل هن عظيم ڪم ۾ انهن کي شريڪ فرمايو آهي. اُن ڪري اسان سوچيو ته اڄ جڏهن اسان وڏين پريشانين ۾ مبتلا آهيون ۽ انهن مان نڪرڻ جي ڪا به راهه ڪانه ٿي ته پوءِ ڇو نه رحمة للعالمينؐ کي وسيلو بڻائي سڏ ڪريون ۽ سندن شان درود پڙهون، ته جيئن سڀ دنياوي پريشانيون ۽ مشڪلاتون ختم ٿين ۽ قلبي اطمينان ۽ روحاني سڪون ميسر ٿئي. ان کان سواءِ ان ڳالهه کي سامهون رکي پنهنجي ۽ مسلمانن (خصوصاً سنڌي مسلمانن

جي سهوليت ۽ پلاڻ خاطر درودن مبارڪن جو محبوب ۽ ڪامل مجموعو ڇپائي في سبيل الله ورهائي رهيا آهيون، جيئن هر مسلمان پاڻ پنهنجي تڙپ مطابق هن لازوال ۽ بي مثال موتين جي خزاني مان فائدو حاصل ڪري سگهي.

هي ڪتاب اصل ۾ جناب عبدالقادر رباني ولي جن جو لکيل هو، جنهن جو سنڌي ترجمو مرحوم فقير محمد اسماعيل نقشبندي ڪيو ۽ مرحوم عبدالحسين ويجهر هن کي پنهنجي خرچ سان ڇپرائي في سبيل الله تقسيم ڪيو. جيڪو ١٦٠ صفحن تي مشتمل هو. ان کان پوءِ وري اسان انهن بزرگن جي اجازت سان مختلف عالمن کان اضافا ڪرائي ڇپرائي في سبيل الله تقسيم ڪندا رهيا آهيون.

ڪتاب جي هن ايڊيشن جي اشاعت وقت ڪتاب جي وڌيڪ آساني، خوبصورتي ۽ ضخامت جو خاص خيال رکندي اسان وڏي کان وڏي ڪوشش ڪئي آهي ته پڙهندڙن کي اهڙو تحفو پيش ڪجي، جيڪو جاذب نظر هجڻ سان گڏ ان مان هر طبقي جو ماڻهو آسانيءَ سان فائدو حاصل ڪري سگهي.

هن محبوب ۽ مرغوب تحفي کي اوهان تائين پهچائڻ لاءِ هيٺين مهربانن جو هٿ مختصر ذڪر ڪرڻ مناسب سمجهان ٿو، جن هن ڪتاب ۾ نون اضافن، تصحيح، بيان کي آسان ۽ سولي ڪرڻ، حضرت پناهي گهوٽ جي بيتن کي محل موقعي جي مناسبت سان ترتيب ڏيڻ ڪتاب جي خوبصورتي کي وڌائڻ لاءِ خوشنويسي، پرڪشش ۽ دلپسند ڪرڻ لاءِ ڇپائي ۽ مضبوط جلد سازي جي ڏکين مرحلن ۾ اسان جو ساٿ ڏنو.

مولانا عبدالرحيم ڪندرٻخشي، محترمه آپا مريم نوحاڻي
جناب امداد علي سرائي، ڪاتب فيض محمّد ٻانڀڻ سڪندريه ۽ آزاد
ڪميونيڪيشنز ڪراچي وارا.

الله تعاليٰ شال پنهنجي حبيب صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جي
طفيل هي حقير ڪاوش قبول فرمائي ۽ هي غريب ۽ موچارو تحفو
پنهنجي پياري تائين پهچائي.

گر قبول افتد زهے عز و شرف.

آخر ۾ هن ڪتاب جي پڙهندڙن کي عرض آهي ته جڏهن به صلوٰة وسلامُ
پڙهي دعا گهُرن ته مٿين سڀني بزرگن، معاونن ۽ اسان فقيرن ۽ اسان جي
اولاد ۽ سڀني مسلمانن کي پنهنجي دعائن ۾ ضرور شامل ڪن.
شال الله تبارڪ وتعاليٰ پنهنجي حبيب جي محبت سان جياري ۽ انهيءَ
محبت ۾ نيڻهن جي نشي ۾ پنهنجي رضا سان پاڻ ڏانهن گهرائي ۽ اسان جي اهل
۽ اولاد کي دين مٿين جي خدمت جي توفيق مرحمت فرمائي ۽ اسان تي هميشه
رحمتن جو مينهن وسائيندو رهي.

آمين بحرمة سيد المرسلين صلى الله تعالى عليه وعلى آله واصحابه
واحبابه وازواجه واقربيئه واولياء امته وعلماء ملته اجمعين.

يارب تو ڪريمي و رسول تو ڪريم
صد شڪر ڪه هستيم ميان دو ڪريم

طالب دعا و دعاگو

سيد قمر الزمان شاه

لطيف آباد نمبر ٢ - حيدرآباد سنڌ

# ڪروڙين ڪرم

الله تعاليٰ جا، حضور حبيب ڪريم ﷺ جي طفيلي ڪروڙين ڪرم هن عاجز ضعيف ٻانهي تي، جنهن مون کي هن محبوب ۽ مقبول ڪتاب جي اشاعت جو شرف بخشيو. شال رب العالمين حضور رحمة اللعالمين جي صدقي مون کان آخري دم تائين اهڙا پيارا ڪم ڪرائيندو رهي ۽ هن بابرڪت خدمت ۾ شامل سڀني پنهنجن ٻانهن کان هميشه راضي رهي.

اهڙين اسلامي محبوبي خدمتن کي جاري رکڻ لاءِ الله تعاليٰ جي مهرباني ۽ سان اسان ٻه ادارا کوليا آهن:

1- الفيض دارالاشاعت و اسلامي لائبريري، لطيف آباد يونٽ 5 حيدرآباد، جنهن ۾ لائبريري سان گڏ "القدوس پبليڪيشنز" جي نالي سان اشاعتي ڪم جاري آهي. هن اداري کي اعليٰ حضرت قبلا پير سائين پاڳاره دامت برڪاتهم العاليہ جي خليفي ۽ 1965ع جي فاتح حر مجاهد فقير قاضي فيض محمد راڄڙ مرحوم جي نالي منسوب ڪيو ويو آهي.

2- دارالعلوم صبغة الاسلام، قاسم آباد فيز 1 حيدرآباد. هي ادارو دين اسلام جي خدمت خاطر کوليو ويو آهي، جنهن ۾ امتِ محبوب ﷺ جا مسڪين ٻار ديني تعليم حاصل ڪري رهيا آهن. هي ادارو اعليٰ حضرت قبلا پير سائين پاڳاره دامتِ برڪاتهم العاليہ جي اسلامي يونيورسٽي "جامعه راشديہ" درگاهه شريف پير جوڳوٺ جي شاخ طور ڪم ڪري رهيو آهي ۽ هن اداري جي نسبت شير سنڌ امام انقلاب، حر تحريڪ جي سرواڻ حضرت پير سائين سيد محمد صبغة الله شاهه "سورهيہ شهيد" رحمة الله عليہ جي نالي مبارڪ سان ڪئي وئي آهي.

انهن ٻنهي ادارن جي سنڀارڻ ۽ ڪتابن جي اشاعت جي پوري ذميواري فقير فيض محمد سڪندري (ڪاتب) تي رکيل آهي، جيڪي نهايت محنت ۽ جفاڪشي ۽ سان نڀائي رهيا آهن. الله تعاليٰ کيس خوش رکي، آمين.

هن ڪتاب مبارڪ جي سڀني پڙهندڙن ۽ حضور حبيب ڪريم ﷺ سان سچي محبت رکندڙن کي گذارش ٿي ڪجي ته اول ته اسان سڀني خادمن ۽ عاجزن کي پنهنجي خاص دعائن سان نوازيندا رهن ۽ پيو ته هي ڪتاب ولي رڳو تحفو سمجهي لڪائي نه رکن، بلڪ هن ڪتاب جو فيض عام ڪن ۽ پنهنجن عزيزن، دوستن ۽ رشتيدارن کي هن جي پڙهڻ ۽ ان مان فائدي وٺڻ جي ترغيب ڏين ۽ حقيقي ضرورت مندن تائين پهچائين. جئين درود پاڪ جو فيض هر محب رسول پاڪ جي گهر ۾ پهچي نوراني جلا بخشي ۽ پريشانين کان نجات جو وسيلو ٿئي.

دعاگو و طالب دعا

**قاضي عبد القدوس راڄڙ**

ربيع الاول شريف ١٤٢٥ھ

مئي 2004ع

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ
نَحْمَدُهٗ وَنُصَلِّيْ عَلٰى رَسُوْلِهِ الْكَرِيْمِ

# حقيقت جي بلنديءَ متي

الله تعالىٰ سڀني کان اعلىٰ ۽ افضل مرتبو محمّد رسول الله صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم جن کي عطا فرمايو آهي. دنيا پيدا ڪرڻ بعد نبين کي موڪليندو رهيو ته مجلس جمندي وڃي. آخر ۾ ان مجلس جو مير ۽ سردار موڪليائين ته جيئن اهو صدارت جي ڪرسيءَ تي جلوه افروز ٿئي؛ جو جو تاجدار مدينه صلى الله عليه واٰله وسلم جن انهيءَ مجلس جا صدر آهن، انهيءَ لاءِ انهن کي رتبو به اهڙو ئي بخشيو ويو.

جوڙي جوڙ جهان جي، جڏهن جوڙيائين،
خداوند خاص خلق ۾، محمّد مڪائين،
ڪامل ٿيڻ ڪريم تي، چڱو چايائين،
انا مولاڪَ وَانْتَ مَحْبُوْبِيْ، ايئن اُتائين،
ڏکي ڏنائين، پئي سرائون سيّد جي.

(شاه لطيف)

حضرت آدم عليه السلام کي اهو رتبو مليو؛ جو ملائڪن کي حڪم ڪيو ويو ته کين سجدو ڪريو. حضرت ابراهيم عليه السلام ۽ حضرت اسماعيل عليه السلام کي اهو شان مليو، جو سندن رهڻ واري جاءِ مڪي معظم کي حج جو مرڪز بنايو ويو. حضرت موسىٰ عليه السلام کي پاڻ سان ڪلام ڪرڻ جو شرف بخشيائين ۽ کين ڪليم الله جي لقب سان نوازيائين.

---

لـ سيّد کي ڏنائين- (رسالو علامه آءِ آءِ قاضي).

حضرت اسحاق عليه السلام ۽ حضرت يعقوب عليه السلام کي قوت ۽ بصيرت جو صاحب بنايائين. حضرت دائود عليه السلام کي خوش بياني ۽ لطافت ۽ بلاغت سان نوازيائين. حضرت عيسىٰ عليه السلام کي پنهنجي قرب ۽ محبت سان نوازيائين. حضرت دائود عليه السلام کي حڪومت عطا فرمايائين ۽ حضرت سليمان عليه السلام کي تخت، تاج، جنن، ديون، پرين ۽ ڳاڏا امنڊ پکين تي حڪومت جو درجو ڏنائين؛ مگر محبوب محمّد مصطفىٰ صلى الله تعالىٰ عليه واله وسلم جن کي سڀني کان وڌو ۽ بلند درجو ڏنائين، جو سندن اسم مبارڪ پنهنجي نالي سان گڏ رکيائين.

جڪر و جڳ سڪرو، پيا سڀ آنيرا،
جيڪان جڙيو جڪرو، تهان نه جُڙيا پيا،
مِٺي مِن ماڳا، اصل هُٺِي ايتري.

۽ سندن ذڪر پنهنجو ذڪر ڪري فرمايائين. انهي مرتبي ۽ شان کي ظاهر ڪرڻ جي لاءِ پنهنجي ڪلام پاڪ ۾ حڪم فرمايائين ته:

إِنَّ اللهَ وَمَلٰٓئِكَتَهُ يُصَلُّوْنَ عَلَى النَّبِيِّ يٰٓاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا صَلُّوْا عَلَيْهِ وَسَلِّمُوْا تَسْلِيْمًا ○

بيشڪ الله پاڪ ۽ سندس ملائڪ نبي صلى الله تعالىٰ عليه واله وسلم تي درود موڪلين ٿا، اي ايمان وارؤ! اوهين به مٿس درود موڪليو ۽ چڱيءَ طرح سلام موڪليو.

معلوم هجڻ گهرجي ته الله تعالىٰ درياءَ ۽ سمنڊن ۾ وڏيون وڏيون

دولتون ۽ نعمتون رکيون آهن. انهن دريائن ۽ سمنڊن ۾ ٽيون ڦٽڻ وارا انهن قيمتي جواهرن ۽ نعمتن کي حاصل ڪري سگهن ٿا. سچي موتيءَ واري سپ کي ڏسو. درياءَ ۾ ٽٻي ڏيڻ وارا سچن موتين جي سپن جا ڍير لڳائي ڇڏين ٿا. پوءِ جڏهن انهن سپن مان سچا موتي نڪري اچن ٿا ته اهي بادشاهن جي تاج ۾ لڳايا وڃن ٿا ۽ بادشاهه انهيءَ تاج کي پنهنجي سر تي رکن ٿا. اها ڪيڏي نه وڏي عزت ۽ ڪيڏو نه وڏو اعزاز آهي؛ سو صلواة ۽ درود شريف پڙهڻ وارو شخص جڏهن درود شريف پڙهي ٿو، ته هو ٽن قسمن جي دريائن ۾ ٽٻي هڻي ٿو، يعني هڪ نورِ توحيد جو درياءُ، ٻيو نورِ نبوت جو درياءُ ۽ ٽيون نورِ ولايت جو درياءُ، جنهن وقت بندو "اَللّٰهُمَّ" چوي ٿو ته ان کي الله تعاليٰ جي سيني نالن جي ذڪر ڪرڻ جي فضيلت حاصل ٿي ويئي ۽ سيني صفتن جو فضل ڪيس حاصل ٿي ويو. ان صرف درود شريف جي پهرين لفظ "اَللّٰهُمَّ" چوڻ سان ڄڻ ته الله تعاليٰ جي سيني نالن مبارڪن جي تلاوت ڪري ورتائين.

سبحان الله! ڪهڙو نه برڪت وارو لفظ آهي، جنهن ۾ توحيد جو نُور اسم ذات جو نور ۽ اسم صفات چمڪي رهيا آهن. اهو الله جي رحمت جو اهو بي ڪناري درياءُ آهي، جيڪو ان ۾ ٽٻي هڻڻ وارن کي ٻنهي جهانن ۾ نهال ڪري ڇڏي ٿو. نه فقط اهو، پر هن کي اهو لطف ۽ مزو چکايو ڇڏي ٿو جو ان کان پوءِ انهن جا هوش حواس، ذهن ۽ ضمير روشن ٿيو پون. تو هان درود شريف پڙهڻ وارن جو شان ڏٺو، صرف اَللّٰهُمَّ (اي منهنجا الله) پڙهندي نورِ توحيد جي درياءَ ۾ ٽٻي لڳائي ذاڪرين جي مرتبي تي پهچي ويا ۽ درود پڙهڻ وارن جو رتبو الله تعاليٰ جي ذڪر، محبوب رسول صلى الله تعاليٰ عليه واٰله وسلم جن جي سنت تي عمل ڪرڻ وارن جي رتبي ۾ شامل ٿي ويو ۽ جڏهن درود شريف پڙهڻ

وارو شخص "صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ" چوي ٿو ته سمجهو ته ان آقاءِ نامدار صلى الله عليه واٰله وسلم جن جي نورِ رسالت ۽ فضيلت ۾ ٿيي هنئي آهي. اها ٿيي لاجواب ٿيي آهي ۽ سلامتي واري ٿيي آهي. اها هميشه جي لاءِ درود شريف پڙهڻ واري کي رحمت ۾ ويڙهي ڇڏي ٿي، سندس قلب منور ٿي وڃي ٿو ۽ سندس دل ۽ دماغ ۾ عجيب خوشبوءِ پيدا ٿي وڃي ٿي.

سڄُ صبحائُ جاڪري، سامهي سائِي رُوءِ،
اڄي ٿي عطر جي، منجهان مُڳت بُوءِ،
سا ڏيکاري جُوءِ، جِتان لاهوتي لعل ٿيو.

(شاهه لطيف)

هي ُ الله تعالىٰ جو ڪليو حڪم آهي ته جيڪو منهنجي رسول صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم تي هڪ دفعو درود پڙهندو ته مان ۽ منهنجا فرشتا انهُ مٿس ڏهه دفعا رحمتون نازل فرمائينٿا ۽ جڏهن پڙهندڙ "وَعَلٰى اٰلِهٖ وَبَارِكْ وَسَلِّمْ" چوي ٿو ته فضل وڪرم ۽ ڪرامت جي درياء ۾ ٿيي لڳائي ٿو ۽ بلڪل پاڪ ۽ صاف ٿي وڃي ٿو. سبحان الله هاڻي صلواة پڙهندڙ نئون لباس پائي ورتو، جنهن کي نوراني وڳو چوندا آهن، جيڪو هر ڪنهن کي نصيب نٿو ٿئي.

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اٰلِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّبَارِكْ وَسَلِّمْ ○

حضور انور صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم جن تي درود شريف پڙهڻ

۾ جيڪي فائدا آهن، اهي هن ڪتاب ۾ غور سان جانچيو، پوءِ خود فيصلو ڪريو ته آقاءِ نامدار محبوب محمد مصطفيٰ صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن تي اسان ڪيتريقدر صلواة پڙهڻ گهرجي ۽ هي ڪيڏو نه وڏو ڪم آهي جنهن ۾ ڪيڏا فائدا آهن. الله تعاليٰ اسان سڀني کي درود شريف پڙهڻ جي توفيق عطا فرمائي ۽ حضور صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن جي عشق ۾ مشغول رکي. آمين.

وياجي عميق ڏي، منهن ڪاٺو ڏيئي،
تن سيون سوجهي ڪيون، پاتاران پيئي،
پنداسي ٻيئي، اَملهه اکڙين سين.
(سُر بيراڳ - شاهه لطيف)

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اٰلِهٖ وَاَصْحَابِهٖ وَبَارِكْ وَسَلِّمْ

صلوٰة سڳوري جي پڙهڻ واري کي الله تعاليٰ جي طرفان ٽي تحفا ملن ٿا: (١) رحمت، (٢) فضل وڪرم، (٣) شفقت. اهڙيءَ طرح بارگاهِ رسالت مان به درود شريف پڙهڻ واري کي ٽي تحفا ملن ٿا: (١) سلامتي، (٢) اسلام (٣) مغفرت ۽ شفا. اهڙيءَ طرح درود شريف پڙهڻ واري کي ملائڪن سڳورن جي طرفان به ٽي تحفا ملن ٿا: (١) رحمت، (٢) سلام، (٣) حفاظت.

هُوَ الَّذِيْ يُصَلِّيْ عَلَيْكُمْ وَمَلٰٓئِكَتُهٗ

الله تعاليٰ ٻه مٿن درود پڙهي ٿو ۽ رحمت موڪلي ٿو ۽ سندس ملائڪ ٻه رحمت موڪلين ٿا.

قَالَ اللهُ تَعَالىٰ فِي شَانِ حَبِيْبِهٖ صَلَّى اللهُ تَعَالىٰ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّمَ.

اِنَّ اللهَ وَمَلٰٓئِكَتَهٗ يُصَلُّوْنَ عَلَى النَّبِيِّ يٰٓاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا صَلُّوْا عَلَيْهِ وَسَلِّمُوْا تَسْلِيْمًا ○

بيشڪ الله پاڪ ۽ سندس ملائڪ نبي صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم تي درود موڪلين ٿا، اي ايمان وارؤ! اوهين ٻه مٿس درود موڪليو ۽ چڱيءَ طرح سلام موڪليو.

مٿيون الله تعاليٰ جو حڪم آهي ته منهنجي محبوبؐ تي سڀني نموني درود ۽ سلام موڪليو، جنهن ۾ بي شمار ڀلايون آهن. جن الله تعاليٰ جي حڪم کي نه مڃيو ۽ درود و سلام نه موڪليو ته انهن لاءِ الله تعاليٰ مٿين آيت کان پوءِ يڪدم هيٺان درود نه پڙهڻ وارن لاءِ سزا به تجويز فرمائي آهي:

اِنَّ الَّذِيْنَ يُؤْذُوْنَ اللهَ وَرَسُوْلَهٗ لَعَنَهُمُ اللهُ فِي الدُّنْيَا وَالْاٰخِرَةِ وَاَعَدَّ لَهُمْ عَذَابًا مُّهِيْنًا ○

يعني بيشڪ جيڪي ماڻهو الله (تعاليٰ) ۽ سندس رسولِ اڪرم جن کي ايذاءُ ڏين ٿا، انهن تي دنيا ۽ آخرت ۾ الله جي لعنت آهي ۽ الله انهن لاءِ ذلت وارو عذاب تيار ڪري رکيو آهي.

الله تعاليٰ اهو خاص حڪم پنهنجي خاص ڪتاب قرآن پاڪ ۾ پنهنجي

خاص ٻانهن کي موڪليو آهي. خاص ٻانهن مان حضور پُرنور صلى الله عليه وآله وسلم جن جي امت مراد آهي ۽ (خاص انداز ۾) ان مان اها مراد آهي جو الله تعالىٰ جو حڪم آهي، جيڪو الله تعالىٰ فرمايو ۽ نبي ﷺ سڏيو انهن نالن ورتوانس. الله تعالىٰ خود پاڻ کي ب شامل ڪري حڪم فرمايو ته جڏهن الله ۽ سندس ملائڪ نبي ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم تي درود پڙهن ٿا، ته اي ايمان وارؤ! اوهين ب مٿس درود شريف پڙهو.

اهو هڪڙو ئي الله تعالىٰ جو عمل آهي، جيڪو پنهنجن ٻانهن کي ب عطا فرمايو انس.

قَالَ رَسُوْلُ اللّٰهِ صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّمَ،

اِنَّ أَوْلَى النَّاسِ بِيْ يَوْمَ الْقِيٰمَةِ اَكْثَرُهُمْ عَلَيَّ صَلٰوةً

رسول الله صلى الله عليه وآله وسلم جن فرمايو ته بيشڪ ماڻهن مان قيامت جي ڏينهن مون کي ويجهو اهو شخص هوندو، جنهن اسان تي زياده کان زياده درود شريف پڙهيو هوندو.

جنهن حضور محبوب صلى الله عليه وآله وسلم جن تي تمام گهڻو درود شريف پڙهيو، ايئن سمجهو ته جڻ ان شخص حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن جي محبت خريد ڪري ورتي ۽ دين ۽ دنيا جو سڀني کان وڏو شاهوڪار بڻجي ويو. بيشڪ تحقيق ان کي سڀ ڪجهه ملي ويو، جيڪو ان جي لاءِ مشڪل ۽ ناممڪن هو. زياده درود پڙهڻ وارو قيامت جي

ڏينھن حضور صلی اللہ علیه وآله وسلم جن کي سيني کان ويجھو ھوندو.

## فيصلو

ترمذي شريف ۾ آيو آھي ته ابي ڪعب رضی اللہ تعالیٰ عنه فرمائي ٿو ته "مون عرض ڪيو ته يارسول اللہ صلی اللہ علیه وآله وسلم! مان دعا ۾ درود شريف جي لاءِ گھڻو وقت رکان؟" پاڻ سڳورن صلی اللہ علیه وآله وسلم جن فرمايو ته "جيترو توکي وڻي" عرض ڪيائين ته "چوٿون حصو" حضور صلی اللہ علیه وآله وسلم جن فرمايو ته "اجان زياده ڪرين ته چڱو آھي" مون عرض ڪيو ته "اڌ مقرر ڪريان؟" حضور پرنور صلی اللہ علیه وآله وسلم جن فرمايو ته "اجان به زياده ڪرين ته بھتر آھي" مون عرض ڪيو ته "ساري دعا واري وقت ۾ درود شريف پڙھندو رھان" ته حضور صلی اللہ علیه وآله وسلم جن فرمايو ته "اگر ائين ڪندين ته اللہ تعالیٰ توکي دنيا ۽ آخرت ۾ ڪم ايندو ۽ تنھنجا سڀئي گناھ معاف ڪري ڇڏيندو"

## حضور صلی اللہ علیه وآله وسلم جي محبت جو حاصل ٿيڻ

جنھن شخص کي حضور صلی اللہ علیه وآله وسلم جن جي محبت ملي ته ان کي ٻئي جھان ملي ويا. ڪنھن شاعر خوب چيو آھي ته:

اين سعادت بزورِ بازو نيست
تا نه بخشد خدائے بخشنده

معنیٰ: اللہ تعالیٰ جيستائين اھا سعادت نه بخشي ته اتي طاقت ۽ زور جو ڪو ڪم ڪو نھي، اھا سعادت نه طاقت سان حاصل ٿي سگھي ۽ نه خريد ڪري سگھجي ٿي، بلڪ ان جي خيرات ملي سگھي ٿي.

هزارن مانهن جي عمرانهيءَ حسرت ۾ ختم ٿي ويئي، هزارين مشائخ (تصوف وارا) ۽ ابدال، هن قيمتي خزاني کي حاصل ڪرڻ لاءِ ويهن ئي ڏينهن جو زور لڳائيندا رهيا، جنهن کي اهو خزانو حاصل ٿيو، ان کي ڄڻ سڀ ڪجهه ملي ويو ۽ منزلِ مقصود تي پهچي ويو. اها محبت صرف گهڻي ۾ گهڻو درود شريف پڙهڻ سان حاصل ٿي سگهي ٿي.

عاشق رسول صلی اللّٰہ علیہ والہٖ وسلم حضرت اويس قرني رضی اللّٰہ عنه مشهور معروف ڪامل ۽ ولي مشهور آهن، جن حضور صلی اللّٰہ علیہ والہٖ وسلم جن جي ڏندن مبارڪن جي شهادت جو ٻڌي، پنهنجا سڀ ڏند پٽي ڪيري ڇڏيا. انهن کي حالانڪ حضور صلی اللّٰہ علیہ والہٖ وسلم جي ظاهري زيارت نصيب نه ٿي هئي. ساري عمر پنهنجي پوڙهي ماءُ جي خدمت ۾ لڳا رهيا، ليڪن غائبانه حضور صلی اللّٰہ تعالیٰ علیہ والہٖ وسلم جن جي محبت بي پايان ۽ سندن سوز و فراق ۾ محو هوندا هئا. پاڻ ڪريم صلی اللّٰہ علیہ والہٖ وسلم جن اصحابن سڳورن کي فرمايو ته جيڪڏهن اوهان مان ڪو شخص اويس (رضی اللّٰہ عنه) سان ملي ته پنهنجي لاءِ مغفرت جي دعا ڪرائي ـــ ڪيس اهو مقام انهيءَ عشقِ رسول صلی اللّٰہ علیہ والہٖ وسلم جي ڪري ئي حاصل ٿيو ۽ ڪيس سڀ ڪجهه ملي ويو ۽ هو منزلِ مقصود کي پهچي ويو.

جنهن کي حضور صلی اللّٰہ علیہ والہٖ وسلم جن جي محبت ۽ عشق نصيب آهي، ان جو ڪيڏو نه وڏو مقام آهي اها محبت صرف گهڻي ۾ گهڻو درود شريف پڙهڻ سان ئي حاصل ٿي سگهي ٿي، حضرت عمر رضی اللّٰہ عنه کان نقل آيل آهي ته حضور صلی اللّٰہ تعالیٰ علیہ والہٖ وسلم جن فرمايو ته جيڪڏهن ” اويس

ڪنهن ڳالهه تي قسم کائي ويهي رهي ته الله تعالىٰ انهي ڳالهه کي ضرور پورو ڪندو جنهن ۾ حضور صلی الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن جي محبت ملي ويئي، ان کي آخرت جو اعزاز مليو، جنهن تي ساري دنيا رشڪ ڪري ته بہ گهٽ آهي سيڪڙو جهه بنا شڪ شبهي جي درود گهڻو پڙهڻ سان ئي حاصل ٿئي ٿو.

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّاَنْزِلْهُ الْمَقْعَدَ الْمُقَرَّبَ يَوْمَ الْقِيٰمَةِ ؕ

اي الله! محمد صلى الله عليه وآله وسلم جن تي درود موڪل ۽ انهن کي قيامت جي ڏينهن اعلىٰ درجي تي فائز ڪر جيڪو تو وٽ نهايت مقرب ۽ مٿانهون مقام آهي.

## سڀ کان اعلىٰ ۽ افضل ذڪر

حق تعالىٰ پنهنجي نبي ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن جي شان ۾ فرمائي ٿو:

وَرَفَعْنَا لَكَ ذِكْرَكَ ○

اسان اوهان جي لاءِ اوهان جي ذڪر کي بلند ڪيو.

هن آيت مبارڪ کي نازل ڪرڻ کان پوءِ الله تعالىٰ پنهنجي ان وعدي کي پوري ڪرڻ لاءِ هن دنيا ۾ حضرت حسان بن ثابت، حضرت ڪعب بن زهير رضی الله عنهما، حضرت شيخ سعدي، حضرت عبدالرحمان

---

له لڪَ جي معنىٰ آهي تنهنجي لاءِ يعني توکي راضي خوش ڪرڻ جي لاءِ، تنهنجو مرتبو بلند ڪيو ويو.

جامي، حضرت شرف الدين بوصيري، حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائيؒ ۽ حضرت امام احمد رضا خان بريلوي رحمة الله عليهم اجمعين ۽ عرب و عجم ۾ بي شمار نعت گو شعراء ۽ خوش الحان نعت خوان سڳورن کي پيدا فرمايو ۽ فرمائيندو رهندو. جيئن اهي وعدي مطابق قيامت تائين سرڪار دوعالم عليه الصّلوٰة والسّلام جي ثنا ۽ توصيف بيان ڪندا رهن.

علامه، قاضي عياض فرمائي ٿو ته الله پاڪ پنهنجي حبيب صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن کي ارشاد فرمائي ٿو ته مون اوهان کي پنهنجي ذڪر ۾ شامل ڪيو يعني جيڪو شخص اوهان جو ذڪر ٿو ڪري ته ان ڄڻ ته منهنجو ذڪر ڪيو. انهيءَ جو صاف ۽ آسان مطلب آهي ته جنهن شخص حضور پُرنور صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن تي درود پڙهيو ته تحقيق ان الله پاڪ جو ذڪر ڪيو، نه فقط ذڪر، مگر عاليشان ذڪر، جنهن جو ڪو مثال ملي نٿو سگهي. سڀ کان افضل ۽ اعلىٰ. جنهن کي پڙهڻ نصيب ٿئي.

## هڪ راز

## اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدِنِ النَّبِيِّ الْاُمِّيِّ وَعَلٰى اٰلِهٖ وَسَلِّمْ تَسْلِيْمًا ط

هر هڪ مسلمان جو فرض آهي ته گهٽ ۾ گهٽ هر جمعي جي ڏينهن يا جمعي جي رات جو هن ڪتاب جا سمورا درود شريف پڙهي ڇڏي. گهٽ ۾ گهٽ پورو ڪتاب هر جمعي جي ڏينهن يا جمعي جي رات ۾ ختم ڪري، اگر اهو نه ٿي سگهي ته مهيني ۾ هڪ دفعو، اگر اهو نه ٿي سگهي ته هر سال ۾ هڪ ڀيرو پڙهي

اگر اهو به ممڪن نه ٿو ٿئي ته ساري عمر ۾ هڪ ڀيرو من هن ڪتاب جا سمورا درود پڙهي ڇڏي ته ان جي شفاعت روز محشر ۾ پاڻ رسول ڪريم صلي الله عليه واله وسلم جن فرمائيندا ۽ ان کي قيامت جو خطرو ۽ خوف نه ٿيندو، مگر باشريعت هجڻ ضروري آهي.

بروزِ محشر بوقتِ پرسش کھڑا تھا میں تو فرشتے بولے
ادھر کھڑے کر رہے ہو تم کیا، تمہیں تو آقا بلا رہے ہیں
(دلھوریک)

## رحمت جو درياء

حضرت مولانا شاه عبدالحق محدث دهلوي رحمة الله عليه فرمائين ٿا ته اي درود شريف پڙهڻ وارؤ! ياد رکو ته توهين رحمت جي درياء جا تارو آهيو. جڏهن توهين "اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰی" چئو ٿا ته انهيءَ وقت الله پاڪ جي ڪرم جي درياء ۾ ٽٻي هڻو ٿا، جڏهن "سَيِّدِنَا وَمَوْلَانَا مُحَمَّدٍ" جا لفظ توهان جي زبان تي اچن ٿا ته توهين رسالت جي لهرين ۾ اچي وڃو ٿا ۽ جنهن وقت "آلِه" چئو ٿا ته اهلِ بيت نبي ڪريم صلي الله تعاليٰ عليه واله وسلم جي عطائن ۽ بخشش مان جهوليون ڀريو ٿا. اي گناهن ۽ مصيبت جي بربيابانن ۾ ڀٽڪڻ وارؤ! توهان کي اها ڳالهه ڪيئن ٿي وئي، جو توهان اهڙن نوراني دريائن کي، جن مان مرادن جون ٻنيون سرسبز ۽ هريون ڀريون ٿين ٿيون، گلشنِ ايمان سرسبز ٿئي ٿو، قلب جگر، دل ۽ دماغ کي فرحت، خوشي ۽ شادماني حاصل ٿئي ٿي، روح ۽ ايمان تازا ٿين ٿا، تنهن کي ڇڏي نامراد ڦرو ٿا.

روءِ راتي جي ناهي ڪو، سود وئين سونهَ،
لا ٿائين لطيف چئي، متان دلين ڏونهن،
ڪانهي پيو رونهن، تيو مٺو ٿي ميندرو، (شاه لطيف)

يڪدم پڙهو: اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّبَارِكْ وَسَلِّمْ.

# خدا جي ياد ۽ رسول الله صلى الله عليه وآله وسلم جو ذڪر

اَحَدُ اَحْمَدُ پاڻ ۾، وچان ميم فرق،
آهي مُستغرق، عالم انهيءَ ڳالهه ۾.
(شاهه لطيف قدس سرهٗ)

صلوٰة شريف حضور پاڪ صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن جو ذڪر آهي اهو الله جي ذڪر کان جدا نه آهي، بلڪ سؤ فيصدي ذڪرِ الاهي آهي. محبوب نبي ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن تي درود پڙهڻ، الله پاڪ جو ذڪر ۽ سندس ياد آهي. نه صرف ايترو، مگر خود رب جو فعل آهي: ڇاڪاڻ جو خود رب پاڪ پنهنجي حبيب صلى الله عليه وآله وسلم تي صلوٰة پڙهي رهيو آهي:

عَاشِقُ چئو مَانَ کي، مَڪِيْ چئو مَعْشُوقُ،
خَالِقُ چئو مَخَامَرتُونَ، مَڪِيْ چئو مَخْلُوقُ،
سَلِخْ سو سَلُوڪ، ناقصان جو نَگيو.

(شاهه لطيف)

جيئن ته قرآن پاڪ جي ۲۲ پاري سورة احزاب ۾ الله پاڪ فرمائي ٿو:

اِنَّ اللّٰهَ وَمَلٰٓئِكَتَهٗ يُصَلُّوْنَ عَلَى النَّبِيِّ ؕ يٰٓاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا صَلُّوْا عَلَيْهِ وَسَلِّمُوْا تَسْلِيْمًا ۝

”بيشڪ الله پاڪ ۽ سندس ملائڪ نبي صلى الله عليه وآله وسلم تي درود موڪلين ٿا، اي ايمان وارؤ! اوهين به مٿس درود موڪليو ۽ چڱيءَ طرح سلام موڪليو.“

حديث شريف ۾ آيو آهي ته تيستائين ان وقت جو ايمان مڪمل نه آهي جيستائين ته هو ان پنهنجي هر شيءِ کان وڌيڪ سائين ﷺ سان محبت نٿا ڪريو.

جنهن جي دل ۾ محبوب پاڪ ﷺ لاءِ محبت نه آهي ته ان جي ايمان ۾ نه آهي ۽ محبت پيدا ڪرڻ جو اڪسير نسخو درود شريف ئي آهي. سڀ کان وڏو فائدو درود شريف جو اهو آهي جو حضور پرنور صلي الله عليه وآله وسلم جن جي محبت دل ۾ پيدا ٿئي ٿي ۽ اها محبت بجليءَ وانگر بندي کي خدا تائين پهچائي ٿي.

ڪين سا ڳاهيم سپرين، جاڙون ڪيغ جال،
سو ڏا مون کي ڪال، موٽي آيو ن مُنهن ۾.

(شاهه لطيف)

مشائخ اولياءِ ۽ بزرگ فرمائين ٿا ۽ هن ناچيز جو به اهو آزمايل نسخو آهي ته اگر مريد کي ڪامل مرشد رهبر نه ملي سگهي ته درود شريف ڪثرت سان پڙهي ته اهو درود شريف هن جي رهنمائي ۽ خدا تائين جلد پهچائڻ لاءِ ڪافي آهي.

حضور پرنور صلي الله تعالى عليه وآله وسلم جن فرمايو آهي ته جيڪو شخص مون تي درود شريف موڪلي ٿو، ان تي الله جا ملائڪ درود شريف موڪلين ٿا ۽ جنهن تي ملائڪ درود موڪلين ٿا ان تي الله پاڪ خود پاڻ درود موڪلي ٿو ۽ ان شخص لاءِ سڀئي زمينون ۽ آسمان ۾ سندن هر شيءِ، وڻ ٽڻ، جانور، پکي پکڻ، پٿر، جبل، بحر ۽ بر سڀ دُعا ڪن ٿا.

## درود شريف ۽ دعا جي مقبوليت

حضور پُر نور صلي الله عليه وآله وسلم جن ارشاد فرمايو آهي ته ڪا به دُعا امڙيئي ذآهي، جيڪا الله پاڪ ۽ ان جي دُعا جي وچ ۾ پردو نه هجي، مگر جڏهن ڪو امتي مون تي درود شريف موڪلي ٿو ته ان درود جي برڪت سان اهو پردو ڦاٽي پوي ٿو ۽ دُعا ان سان گڏ بارگاهِ الاهيءَ ۾ داخل ٿي، قبوليت جي درجي کي پهچي وڃي ٿي، ۽ اگر ڪو شخص پنهنجي دُعا سان گڏ درود شريف نٿو پڙهي ته اها دُعا واپس موٽي اچي ٿي ۽ قبوليت کي نٿي پهچي. انهيءَ ڪري درود کي دُعا جا پَرَ چيو وڃي ٿو، ڇاڪاڻ جو درود ضرور الله تعالىٰ جي دربار ۾ پهچي ٿو.

ڪوه نه جُهارين جکرو، جنهن ڏيه ڏيا ڏيئي،
جي لُڏيا ٿي لينگهن ۾، سالن ۾ سيئي،
سمي سيئي، طامعائو ته ڪيا.

(شاهه لطيف)

## پنجن شخصن تي جنت عاشق آهي

حضور اڪرم صلي الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن فرمايو آهي ته جنت پنجن ماڻهن تي عاشق آهي؛

١ـ قرآن پاڪ جي تلاوت ڪرڻ وارا، ٢ـ زبان کي فضول ۽ بيڇڙين ڳالهين کان روڪڻ وارا، ٣ـ بکين کي کاڌو کارائڻ وارا، ٤ـ اگهاڙن کي ڪپڙو پارائي سندن جسم ڍڪڻ وارا، ۵ـ الله جي محبوب محمد صلي الله عليه وسلم جن تي گهڻو درود پاڪ پڙهڻ وارا.

---

له پوچين. ٿه پنل ڪپڙن ۾ ١٠از رساله: علامه قانعي.

حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعاليٰ عنه فرمايو ته حضور پُر نور صلي الله عليه وآله وسلم جن تي صلواة سڳوري پڙهڻ، گناهن کي اهڙيءَ طرح ختم ڪري ڇڏي ٿي، جهڙيءَ طرح ٿڌو پاڻي ٻرندڙ باهه کي. (شفا شريف)

آڪيون مُنهن ميحار تدي، جن رکيون جوڙي،
ري سنديءَ سيد چوي، تار گهڙن توڙي،
تنين کي ٻوڙي، سائر سگهي ڪين ڪي.
(شاه قدس سره) دريا

دُرالمختار ۾ اصفهاني رحمة الله عليه روايت ٿو ڪري ته حضور صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن فرمايو ته اگر ڪو شخص اسان تي هڪ دفعو محبت سان درود شريف پڙهي ۽ الله پاڪ ان کي قبول فرمائي ته ان شخص جا اسي سالن جا گناه خدا معاف ڪري ڇڏي ٿو. (سُبحَانَ اللهِ وَبِحَمدِهِ)

دلائل خيرات، جيڪو درود شريف جو جامع ڪتاب آهي، ان ۾ لکيل آهي ته حضور صلي الله عليه وآله وسلم جن فرمايو ته جنهن شخص ڪو ڪتاب لکيو ۽ ان ۾ درود پاڪ لکي ڇڏيو ته جيستائين انهي ڪتاب ۾ اسان جو نالو رهندو، خدا جا ملائڪ ان ماڻهوءَ تي درود موڪلڻ ۾ مشغول رهندا، ان جي مغفرت ۽ بخشش لاءِ دعائون گهرندا رهندا.

## عبادت جي مقبوليت

هر عبادت کي قبول ڪرائڻ لاءِ درود شريف کان زياده افضل ڪا شيءِ نه آهي. "روضة الفائق" وارو صاحب فرمائي ٿو ته هڪ عارف شخص نماز ۾ رسول مقبول صلي الله عليه وآله وسلم جن تي صلوٰة پڙهڻ ڀلجي ويو، جڏهن اهو مسجد شريف کان موٽي رهيو هو ته حضور صلي الله عليه وآله وسلم جن جي زيارت کان مشرف ٿيو، حضور انور صلي الله عليه وآله وسلم جن کيس فرمايو ته اڄ تو اسان تي صلوٰة سڳوري نه پڙهي آهي! عارف جواب ۾ عرض ڪيو ته ياد نه رهيو.

حضور صلی الله تعالیٰ عليه واٰله وسلم جن فرمايو تہ ڪو بہ شخص اگر الله تعالیٰ جي تعريف ۽ عبادت ڪري ٿو تہ الله تعالیٰ ان کي اسان تي درود پڙهڻ کان سواءِ قبول نٿو فرمائي ۽ ڏوري اهڙي شخص جي حاجت پوري ڪري ٿو.

مُنهنجي مَدا اين جي، ڪَل پريَان پيئي،
ڪڏهن ڪو سا ڏ ٿِيَا، ڏورا پـو ڏ يـئي،
سَاجَن سيپيئي، ڏ ڪـيَعڙ دل ڏلا يُـو ن،

(شاھ لطيف)

## صرف هڪڙي درود شريف پڙهڻ سان مغفرت

علامہ سخاوي رح تواريخ مان نقل ٿو ڪري تہ بني اسرائيل مان هڪ شخص تمام گنهگار هو، جڏهن اهو فوت ٿي ويو تہ ماڻهن ان کي باهر اڇلائي ڇڏيـو الله تعالیٰ حضرت موسیٰ ڪليم الله کي وحي موڪليو تہ ان شخص کي غسل ڏيئي خود جنازي نماز پڙهي ڇو جو الله اُن کي معاف ڪري ڇڏيو آهي. حضرت موسیٰ عليه السلام عرض ڪيو تہ يا الله! هن کي ڪهڙي طرح معافي ملي آهي؟ الله جل جلاله فرمايو تہ "هن شخص هڪ رات توريت ۾ منهنجي آخـري نبي محبوب محمّد (صلی الله تعالیٰ عليه واٰله وسلم) جو نالو ڏٺو تہ ان جي تعظيم ۾ ان تي درود شريف پڙهيائين. مون ان درود شريف جي سبب هن جي مغفرت ڪري ڇڏي آهي." سبحان الله هڪ درود شريف جي پڙهڻ سبب رب تعـالیٰ انهيءَ سخت گنهگار شخص کي فورًا معاف ڪري ڇڏيو. اگر سندن امت جو هر شخص هر روز هڪڙو درود شريف پڙهي تہ الله تعالیٰ ڪيس ڪيڏو نہ اجـر بخشي ۽ ثواب عطا فرمائي.

# ابوسُليمان رضي الله عنه جو فلسفو

حضرت ابوسليمان رضی الله عنه فرمائي ٿو ته جيڪڏهن ڪو شخص گهري ته ان جون حاجتون پوريون ٿين ته دُعا ۾ زياده ڪان زياده حضور صلی الله تعالیٰ عليه واٰله وسلم جن تي درود شريف پڙهي. دُعا گهرڻ کان پهرين به پڙهي ۽ دُعا کان پوءِ به پڙهي ته الله تعالیٰ درود شريف کي فوراً قبول فرمائي ٿو. جڏهن دُعا جي اول ۽ آخر ۾ درود شريف آهي ته جڏهن اول ۽ آخر کي قبول فرمائيندا ته وچ ۾ جيڪا دُعا آهي، سا ضروري قبول فرمائي ويندي. اهڙي طرح بگڙيل ڪم بڻجي ويندو.

## سچ ۽ چنڊ ۽ درود شريف

هي واقعو هڪ اهڙي حقيقت آهي، جنهن کي اکين ته ڏٺو ۽ دل ۽ دماغ ان کي سمجهيو، بس ڪجهه چوڻ ۽ ٻڌڻ جي همت نه رهي. فناء قلبيءَ تي پهچڻ واري بزرگ (نالو ظاهر ڪرڻ جو حق نه آهي.) هڪ ڏينهن سومهڻي جي نماز کان پوءِ پنهنجي مرشد رهبر ڪامل جي خدمت ۾ حاضر ٿيڻ جو ارادو ڪيو ۽ سندس خدمت ۾ وڃي حاضر ٿيو. جڏهن ان جي نظر مرشد ڪامل تي پيئي ته دانهن ڪري الله اڪبر جو نعرو هنيائين ۽ بيهوش ٿي ڪري پيو. آخر ٻن ڪلاڪن کان پوءِ جڏهن کيس هوش آيو ته ڪائنس پڇيو ويو ته ميان خبر ڏي، توکي ڇا ٿي ويو، تو ڇا ڏٺو؟ جنهن تنهنجا حواس گم ڪري ڇڏيا، آخر حقيقت ڇا آهي؟

ان شخص چيو ته مان ڇا عرض ڪريان، مون ته ڏٺو ته سوين سج ۽ چنڊ محبوب رسول الله صلی الله عليه واٰله وسلم جن جي دربارِ انور

مان نڪري، منهنجي مرشد ڪامل جي دل ۾ داخل ٿي ويا آهن. انهن جي روشني اهڙي تہ تيز ۽ تجليءَ واري هئي جو مان برداشت ڪري نہ سگهيس ۽ بي اختيار ٿي الله اڪبر جو نعرو هڻي بيهوش ٿي ويس پوءِ ڪنهن بزرگ ڪامل مرشد کان پڇيوتہ اها ڪهڙي حقيقت هُئي جو توهان جي من مريد کي اهي سج ۽ چنڊ نظر آيا ۽ اهي ڪٿان آيا.؟

ان بزرگ مرشد ڪامل فرمايو تہ ”ان وقت آئون رسول اڪرم صلي الله عليه وآلہٖ وسلم جن تي صلوٰة شريف پڙهي رهيو هوس ۽ هي اسان جو مريد ذڪر قلبي ۽ ذڪر جليءَ سان پنهنجي دل کي ڌوئي آئيني وانگر صاف ڪري چڪو آهي. اُن ڪري اسان جي دل جو عڪس هن جي دل ۾ روشن ڏسڻ ۾ آيو. اهي سڀ درود شريف جون برڪتون آهن.“ حاصل مطلب تہ اهو درود شريف ئي هن کي چنڊ ۽ سج جي صورت ۾ نظر آيو. حالانڪ چنڊ ۽ سج بہ چا آهن، درود شريف تہ هنن کان لک درجا افضل آهي؛ ڇوجو اهو فعل ربي آهي. الله تعاليٰ خود ان جو عامل آهي. سُبۡحَانَ اللهِ تَعَالىٰ.

لَوڪان نَحۡوَ صَرۡفَ، مُون مُطالع سُپرين،
اهوئِي حَرۡف، پَڙهيَو پَڙهِج مَــن ۾.

(شاھ لطيف)

## مشرق ۽ مغرب وارا ملائڪ

دلائل خيرات ۾ هڪ لا جواب حقيقت بيان ڪيل آهي تہ حضور اڪرم صلي الله تعاليٰ عليه وآلہٖ وسلم جن فرمايو تہ جنهن شخص

اسان جي تعظيم جي سبب اسان تي درود شريف پڙهيو ته الله تعالىٰ انهيءَ جي سبب هڪ ملائڪ پيدا فرمائي ٿو، جنهن جو هڪڙو پَرَ مشرق ۾، ٻيو مغرب ۾، پير ستن زمينن جي اندر، مٿو عرش تي آهي پوءِ الله تعالىٰ ان ملائڪ کي حڪم ٿو ڪري ته اي ملائڪ! صلواة پڙهه ان شخص تي، جنهن منهنجي محبوب نبي ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه واله وسلم جي تعظيم جي لاءِ صلواة پڙهي. پوءِ اهو ملائڪ قيامت تائين ان شخص تي درود پڙهندو رهندو. سُبحَانَ الله

سُتا سڀ پَئي، سَندي مُعلم آسري،
اوهين پڻ سُمهون ناکُوا بندر نام پئي،
جن جي سيد لڄ ڪنئي، سي سڀ لنگهيندا لڪيو.

(شاهه لطيف)

## فتح ۽ مدد

شيخ المشائخ علامه شبلي رحمة الله عليه فرمائين ٿا ته اسان جي پاڙي ۾ هڪ شخص فوت ٿي ويو. مون ان کي خواب ۾ ڏٺو ۽ پڇيو مانس ته ڇا ٿيو؟ ان شخص جواب ڏنو ته قبر ۾ مان منڪر ۽ نڪير کي صحيح جواب ڏيئي نه سگهيس، بلڪل گهٻرائجي ويس. هو مون تي سخت کان سخت عذاب ڪرڻ لاءِ تيار ٿي ويا. ان وقت هڪ خوبصورت حسين ۽ جميل شخص قبر ۾ آيو، جنهن مان اعلىٰ قسم جي خوشبوءِ اچي رهي هئي. هن منهنجي طرفان ملائڪن کي سوالن جا جواب ڏنا ۽ مان بچي ويس. مون ان کي عرض ڪيو ته توهين ڪير آهيو، جو هن مصيبت جي سخت وقت ۾ مون کي ڪم آيا آهيو؟ ان شخص جواب

ڏنو ته مان تنهنجي گهڻي قدر درود شريف پڙهڻ مان مقرر ڪيل ملائڪ آهيان، مون کي حڪم آهي ته هر مصيبت ۾ تنهنجي مدد ڪريان. سبحان الله درود شريف ڪهڙي نه عجيب نعمت آهي.

## سرور ڪونين ﷺ جو درود شريف لاءِ ارشاد

حضور پُرنور صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن فرمايو آهي ته جڏهن ڪنهن شخص تي ڪا مصيبت اچي ۽ ڪا حاجت ٿئي ته ان کي گهرجي ته ڪثرت سان اسان تي درود شريف پڙهي؛ ڇو جو گهڻو درود پاڪ پڙهڻ رنج وغم کي دور ڪري ٿو ۽ رزق زياده ڪري ٿو.

وَڏو ڀاڳُ سَندون، جي مَکو ڀيٽي مونيا،
وڃي سو تِ نئون، رَوضو پَاڪ رَسُول جو.

(سُر سامونڊي - شاه لطيف)

## چار سؤ حج

### (خزانو، خزانو، خزانو)

حضور سرور ڪونين صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن هڪ دفعي حج ۽ جهاد جي بيان ۾ انهن جا فضائل بيان فرمايا. پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن فرمايو ته جيڪو شخص حج ڪري جهاد تي وڃي ٿو، ان کي چار حج جو ثواب ملي ٿو. اهو ٻڌي، اهي ماڻهو، جن ۾ جهاد تي وڃڻ جي طاقت نه هئي، سي مايوس ۽ دلگير ٿيڻ لڳا. حضور صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن

فرمايو ته جيڪو شخص اسان تي ڪثرت سان درود شريف پڙهندو ته ان کي چار سؤ دفعا جهاد ڪرڻ جو ثواب الله تعالىٰ عطا فرمائي ٿو.

(حَسن بريلوي)

حضرتَ انس رضي الله تعالىٰ عنه فرمائين ٿا ته ٻه مسلمان جڏهن هڪٻئي کي ملن ٿا ۽ هٿ ملائڻ وقت درود شريف پڙهن ٿا ته هٿن جدا ڪرڻ کان پهرين الله تعالىٰ انهن جاگناهه معاف فرمائي ڇڏي ٿو.

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰٓى اٰلِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّبَارِكْ وَسَلِّمْ

## غيبي امداد

مواهب لدنيه ۾ تفسير قشيري مان نقل ڪيل آهي ته قيامت ۾ ڪنهن مؤمن جون نيڪيون ڪجهه گهٽ ٿي پونديون ته حضور صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن آڱرجي بل جيترو ويڪرو ڪاغذ جو پرزو ڪڍي انهن نيڪين واري طرف رکندا ته اهو پاسو ڳرو ٿي ويندو. مؤمن چوندو ته منهنجا ماءُ پيءُ اوهان تان قربان، اوهان جي سيرت ۽ صورت ٻئي ڀليون آهن، توهين ڪير آهيو؟ پاڻ سڳورا صلى الله عليه وآله وسلم جن فرمائيندا، مان تنهنجو نبي محمد (صلى الله عليه وآله وسلم) آهيان ۽ هي جو ننڍڙو ڪاغذ جو پرزو، جيڪو مون تنهنجين نيڪين واري پاسي رکيو، سو تو جيڪو درود شريف

اسان تي پڙهيو هو. اهو آهي، جنهن تنهنجي انهيءَ حاجت جي وقت مدد ڪئي آهي. (سُبحَانَ اللّٰهِ)

## آسان صدقو

حديث شريف ۾ آيو آهي ته ڪا شيءِ خداتعاليٰ جي ڪاوڙ کي ٿڌو نٿي ڪري سگهي، سواءِ صدقي جي؛ ليڪن اگر صدقي ڏيڻ جي ڪنهن ۾ طاقت نه هجي ته اهو پنهنجي دعا ۾ درود شريف پڙهي ـــ اهو درود شريف هي آهي:

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

اَللّٰهُمَّ صَلِّ وَسَلِّمْ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ عَبْدِكَ وَرَسُوْلِكَ وَصَلِّ عَلَى الْمُؤْمِنِيْنَ وَالْمُؤْمِنَاتِ وَالْمُسْلِمِيْنَ وَالْمُسْلِمَاتِ ط

هيءُ آسان ۽ بي بها نسخو آهي، جنهن سان ٻئي ڪم بنجي وڃن ٿا. صدقي جو صدقو ۽ درود جو درود شريف. اهو انهن لاءِ آهي جن کي صدقي جي پهچ نه آهي.

## هڪ دوا

هڪ بزرگ خواب ۾ هڪڙي ڪاري ۽ بجڙي بلا ڏٺي؛ پڇائون ته ڪهڙي بَلا آهين؟ ان جواب ڏنو ته آئون تنهنجائي

بُرا اعمال آهيان. انهن پڇيو ته تو ڪان ڪمڙيءَ طرح ڇوٽڪارو حاصل ڪيو؟ ان چيو ته تون نبي آخر الزمان صلی الله عليه واله وسلم جن تي ڪثرت سان درود شريف پڙهه، اها هر مؤمن لاءِ دوا آهي.

گهڙو پڳو ته گهوريو، آسر مَ لاهيج،
لَا تَقْنَطُوْا مِنْ رَّحْمَةِ اللهِ، تر هي ان تريج،
حبيبا! هيج، پيين مُنهن ميهار جو.
(شاه قدس سره)

## غريب مان امير

"شرح احياءِ علوم دين" ۾ روايت آهي ته حضور پُرنور صلی الله عليه واله وسلم جن تي ڪثرت سان درود شريف پڙهڻ سان فاقه ڪشي، غربت ۽ مفلسي دور ٿي وڃي ٿي. واقعي اگر ڪو شخص عشاء جي نماز کان پوءِ ٿي سؤ تيرهن دفعا بِسْمِ الله سان درود مبارڪ پڙهندو ته انشاءَ الله تعالیٰ جلد امير ٿي ويندو.

حديث شريف ۾ آيل آهي ته جيڪو شخص حضور پُرنور صلی الله عليه واله وسلم جن تي درود مبارڪ پڙهي ته رسول الله صلی الله تعالیٰ عليه واله وسلم جن پاڻ ان جي ڪاروبار ۾ متولي يا وڪيل ٿين ٿا. حشر ۾ حساب ۽ اعمالن جي تور وقت، عملن جي ميزان ۾ پلصراط تي هلڻ مهل ۽ ان کان علاوه بيا سڀ گناه بخشائي، ان شخص کي جنت ۾ داخل ڪرائيندا. انشاءَ الله تعالیٰ (ترتيب الصلوٰة ص: ٣٣)

## مصيبت ۾ مدد

جليل القدر عالم دين پنهنجي مشهور ڪتاب 'حصن حصين' ۾ لکي ٿو ته درود شريف جا مناءِ لذيذ ميوا بي حساب آهن، ڪو به شخص ڪنهن به حالت ۾ ڳٽي ڏٺو سگهي. خاص ڪري تنگي ۽ مُشڪل، غم ۽ فڪر جي دور ڪرڻ ۽ حاجت روائي ۾ ڪيئي ڀيرا آزمايو ويو آهي. اينرڻيد رجوهلاڪت ۽ موت جي جاءِ ۾ ٿا سي

وڃڻ جي وقت ۾ به انهي درود شريف جي برڪت سان الله پاڪ مون کي بچائي ورتو. حضرت شيخ عبدالحق محدث دهلويؒ فرمائي ٿو ته دنيا ۽ آخرت ۾ تڪليف کان نجات حاصل ڪرڻ لاءِ درود شريف کان وڌيڪ ٻي ڪا نعمت ڪانهي. سه

زِحادثاتِ زمانہ نجات اگر طلبی
بُرو دُرُود بخواں بر محمد عربی ﷺ

ترجمه: جيڪڏهن زماني جي حادثن کان نجات گهُرين ٿو ته وڃ ۽ پاڪ نبي تي ڪثرت سان درود شريف پڙهہ.

## درود شريف جي اصلي حقيقت

اَفضَلُ الذِّكرِ لَا اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ مُحَمَّدٌ رَّسُولُ اللّٰهِ ط

صَلَّى اللّٰهُ عَلَيهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّمَ

چيو ويو آهي ته اهو افضل ۽ اعليٰ ان لاءِ آهي، جو انهيءَ ڪلمي شريف ۾ الله ۽ محمّد نبيءَ نالا گڏ اچي ويا: مگر غور سان ڏسون ته ان ۾ ڪجهڙو راز آهي. هڪ ڪي التجا ڪئي ويئي آهي ته نبي جي لاءِ دُعا گهري ويئي آهي. يعني پنهي سان پاڻهو خود روبرو مخاطب آهـــي. الله تعاليٰ کي عرض ڪيو ويو آهي ته محبوب محمّد صلی الله تعاليٰ عليه واٰله وسلم ۽ سندن اولاد مٿي سلامتي موڪل. اهي لفظ الله پاڪ به فرمائي رهيو آهي. اسين نه صرف الله تعاليٰ جي ها ۾ ها ملائڻ وارا آهيون. ايڏي وڏي خالق ۽ مالڪ ۽ اهڙي پاڪ اعليٰ بي نياز رب جي ها ۾ ها ملائڻ ڪيڏو نه وڏو ۽ پيارو ۽ سعادت وارو

فعل آهي. انهيءَ ڪري اسين رب پاڪ سان ڳالهائي رهيا آهيون ۽ رسول ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم سان به. انهيءَ لاءِ اڪثر ڪلمو طيب: لَآ اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ مُحَمَّدٌ رَّسُوْلُ اللّٰهِ صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّمَ

اول الذڪر ۽ افضل ذڪر آهي ته درود شريف:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰٓى اٰلِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّبَارِكْ وَسَلِّمْ ۝

به اعليٰ ڪان اعليٰ دُعا آهي. هو افضل الذڪر ۽ هيءَ افضل دعا. هن دُعا گهُرڻ سان الله تعاليٰ به خوش ته رسول الله صلي الله عليه وآله وسلم به خوش، سيبيئي روح به خوش. مطلب ته زمين کان وٺي آسمان تائين ساري مخلوق ۽ سندن خالق به خوش. پوءِ رحمت جي بارش ان شخص تي ڇو نه وسندي رهي؟ سُبْحَانَ اللّٰهِ.

اهو آهي افضل ذڪر ۽ افضل دُعا جو فلسفو، جيڪو سڀني فلسفن کان افضل ۽ اعليٰ فلسفو آهي.

بخاري شريف ۾ حضرت ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي ته حضور صلي الله عليه وآله وسلم جن فرمايو ته جيڪو به شخص هڪ دفعو صدق دل سان لَآ اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ مُحَمَّدٌ رَّسُوْلُ اللّٰهِ پڙهي ته ان تي دوزخ جي باه حرام آهي.

مَاٺو گهُرڻ مالَ، آئون سڀ ڏينهن گهران سڀرين،
دُنيا تنهن دوست تان، فِدا ڪريان في الحال،
ڪيو نانءُ نهال، پسڻ تان پري رهيو.
(شاهه لطيف)

# هڪڙي لفظ جي بدلي ۾ جنت

حضرت عبدالله بن قدار رحمة الله عليه بيان ٿو ڪري ته هڪڙو ڪاتب شخص منهنجو پاڙيسري هو؛ سو وفات ڪري ويو. مون ان کي خواب ۾ ڏٺو ۽ پڇيو مانس ته اي دوست، ٻڌاءِ ته الله پاڪ توسان ڪهڙو معاملو ڪيو؟ چيائين ته الله پاڪ مون کي بخشي ڇڏيو ۽ اهڙا ته انعام اڪرام مون کي بخشيا اٿس، جو نه ڪنهن اک ڏٺا ۽ نه ڪنهن ڪن ٻڌا، نه ڪنهن جي دماغ جي سوچ ۾ آيا هوندا. مون ڪانئس پڇيو ته تو ڪهڙو عمل ڪيو، جيڪو قبول پيو ۽ جنهنجي بدلي ۾ تون بخشيو وئين؟ ڪاتب جواب ڏنو ته توکي خبر آهي ته منهنجو ڪم ڪتابت جو هو، سو ڪتاب ڪٿ محل جتي حضورِ اڪرم نورِ مجسم صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم جن جو نالو مبارڪ ايندو هو ته اتي ان سان گڏ "صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم" ضرور لکندو هوس انهيءَ درود شريف جي بدلي ۾ مون کي رب پاڪ بخشي به ڇڏيو ۽ ايڏا وڏا انعام به عطا ڪيائين. سُبْحَانَ اللهِ.

جيڪي ڏَڏَنِ ڏي، ڳُجهه سِين ٻجهي،
سوجي سُڻِ سڳا، ڪِيرت واراڪي،
ته ساز مڙيئي سي، پٿون ڪن پلڪ ۾.

(شاهه لطيف)

اَلصَّلوٰةُ وَالسَّلَامُ عَلَيْكَ يَارَسُوْلَ اللهِ

# جمعي جي ڏينهن ۾ درود جي فضيلت

۱:- محبوب رسول اڪرم صلی الله عليه وآله وسلم فرمايو ته جنهن شخص جمعي جي ڏينهن اسان تي درود شريف پڙهيو، اهو قيامت جي ڏينهن ان حال ۾ ايندو، جو ان سان گڏ هڪ عظيم الشان نور هوندو. اهو نور جيڪڏهن ساري مخلوق ۾ ورهايو وڃي ته سيني لاءِ ڪافي ٿئي. (ڪنزالعمال)

۲- بلوغ المسرات ۾ حافظ ابن قيم عليه الرحمة نقل فرمايو آهي ته جمعي جي ڏينهن درود شريف جي فضيلت انهي لاءِ آهي، جو جمعي جو ڏينهن سيني ڏينهن جو سردار آهي ۽ رسول ڪريم صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم جن ڪل مخلوق جا سردار آهن. ان ڏينهن ۾ درود شريف جي پڙهڻ ۾ هڪ خاص جوڙ آهي، جيڪو ٻين ڏينهن ۾ ڪونهي ٻين بزرگن فرمايو آهي ته حضور اقدس صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم جمعي جي رات پنهنجي والد جي پشت مبارڪ مان، والده صاحبه جي شڪم مبارڪ ۾ تشريف آوَر ٿيا هئا. (ف. درويش)

۳- حضور انور صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم جن فرمايو ته جيڪو شخص جمعي جي ڏينهن اسان تي هڪ سؤ دفعا درود شريف پڙهي ٿو ان جا هڪ سؤ سالن جا گناهه فورًا معاف ڪيا وڃن ٿا. (الديلمي-آبزرود)

۴- حضرت ابوهريره رضی الله تعالیٰ عنه کان روايت آهي ته هر جمعرات جو رب پاڪ آسمان تان ملائڪ نازل فرمائي ٿو، انهن وٽ سون جا قلم ۽ چانديءَ جا ڪاغذ هوندا آهن، سو جمعرات ۽ جمعي ۾ جيڪو

شخص حضور سرورِ ڪونين صلى الله عليه وآله وسلم جن تي درود شريف پڙهندو، ان جو نالو لکن ٿا. (ڪنزالعمال)



حضرت مولانا قبله فيض الحسن صاحب رحمة الله عليه سهارنپوريؒ جي نانيءَ پنهنجي مرشد سان اِهي ڳالهه ڪئي ته جنهن جاءِ ۾ مولانا فيض الحسن صاحب جن وفات فرمائي هئي، ان جاءِ مان هڪ مهيني تائين زبردست خوشبوءِ عطر ڪان به وڌيڪ ايندي رهندي هئي. اها حقيقت مولانا محمّد قاسم رحمة الله عليه سان به بيان ڪئي ويئي ته حضرت هيءَ ڇا ڳالهه آهي؟ مولانا صاحب فرمايو ته اهو درود پاڪ جي ڪري آهي. پوءِ جڏهن سندن قريبي مائٽن کان پڇيو ويو ته معلوم ٿيو ته انهيءَ جاءِ ۾ حضرت مولانا فيض الحسن رحمة الله عليه هر جمعي جي رات جو ساري رات جاڳي صلوٰة سڳوري پڙهندا هئا.

وَڻ ٿا ميو ڪَن، پَاڻُ ڏکا ئين پنهنجو،
ٻِڪر، پٽر، ڇاپڙون، ڏُوٿا ڏار سَهَن،
پسو لَڇ لطيف چئي، ڪيڏي ناهر وَٽن،
ڦريو ڦر جهلن، نيڪي ڪارڻ پانهجي.

(شاهه لطيف)

# ملائڪن سان گڏ نماز

حضرت ابو ذري رحمة الله عليه جن هڪ شخص کي خواب ۾ ڏٺو ته اهو شخص آسمان تي ملائڪن سان گڏ نماز پڙهي رهيو هو.

حضرت ابي ذري ان شخص کان پڇيو ته توکي هي رتبو ڪيئن نصيب ٿيو؟ ان شخص جواب ڏنو ته مان جڏهن به ڪا حديث شريف لکندو هوس ته حضور پُرنور محبوب سرور ڪونين صلى الله عليه وآله وسلم جن جو نالو مبارڪ جتي ايندو هو ته يڪدم اتي درود شريف لکي ڇڏيندو هوس: ان ڪري رب پاڪ مون کي اهو رتبو عطا فرمايو آهي.

نانءُ مَنجهارَانِ نِڪرِي، جڏهن پرين ڪَري ٿو پَنڌ،
پُون پڻ "بِسمِ الله" چئي، راهَ ڇُڪي ٿي رَنڊ،
اُپِيون گهڻي ادب سِين، حُورون حَيرت هنڌ،
سائينءَ جو سوڳَند، ساجن سِپَتُان سُهِڻو.

(شاهه لطيف)

حضور پُرنور صلى الله تعالیٰ عليه وآله وسلم جن ارشاد فرمايو آهي ته جمعي جي ڏينهن اسان تي درود پڙهو، انهيءَ لاءِ جو مُنهنجي امت جو درود شريف هر جمعي جي ڏينهن مون وٽ پيش ڪيو ويندو. ان لاءِ جيڪو مون تي زياده درود پڙهندو هوندو ته اهو مون کي زياده ويجهو هوندو. (امام بيهقي رحمة الله عليه)

حضرت انس رضي الله تعالیٰ عنه کان نقل آهي ته حضور پُر نور

صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن فرمايو ته جمعي جي رات ۽ جمعي جي ڏينهن مون تي گهڻو درود پڙهو. ان لاءِ جو اگر ڪو شخص اسان تي هڪ ڀيرو درود شريف پڙهي ٿو ته الله پاڪ ان تي ڏهه رحمتون نازل فرمائي ٿو.

مَا اَجْمَلَكَ مَا اَحْسَنَكَ مَا اَكْمَلَكَ
ڪِٿي مِهر علي، ڪِٿي تيرِي ثَنَا
گُستاخ اکيان، ڪِٿي جا لَڙِيَانْ

(مهر علي شاهه)

ڪتاب "حصن حصين" جو مصنف بيان ٿو فرمائي ته درود شريف جا فائدا بيشمار آهن، جن کي هڪ جاءِ تي گڏ ڪرڻ بلڪل ناممڪن آهي. مختصر هي ته قيامت ۾ تنگين ۽ پريشانين کان فقط درود شريف جي برڪت سان ئي ڇوٽڪارو حاصل ٿيندو. يعني دنيا ۾ به ۽ دين ۾ به. ان کانسواءِ جو بار بار تجربو ڪيو ويو آهي ته جڏهن به ڪا سخت مشڪل ۽ پريشاني اچي وڃي ٿي ته اها درود شريف جي برڪت سان ئي دفع ٿئي ٿي. بزرگانِ دين تاڪيد ٿا ڪن ته گهٽ ۾ گهٽ هڪ سؤ ڀيرا صلواة سڳوري پڙهڻ گهرجي. ان سان قلب ۾ نور روشن ٿئي ٿو. بهتر ته اهو آهي، جو روزانو ٣١٣ ڀيرا صلواة شريف جو ورد هميشه لاءِ عادت بنائي وڃي.

مانڪ مَٿ سَندوم، اُونداهيءَ ۾ سو جهَرو،
حَشرَ ويلَ حِسابَ ۾، جَڏي نا وِيندوم
سَاريو سَڏ ڪَندوم، ڪوڙيارو ڪيچ ڌڻي
(شاهه لطيف)

# علامه شهاب خفاجي جو فلسفو

سهڻين سڄڻ اُبري، چوءِ ايءَ چنڊن،
بالله ري شيرين، سي اونداهي پائيسان.
(شاهه قدس سرهٗ)

حضرت علامه خفاجي عليه الرحمة شرح شريف ۾ فرمايو آهي ته اگر زياده گهڻي صلوٰة سگوري پڙهي نه سگهي ته گهٽ ۾ گهٽ ٣١٣ ڀيرا روزانو پڙهي، اهو هميشه جو پڙهڻ ڪثرت سمجهيو ويندو.

"مزرع الحسنات" ۾ آهي ته الله پاڪ ٣١٣ جي عدد ۾ هڪ خاص تاثير رکيو آهي، جتي به اهو عدد ملي ٿو ته ان ۾ ڀلائي نظر اچي ٿي. الله پاڪ هڪ لک چوويه هزار پيغمبرن مان ٣١٣ کي رسول بنايو. جنگ بدر ۾ اصحاب ڪرام رضي الله عنهم جو تعداد به ٣١٣ هو، جن هڪ هزار کان زياده ڪافرن کي ماري ڀڄايو. حضرت طالوت جو لشڪر، جنهن جالوت جي لشڪر کي شڪست ڏني، تنهن جو تعداد به ٣١٣ هو. ان لاءِ اهو عدد هڪ خاص اثر رکي ٿو. والله اعلم

# درود شريف لاءِ علامه سخاوي جو ارشاد

بزرگن جو قول آهي ته درود شريف سڀني کان وڏيڪ شفاعت جو وسيلو آهي. ان محبوب نبي ڪريم صلي الله تعالیٰ عليه وآله وسلم تي، جنهن تي خود الله تعالیٰ ۽ سندس ملائڪ درود شريف پڙهندا رهن ٿا. الله پاڪ ان صلوٰة شريف کي دنيا ۽ آخرت ۾ پنهنجي قربت سان خاص فرمايو آهي. درود شريف هڪ زبردست نور آهي ۽ اهڙو واپار آهي

جنھن ۾ گناھ نہ آھي.

علامہ سخاوي رحمة الله عليه فرمائي ٿو تہ صلوٰة شريف پڙھڻ سان انسان جا اعمال صاف ٿين ٿا. ھي اھو نور آھي، جنھن جو ڪوبہ مقابلو ڪري نٿو سگھي. اميدون اُنھيءَ جي برڪت سان پوريون ٿين ٿيون، دل پُرنور ٿئي ٿي، الله پاڪ جي رضا ۽ خوشنودي حاصل ٿئي ٿي ۽ قيامت ۾ سختيءَ کان پناھ ۾ رھندو ۽ گنھگارن جو بيڙو پار ڪرڻ واري شيءِ اھائي صلوٰة شريف آھي. ھي سڀني عملن کان وڌيڪ اجر ۽ ثواب ڏيارڻ وارو عمل آھي. (آمين)

## محبوب صلى الله عليه وآله وسلم جن جو سڀني کان سٺي اُمتيءَ کي ڇُهِمي ڏينھن

حضرت شيخ ابن حجر مڪي رحمة الله عليه جي روايت آھي تہ ھڪ شخص ھر رات سمھڻ مھل حضور صلى الله عليه وآله وسلم تي درود شريف پڙھندو ھو، تنھن ھڪ رات خواب ۾ ڏٺو تہ حضور سرور عالم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن تشريف فرما ٿيا آھن.
ان سياڳي جو سارو گھر روشن ۽ سُرھاڻ سان مھڪي ويو.

آيا آس ٿيام، بارو چا پنھور ۾،
پسي پَھَرِ پنھون جي، ٿين سرنھِ ڦريام،
گوندر وسريام، شڪن شاخون ڪيون.

—

ڪيچان آيو قافلو، عطر آڻندا سُرڻ،
ڪٿوري خوشبوءِ سين، ون ٽڻ واسياڻون،
پسندي پنھون جام کي، وسرين وڃياڻون،
ڪيما ڪوڙياڻون، ورين بخت ڀنيور جو.
(شاھ لطيف)

---

ڪيچ علم - از رسالہ علامہ قاضي.

حضور سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن ڪيس فرمايو ته تنهنجو وات، جنهن سان تون اسان تي درود پڙهندو آهين، اسان ڏي ڪر ته اسين ان کي چُمون. ان شخص شرمائيندي پنهنجو ڳل پيش ڪيو. ان کان پوءِ ڪيس ننڊ مان سجاڳي ٿي پيئي، چا ڏسي ته سارو گهر مشڪ ۽ عنبر کان وڌيڪ خوشبوءِ سان مهڪي رهيو آهي. وڏو فائدو صلوٰة سڳوريءَ جو اهو آهي، جو خود حضرت پيغمبر ڪريم صلى الله عليه وآله وسلم جن جي زيارت نصيب ٿئي ٿي. خاص ڪري جيڪو هن ڪتاب جا درود شريف پڙهندو، تنهن کي جلد ڪاميابي حاصل ٿيندي. اِنْ شَآءَ اللّٰهُ تَعَالىٰ.




حضرت رفيع رضى الله عنه، حضور اڪرم صلى الله عليه وآله وسلم جن جو هيءُ قول مبارڪ نقل فرمائين ٿا ته محبوب سيد عالم صلى الله عليه وآله وسلم جن فرمايو ته جيڪو شخص هيءُ درود شريف پڙهي ته ان لاءِ منهنجي شفاعت واجب آهي. اهو درود شريف هي آهي:

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ ط

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ وَّاَنْزِلْهُ الْمَقْعَدَ الْمُقَرَّبَ يَوْمَ الْقِيٰمَةِ ط

يعني: اي الله! محمّد صلی الله عليه واٰلہٖ وسلم تي درود موڪل ۽ انهن کي قيامت جي ڏينهن اعلیٰ درجي تي فائزڪر، جيڪو تو وٽ نهايت مقرب ۽ مٿاهون مقام هجي.

## بي مثال محبت

ابن مسعود رضی الله عنه فرمايو ته حضور صلی الله تعالیٰ عليہ واٰلہٖ وسلم جن ارشاد فرمايو:

اِنَّ اَوْلَى النَّاسِ بِيْ يَوْمَ الْقِيٰمَةِ اَكْثَرُهُمْ عَلَيَّ صَلَاةً

يعني قيامت جي ڏينهن سيني کان ويجها اسان کي اهي شخص هوندا، جن ڪثرت سان درود شريف پڙهيو هوندو.

ان کان وڌيڪ ٻي ڪهڙي نعمت گهرجي، جو حضور صلی الله عليه واٰلہٖ وسلم جن جو سايو مبارڪ نصيب ٿئي ۽ محبوب نبي ڪريم صَلَّى اللهُ تعالیٰ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وسلم جن سان اسين گڏ هجون ته پوءِ ڪهڙو خوف ۽ ڪهڙو خطرو. اها محبت، بيمثال هوندي ۽ بيمثال نعمت.

## امام رازيؒ جو فلسفو

حضرت امام فخر الدين رازي رحمة الله عليه فرمائي ٿو ته، استغفار ۽ درود ٻنهي مان بهتر آهي ته توهين صرف درود پاڪ پڙهو ۽ استغفار جو ڪم حُضور سيد عالم صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وسلم جن

ڦي ڇڏي ڏيو ؛ جو تہ درود شريف تہ سراسر فعلِ الاهي آهي ، ان جي منظور ۽ نامنظور ھجڻ جو ڪو سوال ئي پيدا نٿو ٿئي ، مگر استغفار دُعا ھڪ درخواست آهي ، ان جي ڪا گارنٽي نہ آهي ، قبول ٿئي يا نہ بہ ٿئي . اگر دُعا ۾ اخلاص وغيرہ شامل نہ آهي تہ ان جي قبول نہ ٿيڻ جو انديشو آهي ، انهي لاءِ استغفار جو يقين نٿو ڪري سگهجي ، مگر درود شريف جي قبوليت ۾ ڪنهن شڪ ۽ شبهي جي ڪا بہ گنجائش نہ آهي . ان لاءِ اها وات اطمينان بخش ۽ پُرامن وات آهي تہ اسين زيادہ کان زيادہ درود شريف جو ورد جاري رکون ۽ استغفار يا بخشش جو ڪم محبوب سيد عالم صلی اللہ عليه وآلہٖ وسلم جن جي حوالي ڪريون ، پاڻ هميشه پنهنجي امت جي لاءِ استغفار ڪندا رهن ٿا ۽ حضور سرور ڪونين صلی اللہ عليه وآلہٖ وسلم جن جي دعا ۽ استغفار هر حال ۾ قبول ئي قبول آهي . هيڏانهن اسان جو درود بہ قبول ، هوڏانهن حضور اقدس صلی اللہ عليه وآلہٖ وسلم جي استغفار بہ قبول . ٻنهي ئي پاسن کان ڪاميابي ئي ڪاميابي آهي .

ثمر ڇَنيِن نہ سَاڻ، هوت حِمايتي تِن جو؛
ڪري ڇيچ ڇَپر ۾ ، پُنهون ايندو پَاڻَ،
تَيندي رُوح رِهَاڻَ ، لَحظي مَنجهہ لطيفُ چَئي .
(شاہ قدس سرہٗ)

## عشق ۽ عبادت

عشق ۽ عبادت ۾ ايترو فرق آهي ، جيترو زمين ۽ آسمان ۾ عبادت ۾ سجدو لازمي آهي ۽ عشق ۾ درود شريف . عبادت ۾ جنت ملي ٿي ۽ عشق ۾ اللہ جو جمال ؛ مگر جنت اللہ تعالیٰ جي جمال کان سواءِ بي معنیٰ ، بي رنگ ۽ بي مزي آهي . تحقيق آهي تہ عبادت ڪري جنت حاصل ڪرڻ ۾ مزو آهي ، مگر درود شريف پڙهي جمالِ الاهي حاصل

ڪرڻ ۾ وڏيڪ لطف ۽ مزو آهي.

## مجلس ۾ مغفرت

صوفين ڪرامن مان هڪ بزرگ نقل ٿو ڪري ته هڪ شخص جنهن جو نالو "مسطح" هو، سو ساري عمر گناهن ۾ غرق رهيو. مرڻ کانپوءِ ڏٺو ويو ته خوب مزي ۽ شان سان هو. مون کانئس پڇيو ته اهو انعام توکي ڪيئن حاصل ٿيو، جو الله تعاليٰ فورًا مغفرت فرمائي ۽ وڏا انعام اڪرام توکي عطا ڪيا. ٻڌاءِ ته ڪهڙي عمل جي بدلي ۾ توکي اهــا سعادت نصيب ٿي؟ چيائين ته مان هڪڙي حديث شريف لکڻ واري استاد وٽ وينو هوس، جڏهن استاد حديث شريف لکڻ وقت درود شريف پڙهيو ٿي ته مون به زور سان درود شريف پڙهيو ٿي. بس انهيءَ جي ڪري الله تعاليٰ مون کي ۽ ساري مجلس وارن کي بخشي ڇڏيو آهي. بيشڪ هو خود مختار ۽ مالڪ آهي.

## تاج ۽ رحمت

حضرت ابو العباس احمد بن منصور رضي الله عنه جو جڏهن انتقال ٿي ويو ته شيراز وارن مان هڪ بزرگ انهن کي خواب ۾ ڏٺو ته ابو العباس احمد شيراز جي جامع مسجد ۾ بيٺا آهن ۽ محراب جي اندر بيٺا آهن، سندن بدن تي نهايت قيمتي لباس آهي، مٿي تي چمڪدار تاج آهي، جو موتين ۽ جواهرن سان ٺهيل پيو آهي. خواب ڏسڻ واري بزرگ حيرت مان پڇيو ته حضرت! هيءُ ڪهڙو اعزاز آهي، جنهن

مون کي حيرت ۾ وجهي ڇڏيو آهي ؟ حضرت ابوالعباس احمد فرمايو ته الله تبارڪ وتعاليٰ منهنجي مغفرت فرمائي ۽ مون تي وڏا ڪرم ڪيا آهن ۽ مون کي هيءَ وگهو ۽ تاج عطا فرمايو آهي. اهو سڀ محبوب نبي ڪريم صلى الله عليه وآله وسلم جن تي درود ڪثرت سان پڙهڻ جي سبب انعام مليو اٿم.

## بي نظير درود شريف

حضرت ابنِ عباس رضي الله عنه فرمائين ٿا ته حضور پُر نور صلى الله عليه وآله وسلم جن فرمايو ته جيڪو شخص هيءُ دُعا ڪري:

**جَزَى اللّٰهُ مُحَمَّدًا مَا هُوَ اَهْلُهٗ**

”يعني: الله تعاليٰ! اسان جي طرفان (محبوب) محمد صلى الله عليه وآله وسلم جن (۽ سندن اهل پاڪ) کي جزا ڏي، جنهن جا اُهي مستحق آهن“.

ته ان جو ثواب ستر ملائڪن کي محنت ۾ وجهندو آهي. يعني الله پاڪ جا ستر ملائڪ هڪ هزار ڏينهن تائين ان شخص جي لاءِ دُعا گهرندا رهندا. سُبحَانَ اللهِ.

## درود شريف دعا به آهي ۽ دوا به آهي

هڪ علامه بزرگ، جنهن جو نالو حضرت ابن المشتهر جي نالي سان مشهور آهي، سو فرمائي ٿو ته جيڪو شخص چاهيندو هجي ته

الله تعاليٰ جي اهڙي حمد ۽ تعريف ڪريان، جا سڀ کان افضل هجي ۽ ايجا تائين ڪنهن به مخلوق اهڙي حمد نه ڪئي هجي، جا اولين ۽ آخرين ۽ مقرب ملائڪن آسمان ۽ زمين وارن سيني کان افضل هجي ۽ خاص الخاص اهڙو درود شريف، جو سيني کان افضل ترين هجي ته هي درود شريف پڙهي،

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ ؕ

اَللّٰهُمَّ لَكَ الۡحَمۡدُ كَمَآ اَنۡتَ اَهۡلُهٗ فَصَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ كَمَآ اَنۡتَ اَهۡلُهٗ وَافۡعَلۡ بِنَا مَآ اَنۡتَ اَهۡلُهٗ فَاِنَّكَ اَهۡلُ التَّقۡوٰى وَاَهۡلُ الۡمَغۡفِرَةِ

يعني اي الله! سڀ حمد ۽ تعريف تنهنجي لاءِ آهي، جيڪا تنهنجي شان جي مطابق آهي پوءِ تون محمّد صلى الله عليه وآله وسلم جن تي درود موڪل، اهو جيڪو تنهنجي شان وٽان آهي. اي الله! تون مون سان به اهو ورتاءُ ڪر، جيڪو تنهنجي شان جي مطابق ۽ تنهنجي شاياڻ شان هجي. بيشڪ، تون ئي ان جو مستحق آهين، جو تو کان ڊڄڻ گهرجي ۽ تون ئي مغفرت ڪرڻ وارو آهين.

هيءُ درود به آهي ۽ دُعا به آهي. الله تعاليٰ اسان سيني کي توفيق عطا فرمائي، جيئن اسين هن درود کي بار بار پڙهون ۽ ٻين کي به سيکاريون. آمين.




علامہ سخاوي رحمة الله عليه هڪ حديث شريف حضور پُرنور صلى الله عليه وآله وسلم جن کان نقل ٿو ڪري ته ٽي ماڻھو قيامت جي ڏينھن الله تعالىٰ جي عرش عظيم جي پاڇي هيٺ هوندا، جنھن ڏينھن ان پاڇي کان سواءِ ڪا به ڇانوَ نہ هوندي هڪ اهو شخص جيڪو ڪنھن مصيبت زده جي مصيبت کي هٽائي ٿو . ٻيو اهو شخص جيڪو منھنجي سنت کي وري زنده ڪري ٿو ۽ ٽيون اهو جيڪو مون تي ۽ منھنجي آل تي ڪثرت سان درود پڙهي ٿو .

بِسْمِ اللهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ ؕ

اَللّٰهُمَّ صَلِّ وَسَلِّمْ عَلٰى مُحَمَّدٍ عَبْدِكَ وَرَسُوْلِكَ وَصَلِّ عَلَى الْمُؤْمِنِيْنَ وَالْمُؤْمِنَاتِ وَالْمُسْلِمِيْنَ وَالْمُسْلِمَاتِ ؕ




حضرت خالد ابن ڪثير رحمة الله عليه جي وفات جو وقت جڏهن ويجهو آيو ، تڏهن ماڻھن سندن سيرانديءَ وٽ هڪ پرچو پيل ڏٺو ، جنھن تي هي مضمون لکيل هو : بَرَاءَةٌ مِّنَ النَّارِ لِخَالِدِ ابْنِ

ڪَثِيْرٍ- يعني خالد بن ڪثير کي دوزخ کان نجات آهي. انهي پرچي کي ڏسي، ماڻهن گڏ ٿي، سندن گهر وارن کان پڇيو ته ڪهڙو سبب آهي؟ سڀئي حيران ۽ بيقرار هئا ته ڏسون ته ڪهڙي سبب اهو پرچو کين مليو آهي! گهر وارن کان معلوم ٿيو ته حضرت خالد جو عمل هوندو هو، جو هر جمعي تي ڏهه هزار ڀيرا حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن تي درود شريف پڙهندو هو ۽ ان کان سواءِ سندن اهو معمول هوجو روزانو رات جو نهايت ادب سان ڏهه هزار ڀيرا هي درود شريف هميشه پڙهندا هئا:

وَڏاوَڻُ وَنڪارجا، جِتِ نانگ سُجهن نيلا،
اُتِي عَبدُاللّطِيف چئي، ڪياهيڪلين ڇيلا،
جِتِ ڪُرَّم نه قبِيلا، اُتِ رَسِج رَهبر راهه ۾.
(شاه قدس سرهٗ)

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدِ النَّبِيِّ الْاُمِّيِّ وَاٰلِهٖ وَبَارِكْ وَسَلِّمْ

سبحان الله! هن درود شريف جي محبت ۽ ادب سان پڙهڻ جو انعام کين هن دنيا ۾ ئي سند ۽ پرواني جي صورت ۾ ملي ويو. اڃا آخرت ۾، جيڪي ڪجهه ملندو، سوچ ۽ سمجهه کان ٻاهر آهي. هن فاني دنيا ۾ اهڙا بي پهتل بزرگ پيا آهن، جيڪي نماز ۾ التحيات پڙهڻ ويهن ٿا ته جڏهن "اَلسَّلَامُ عَلَيْكَ يَآاَيُّهَا النَّبِيُّ" چون ٿا ته حضور اڪرم صلى الله عليه وآله وسلم جن انهن کي باقاعده جواب ۾ "وَعَلَيْكُمُ السَّلَامُ وَرَحْمَةُ اللّٰهِ وَبَرَكَاتُهٗ" فرمائين ٿا. اها سڀ درود شريف جي برڪت ۽ پلائي آهي ۽ انهي آسان عمل سان حاصل ٿي سگهي ٿي.



سڀ کان اول قبر ۾ جنهن کان سوال ڪيو ويندو، اهو روح آهي ۽ روح کي پاڪ ڪرڻ لاءِ، صلواة سڳوري کان وڌيڪ ڪا شيءِ ڪانهي. حضور پُرنور صلى الله عليه وآله وسلم جن خود فرمايو آهي ته اسان تي زياده کان زياده صلواة پڙهو، ڇو جو اهو توهان جي لاءِ پاڪائيءَ جو وسيلو آهي- (ابوالعلیٰ موصلي). يعني حضور پُرنور صلى الله تعالیٰ عليه وآله وسلم جن پاڻ انهيءَ ڳالهه جو اعلان ڪري ڇڏيائون، ته پاڪيزگيءَ جو نسخو صلواة شريف آهي. صلواة شريف انسان ۽ سندس روح کي اهڙو ته پاڪ ڪري ٿي، جنهن جو ڪو مثال ناهي. ايتري قدر جو، جن با علم عالمن، فقيهن، محدثن ۽ فقيرن درود وسلام جي چلهه ۾ سندرو ٻڌي، ڪثرت سان ورد ڪيو، انهن کي محبوب تاجدار عالم صلى الله عليه وآله وسلم جن جي روحانيت جي برڪت سان لکين گناهگارن کي شفاعت جي بشارت هن دنيا ۾ ئي ملي ويئي. انهن محدثن ۽ فقيهن کي اهڙيءَ طرح انشاء الله تعالیٰ روز قيامت ۾ ٻ گناهگارن جي شفاعت جو حق حضور سرورعالم صلى الله تعالیٰ عليه وآله وسلم جن عطا فرمائيندا. جهڙيءَ طرح باڪمال عاشق رسول (صلى الله عليه وآله وسلم) حضرت اويس قرني رضی الله عنه کي حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن حضرت عمر فاروق رضی الله عنه ۽ حضرت علی ڪرم الله وجهه جن هٿان پيغام موڪليو ته "اوهين ته امتِ محمديءَ جي مغفرت ۽ بخشش لاءِ دُعا گهرو" حالانڪ شفاعت جا صاحب

محبوب پاڪ جن ياڻ آهن؛ ليڪن رب پاڪ محبوب سيّد عالم صلى الله عليه وآله وسلم جن جي سفارش سان اهو اعزاز امت جي ڪجهه ولين، بزرگن ۽ فقيرن کي ب عطا فرمايو آهي. ان کان وڌيڪ ٻي عزت افزائي ڪهڙي ٿي سگهي ٿي. سُبْحَانَ اللّٰه!

اهڙي طرح هڪ زبردست محدث عالم حضرت شيخ شاذلي رحمة الله عليه جو اهو شان هو، جو پاڻ پنجن ئي وقتن جي نماز حضرت پيغمبر ڪريم صلى الله عليه وآله وسلم جن جي پويان ادا ڪندا هُئا. هڪ ڏينهن حضور صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن کيس فرمايو ت اي شاذلي (رحمة الله عليه)! تون قيامت جي ڏينهن هڪ لک ماڻهن جي شفاعت ڪندين؛ ڇو جو تون محبت، ادب ۽ اخلاص سان اسان تي درود شريف پڙهندو رهين ٿو. (مَعَارِجُ المُؤْمِنِيْنَ)

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اٰلِهٖ وَاَصْحَابِهٖ وَبَارِكْ وَسَلِّمْ.

درود شريف خلوص ۽ محبت سان پڙهڻ سان ماڻهو ايڏي وڏي شانائتي منزل کي وڃي پهچي ٿو، جنهن جو دنيا ۾ ڪو گمان ب نٿو ڪري سگهي. سيني کان وڏي عبادت اها آهي. حضور پُرنور صلى الله عليه وآله وسلم جن سان گڏ هجڻ ڪيڏي وڏي سعادت ۽ نيڪبختي آهي. هي عاشقي جو فلسفو يا محبت ۽ فقيري جو فلسفو آهي؛ ڇاڪاڻ ت رسول اڪرم صلى الله عليه وآله وسلم جن پاڻ فرمايو آهي ت جيڪو سيني کان زياده اسان تي درود شريف پڙهندو، اهو قيامت ۾ سيني کان وڌيڪ اسان کي ويجهو ۽ نزديڪ هوندو. ان کان وڌيڪ ٻي ڀلا ڪهڙي نعمت آهي، جو خود رسول الله صلى الله عليه وآله وسلم جن

جي رفاقت نصيب ٿئي. ۽ ڏا نيڪ بخت آهن اهڙا رفيق.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اٰلِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّبَارِكْ وَسَلِّمْ ۝

## مُترجم طوفان هڪ بيت تي تبصرو

دل از عشق محمد ریش دارم
رفاقت باخدائے خویش دارم

حضور محبوب سيد عالم صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن جو هڪ سچو عاشق فرمائي ٿو ته مون پنهنجي دل حضور صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن جي محبت ۾ هميشه لاءِ زخمي ۽ چور چور ڪري ڇڏي آهي. سندن فراق ۾ منهنجي دل بيدار آهي. انهيءَ محبت واري معاملي ۾ مان به الله تعاليٰ جو رفيق آهيان: ڇاڪاڻ جو رب پاڪ به منهنجي مٺي محبوب محمد صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن سان محبت ۽ عشق رکي ٿو ۽ مان به ان جو غلام ۽ عاشق آهيان. ان ڪم ۾ پنهنجو الله ۽ آئون ٻئي سندس بندو ٻئي گڏ رفيق آهيون.

ڏسو ته حضور صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن جي محبت جو نتيجو، جنهن بندي کي الله جو رفيق بنائي ڇڏيو. انهيءَ راه تي

بندو ۽ الله، گڏ نظر اچي رهيا آهن. بندي جي عظمت ۽ بلنديءَ جو عروج ته ڏس جو ان کي محبوب مُحَمَّد صلی الله عليه وآله وسلم جي محبت ۽ عشق مان، الله تعالیٰ ڪيتري نه آسانيءَ سان ملي ويو ۽ رفيق بڻجي ويو. مگر اهو عشق ۽ اها محبت سواءِ درود شريف جي ٻيءَ ڪنهن به عبادت مان حاصل نٿي ٿي سگهي. جيڪڏهن محبت جي معاملي ۾ الله جا رفيق بڻجڻ جا خواهشمند آهيو ته حضور صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم جن تي رات ۽ ڏينهن، اٿندي ۽ ويهندي، هلندي ڦرندي درود شريف پڙهو پوءِ ڏسو ته ڪٿي ٿا پهچو.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰٓى اٰلِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ عَدَدَ مَا فِيْ عِلْمِ اللّٰهِ صَلٰوةً دَآئِمَةً بِدَوَامِ مُلْكِ اللّٰهِ ط

## رحمت جي پالوٽ

ڪتاب "وسيلة العظمیٰ" ۾ هڪڙي حڪايت بيان ڪيل آهي ته هڪ شخص حضورِ اقدس صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم جن وٽ اچي ڪين سلام عرض ڪيو، ان وقت زيد بن ثابت رضی الله عنه

حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن سان گڏ هو. حضرت زيد رضي الله عنه فرمائي ٿو ته ان ماڻهوءَ جي هٿ ۾ اُن جي مُهار هئي ايتري ۾ مٿان هيو شخص پهچي ويو ، تنهن اچي عرض ڪيو ته هن منهنجوا اُٺ چورايو آهي. ان وقت اُٺ رڙ ڪئي. حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن اٺ ڏانهن ڌيان ڪيو ۽ ان اعرابيءَ کي فرمايائون ته تون غلط ۽ ڪوڙو آهين. اهو اعرابي اتان هليو ويو. حضور پُرنور صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن پهرئين ماڻهوءَ کي فرمايو ته تون جنهن وقت هتي اچي بيٺين ، ان وقت تون ڇا ڪري رهيو هئين؟ جو تنهنجي هن اُٺ اسان سان ڳالهايو؟ ان ماڻهوءَ عرض ڪيو ته يا رسول الله صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَآلِهٖ وَسَلَّمَ ! منهنجا ماءُ - پيءُ اوهان مٿان قربان، آئون ان وقت اوهان تي درود شريف پڙهي رهيو هوس. حضور اقدس صلى الله عليه وآله وسلم جن فرمايو ته جنهن وقت تهنجو اُٺ اسان سان حقيقت بيان ڪري رهيو هو، تنهن وقت اسان ڏٺو ته الله جا نوري ملائڪ تمام گهڻي تعداد ۾ مٿان لهي رهيا هئا. يعني ان شخص جي درود پڙهڻ جي برڪت سان اُٺ به واقعو بيان ڪيو ۽ رحمت جي ملائڪن جو نزول به ٿي رهيو هو. اها آهي درود جي برڪت.

## حضور صلى الله عليه وآله وسلم جي زيارت ۽ ملاقات

علامه سخاوي رحمة الله عليه فرمائي ٿو ته جيڪو شخص هميءَ درود شريف حضور سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم تي پڙهندو

ته اهو نبي ڪريم صلى الله عليه وآله وسلم جن جو خواب ۾ ديدار ڪندو ۽ قيامت ۾ به سندن زيارت سان مشرف ٿيندو ۽ پاڻ ڪريم صلى الله عليه وآله وسلم جن ان جي سفارش ڪندا ۽ حوض ڪوثر تي ان کي آب ڪوثر پياريندا.

آئنجي ته سو جيڏيون، منهنجي پنهون جي پابوه،
ته سنجهي ۽ صبوح، هوند ته ويان وسري.
(شاه قدس سره)

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى رُوْحِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ فِى الْاَرْوَاحِ وَعَلٰى جَسَدِهٖ فِى الْاَجْسَادِ وَعَلٰى قَبْرِهٖ فِى الْقُبُوْرِ ○

هن درود شريف جي معنىٰ آهي ته ” اي الله! درود موڪل اسان جي سردار محمد رسول الله صلى الله عليه وآله وسلم جن جي روح مبارڪ تي ۽ سندن جسم مبارڪ تي ۽ سندن قبر مبارڪ تي“.

## مرض جي خاتمي لاءِ درود شريف

”نزهة المجالس“ ڪتاب ۾ آهي ته هڪ نيڪ ۽ صالح شخص شهاب الدين ابن ارسلان رحمة الله عليه وٽ ويو (جو هڪ وڏو زاهد عابد ۽ عارف بالله شخص هو) ۽ پنهنجي مرض جي تڪليف بيان ڪيائين. انهن فرمايو ته ترياق ۽ مجرب دوا ڪم ۾ ڇو نٿو آڻين

غافل؟ مئي درود شريف پڙهندو رهه، مرض از خود رفع ٿي ويندو.
درود شريف هي آهي:

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

اَللّٰهُمَّ صَلِّ وَسَلِّمْ وَبَارِكْ عَلٰى رُوْحِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ فِى الْاَرْوَاحِ وَصَلِّ وَسَلِّمْ عَلٰى قَلْبِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ فِى الْقُلُوْبِ وَصَلِّ وَسَلِّمْ عَلٰى جَسَدِ مُحَمَّدٍ فِى الْاَجْسَادِ وَصَلِّ وَسَلِّمْ عَلٰى قَبْرِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ فِى الْقُبُوْرِ ○




ڪتاب "روضة الفائق" ۾ هڪ قصو بيان ڪيل آهي، جنهن ڪي سفيان ثوري رحمة الله عليه بيان فرمايو آهي ته مان بيت الله شريف جو طواف ڪري رهيو هوس. مون هڪ شخص کي ڏٺو جو هر قدم تي درود شريف پڙهي رهيو، ٻي ڪا به شئي تسبيح تهليل وغيره اصل نٿي پڙهيو. مون ڪانئس ان جو سبب پڇيو ته ان

شخص ٻڌايو ته منهنجو پيءُ رستي ۾ بيمار ٿي پيو ۽ فوت ٿي ويو. سندس منهن سياه ڪارو ٿي ويو هو. مان اهو ڏسي سخت پريشان ٿي پيس، روئندي روئندي منهنجي اک لڳي وئي، ايتري ۾ ڏٺم ته هڪ نهايت خوبصورت بزرگ، جنهن جهڙو حسين شخص مون ڪڏهن به ڪونه ڏٺو هو ۽ ان جي بدن مان جيڪا خوشبوءِ آئي ٿي تنهن جهڙي خوشبوءِ مون ڪڏهن به نه سنگهي هئي. سو ٽڪو ٽڪو هلندو آيو ۽ ان بزرگ اچڻ شرط منهنجي پيءُ جي منهن تان چادر هٽائي ۽ منهن تي پنهنجو هٿ مبارڪ ڦيرايو ته سندس منهن نوراني ۽ سفيد ٿي پيو. جڏهن اهو بزرگ واپس وڃڻ لڳو ته مون کين منٿ ڪئي ۽ سندن نالو پڇيو. ان بزرگ جواب ڏنو ته "مان محمّد بن عبد الله (صلى الله عليه وآله وسلم) آهيان. تنهنجو پيءُ وڏو گناهگار شخص هو، مگر مون تي هميشه درود شريف پڙهندو رهندو هو، سو مون سندس فرياد ٻڌو ۽ سندس مدد لاءِ پهچي ويس. مان ان شخص جي فرياد رسي ڪندو آهيان، جيڪو مون تي گهڻو درود شريف پڙهي ٿو." سو مان هاڻي رات ڏينهن درود شريف پڙهڻ ۾ مشغول آهيان.

ٿورا، نه ٿورا، مون تي مارُوئڙن جا،
پلايون پيرا، ڳڻي ڳڻيندس ڪيترا.

(شاهه لطيف)

## هڪ لک نيڪين لاءِ درود شريف

حضرت مولانا محمّد علي خان رامپوري پنهنجي مشهور ڪتاب ”فلاح دين ۽ دنيا“ ۾ فرمائي ٿو تہ جيڪو شخص خلوصِ دل، بيپناھ محبت ۽ ادب سان هڪ دفعو بہ حضور صلی اللہ علیہ وآلہٖ وسلم جن تي صلواة سڳوري پڙهي ٿو تہ اهو شخص گناهن کان پاڪ ٿي وڃي ٿو، ڄڻ تہ ماءُ جي پيٽ مان هينئر ڄائو آهي ۽ سندس اعمال نامي ۾ هڪ لک نيڪيون لکيون وڃن ٿيون ۽ سندس شمار جيئرن اوليائن ۾ لکيو وڃي ٿو.

## ستر هزار ڏينهن ستر هزار راتيون

”مزرع الحسنات“ ۾ درج آهي تہ جيڪڏهن ڪو شخص هن درود شريف کي پڙهي ٿو تہ اللہ تعالیٰ جا ستر ملائڪ هزار ڏينهن تائين ان شخص جي اعمالنامي ۾ نيڪيون لکندا رهندا. درود شريف هي آهي:

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰۤى اٰلِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ كَمَا تُحِبُّ وَتَرۡضٰى لَهٗ.

يعني: يا اللہ! تون حضور آقا محبوب محمّد صلی اللہ علیہ وآلہٖ وسلم ۽ سندن آل تي سلامتي موڪل، جو تنهنجو محبوب ۽ پسنديده پيغمبر آهي.

جهڙي سين سنيھ جن، ڳالهيون پرين تنهنجون،
لون لون هيٺ وڃن، رڳون رباب جيئن.
(شاھ لطيف)

حضرت عبدالرحمان صديقي صاحب پنهنجي تصنيف ۾ فرمائين ٿا ته خاص ڪري طالب علمن لاءِ لازم هئڻ گهرجي ته هو گهٽ ۾ گهٽ روزانو هڪ سؤ ڀيرا درود شريف جو ورد ڪري ڇڏين: ڇو جو ان سان قلب روشن ۽ منور ٿئي ٿو. مون ٿاڇين جو به اهو تجربو ڪيل آهي. واقعي دل کي روشن ۽ قلب کي منور ڪرڻ وارو ڪو وظيفو آهي ته درود شريف ئي آهي. انهيءَ لاءِ درود شريف کي تاج الوظائف چوندا آهن، يعني وظيفن جو تاج ۽ وظيفن جو سردار.

پايو مُنهن مون ۾ ويٺا ئي وهسن،
جوڳي جاڳاڪن، آيا الوهيت ۾.

(سُر رامڪلي. شاهه لطيف)

## حضرت جبرئيل عليه السلام جي پيدائش جو راز

حضرت جبرئيل عليه السلام جون هڪ هزار زبانون ۽ ڇهه سؤ ڇيڪ آهن. مٿي ڪان وٺي پيرن تائين مٿس زعفران جهڙا وار آهن، ۽ سندس هنهي اکين جي وچ ۾ هڪ سج آهي ۽ هر هڪ جي مٿان هڪ ستارو، مثل چنڊ جي روشن آهي. هر روز ٽي سؤ سٺ دفعا نور جي درياءَ ۾ ٽبي لڳائي ٿو. جڏهن نور جي درياءَ مان ٽبي هڻي نڪري ٿو ته پنهنجا پک ڇنڊي ٿو، انهن مان ڪيترائي قُرا ڪِرن ٿا، انهن قرن ۽ هر هڪ قطري مان الله تعالىٰ هڪ ملائڪ پيدا ٿو فرمائي، جيڪو قيامت تائين الله تعالىٰ جي حمد ۽ تسبيح ڪندو رهندو. هڪ ڏينهن حضرت جبرئيل عليه السلام حضور صلى الله عليه وآله وسلم

جن جي خدمتِ اقدس ۾ حاضر ٿيو ۽ عرض ڪيائين ته يارسول الله صلى الله عليه و آله وسلم ! رب تعالیٰ جَلَّ جَلالهٗ مون کي جڏهن پيدا فرمايو، تڏهن ڏهن هزارن سالن تائين ته مون کي ڪا به خبر نه پيئي ته مان ڇالاءِ پيدا ڪيو ويو آهيان ۽ مان ڇا ڪريان. ڏهن هزارن سالن کانپوءِ ندا آئي: اي جبرئيل (عليه السلام) ! تڏهن مون کي خبر پيئي ته منهنجو نالو جبرئيل (عليه السلام) آهي. مون ان وقت جواب ۾ عرض ڪيو ته "لبيڪ اللهم لبيڪ". الله جَلَّ جَلالهٗ حڪم فرمايو ته منهنجي حمد ۽ ثنا بيان ڪريو. پوءِ ڏهن هزارن سالن تائين مان الله تعالیٰ جي پاڪائي بيان ڪندو رهيس. وري حڪم ٿيو ته منهنجي بزرگي ۽ وڏائي بيان ڪريو ته ڏهن هزارن سالن تائين مان رب پاڪ جي وڏائي ۽ بزرگي بيان ڪندو رهيس. تنهن کان پوءِ مون تي عرشِ عظيم جو نور ظاهر ٿيو، مون عرش مٿي هي ڪلمو شريف:

لَآ اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ مُحَمَّدٌ رَّسُوْلُ اللّٰهِ ط

صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّمْ ط

لکيل ڏٺو. مون عرض ڪيو ته اي خالقِ اڪبر! هي محمد الرسول الله ڪير آهن؟ حڪم ٿيو ته: اي جبرئيل (عليه السلام) ! اگر محمد (صلى الله عليه وآله وسلم) جن نه هجن ها ته مان توکي پيدا ئي نه ڪريان ها. نه جنت پيدا ڪريان ها ۽ نه دوزخ، نه چنڊ، نه سج ۽ نه ڪا ٻي ڪا مخلوقات. اي جبرئيل (عليه السلام) ! محمد (صلى الله تعالیٰ عليه وآله وسلم) تي درود پڙهه. پوءِ مان ڏهه هزار سال اوهان تي

درود پڙهندو رهيس. هن مان ظاهر ٿيو ته جبرئيل عليه السلام کي الله تعاليٰ چا جي لاءِ پيدا فرمايو.

## درود شريف جي مدد

هر مشڪل، هر مصيبت ۽ ڪم ۾ مدد جي لاءِ درود شريف هڪ نعمت آهي ۽ آخرت ۾ به هر ڪنهن تڪليف ۽ مصيبت کان امن ۽ پلصراط تان اک ڇنڀ ۾ گذري وڃڻ، اهي سڀ درود شريف جا ئي معجزا آهن.

## حضور صلي الله عليه وآله وسلم جن جو سجدو ۽ الله تعاليٰ جو جواب

حضرت عبدالرحمان بن عوف رضي الله عنه کان روايت آهي ته هڪ ڏينهن حضور صلي الله عليه وآله وسلم جن ٻاهر نڪتا ۽ روانا ٿي ويا، تانجو هڪ کجين جي باغ ۾ پهچي، الله کي سجدو ڪيائون اهو سجدو ايڏو ته ڊگهو ڪيائون، جو مون کي خوف ٿيڻ لڳو ته (الله نه ڪري) حضور صلي الله عليه وآله وسلم جن شايد رحلت فرمائي ويا، سو مان ويجهي ڪين ته ڏسڻ لاءِ ويس ته پاڪ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن مٿو مبارڪ سجدي مان ڪنيو ۽ مون کي فرمايائون ته عبدالرحمان! جبرئيل عليه السلام آيو هو. سو اسان کي اها خوشخبري ٻڌائي ويو آهي ته الله تعاليٰ فرمايو آهي ته جيڪو شخص اوهان تي درود شريف پڙهندو، الله تعاليٰ بيشڪ ان تي پنهنجون رحمتون نازل فرمائيندو ۽ جيڪو اوهان تي سلام چوندو، ته الله تعاليٰ ان شخص

تي ڏهه ڀيرا سلام موڪليندو.

## درود شريف جي اصل جاءِ

ابن جوزي رحمة الله عليه نقل فرمايو آهي ته درود شريف سواءِ عرشِ عظيم جي ڪنهن ٻي جاءِ تي نٿو بيهي. اگر ڪنهن ملائڪ وٽان لنگهندو آهي ته ان کي به چوندو آهي ته منهنجي پڙهڻ واري کي دعا ڪر، جهڙيءَ طرح ان شخص حضور عليه الصلوٰة والسلام جن لاءِ صلواة پڙهي آهي.

حافظ منذري رحمة الله عليه ڪتاب "ترغيب ۽ ترهيب" ۾ طبرانيءَ جي حوالي سان فرمائي ٿو ته رسول اڪرم صلي الله عليه وآله وسلم جن ارشاد فرمايو ته جيڪو شخص اسان تي هڪ دفعو درود شريف پڙهي ٿو ته الله پاڪ ان تي ڏهه دفعا رحمت جو نزول فرمائي ٿو ۽ جيڪو اسان تي سؤ ڀيرا درود پڙهي ٿو ته الله پاڪ ان کي قيامت ۾ شهيدن سان گڏ جنت ۾ اعلىٰ مقام عطا فرمائيندو.

## فرشتي جو جواب

امام طبراني رحمة الله عليه فرمائي ٿو ته هڪ ملائڪ الله تعالىٰ ان ڪم لاءِ مقرر فرمايو آهي، جو اگر ڪو شخص حضور اڪرم صلي الله عليه وآله وسلم جن تي درود شريف پڙهي ٿو ته جواب ۾ اهو ملائڪ چوي ٿو ته وَاَنْتَ صَلَّى اللهُ عَلَيْكَ — يعني تو تي به الله جي رحمت هجي — (وسيلة العظماء)."زاهد الواعظين" ۾ آهي ته قيامت

جي ڏينهن هڪڙي جماعت اهڙي هوندي، جن جا مُنهن چنڊ وانگر روشن هوندا ۽ انهن جا وار سچن موتين سان گتيل هوندا ۽ نور جي تختن تي ويٺا هوندا جنت وارا انهن کان پڇندا ته توهان فرشتا آهيو يا نبي؟ هو جواب ڏيندا ته اسين نه ته ملائڪ آهيون ۽ نه نبي. اسان کي صرف اهو معلوم آهي ته اسين رسول الله صلى الله عليه وآله وسلم جن جا امتي آهيون. ملائڪ ۽ جنت وارا کانئن پيهر پڇندا ته پوءِ اهو رتبو اوهان کي ڪيئن حاصل ٿيو؟ جواب ڏيندا ته اسين پنج وقت نماز ۽ سنتون، نفل وغيره صحيح ۽ ادب سان باجماعت پڙهندا هئاسون ۽ جڏهن اسان جي سامهون حضور عليه الصلوٰة والسلام جن جو اسم مبارڪ ايندو هو ته سندن عشق ۽ محبت جي سبب اسين دل سان صلوٰة شريف پڙهندا هئاسين:

تُون سَمُون آئون ڳنڌري، مُون ۾ عَيبَ اپار،
پَسِي لَڪَ لَغَارَ، مَتان مانگر مَتَئِين.
(شاھ لطيف)



## پنج ملائڪ

ڪتاب "مجالس الابرار" ۾ بيان آيو آهي ته انسان سان گڏ پنج ملائڪ رهن ٿا. هڪ ساڄي ڪلهي تي، جيڪو نيڪيون لکي ٿو. ٻيو ڏائي طرف، جيڪو گناهه ۽ برايون لکي ٿو. ٽيون اڳيان رهي ٿو، جيڪو نيڪ ڪمن جي تلقين ڪري ٿو. چوٿون پٺيان رهي ٿو، جيڪو بلائن کي دور ڪري ٿو. پنجون پيشانيءَ تي رهي ٿو، جيڪو خاص درود پاڪ لکندو رهي ٿو ۽ حضور پاڪ جي بارگاهه ۾ پهچائيندو رهي ٿو.

سَمُون سَخَاوَتَ جي، وينو پُڇي پَرِ،
ڪوٺيو ڪنگالن کي، ڏي دلاسا دَرِ،
مَتان ولِمِين وَرِ، ڏينهائين ڏاتار ڏي.
(سر بلاول. شاھ لطيف)

# فضائل درود تاج

اگرڪو شخص زيارت ۽ جمال بيمثال محبوب رسول اڪرم صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم جن جي آرزو يا خواهش دل ۾ رکندڙ هجي ته ان کي گهرجي ته نئين چنڊ جي پهرين تاريخن ۾ جمعي جي رات سومهڻيءَ نماز کان پوءِ باوضو ٿي. پاڪ ڪپڙا پائي، خوشبو ۽ لڳائي پوءِ پاڪ جاءِ تي ويهي، هن درود شريف کي سچي محبت ۽ دل جي خلوص سان هڪ سوُ ستر دفعا پڙهي ۽ اتي ئي سمهي رهي. اهڙيءَ طرح يارهن راتيون پڙهندو ته انهن راتين جي اندر اندر انشاءالله تعالىٰ حضور سرورڪائنات صلى الله عليه واٰله وسلم جن جي ديدار کان بيشڪ مشرف ٿيندو. مجرب آهي: ؎

وَڃين چو وَڻڪار، هت نه ڳولين هوت کي،
لِڪو ڪين لطيف چئي، ٻارو چو ٻئي ٻار،
ٿي سَتي ٻڌ سَندرو، پرت پُنهون سين ٻار،
ناٻوٽين نِهار، تو ۾ ديرو دوست جو،
(شاهه قدس سرهٗ)

# درود تاج

بِسْمِ اللهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا وَمَوْلَانَا مُحَمَّدٍ صَاحِبِ التَّاجِ وَالْمِعْرَاجِ وَالْبُرَاقِ وَالْعَلَمِ دَافِعِ الْبَلَاۤءِ وَالْوَبَاۤءِ وَالْقَحْطِ وَالْمَرَضِ وَالْاَلَمِ

اِسْمُهٗ مَكْتُوْبٌ مَّرْفُوْعٌ مَّشْفُوْعٌ مَّنْقُوْشٌ
فِى اللَّوْحِ وَالْقَلَمِ سَيِّدِ الْعَرَبِ وَالْعَجَمِ
جِسْمُهٗ مُقَدَّسٌ مُّعَطَّرٌ مُّطَهَّرٌ مُّنَوَّرٌ فِى
الْبَيْتِ وَالْحَرَمِ شَمْسِ الضُّحٰى بَدْرِ الدُّجٰى
صَدْرِ الْعُلٰى نُوْرِ الْهُدٰى كَهْفِ الْوَرٰى مِصْبَاحِ
الظُّلَمِ جَمِيْلِ الشِّيَمِ شَفِيْعِ الْاُمَمِ صَاحِبِ
الْجُوْدِ وَالْكَرَمِ وَاللّٰهُ عَاصِمُهٗ وَجِبْرِيْلُ
خَادِمُهٗ وَالْبُرَاقُ مَرْكَبُهٗ وَالْمِعْرَاجُ سَفَرُهٗ
وَسِدْرَةُ الْمُنْتَهٰى مَقَامُهٗ وَقَابَ قَوْسَيْنِ
مَطْلُوْبُهٗ وَالْمَطْلُوْبُ مَقْصُوْدُهٗ وَالْمَقْصُوْدُ

مَوْجُوْدُهٗ سَيِّدِ الْمُرْسَلِيْنَ خَاتَمِ النَّبِيِّيْنَ

شَفِيْعِ الْمُذْنِبِيْنَ اَنِيْسِ الْغَرِيْبِيْنَ رَحْمَةٍ

لِّلْعٰلَمِيْنَ رَاحَةِ الْعَاشِقِيْنَ مُرَادِ الْمُشْتَاقِيْنَ

شَمْسِ الْعَارِفِيْنَ سِرَاجِ السَّالِكِيْنَ مِصْبَاحِ

الْمُقَرَّبِيْنَ مُحِبِّ الْفُقَرَآءِ وَالْغُرَبَآءِ وَالْمَسَاكِيْنِ

سَيِّدِ الثَّقَلَيْنِ نَبِيِّ الْحَرَمَيْنِ اِمَامِ الْقِبْلَتَيْنِ

وَسِيْلَتِنَا فِى الدَّارَيْنِ صَاحِبُ قَابَ قَوْسَيْنِ

مَحْبُوْبُ رَبِّ الْمَشْرِقَيْنِ وَرَبِّ الْمَغْرِبَيْنِ

جَدِّ الْحَسَنِ وَالْحُسَيْنِ مَوْلٰنَا وَمَوْلَى

الثَّقَلَيْنِ اَبِى الْقَاسِمِ مُحَمَّدِ بْنِ عَبْدِ اللّٰهِ

نُوْرٌ مِّنْ نُّوْرِ اللهِ يَا أَيُّهَا الْمُشْتَاقُوْنَ بِنُوْرِ جَمَالِهٖ صَلُّوْا عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَاَصْحَابِهٖ وَسَلِّمُوْا تَسْلِيْمًا ○

## درود لکي

### هڪ دفعي پڙهڻ سان لک صلواتن جو ثواب ملي ٿو

هن درود شريف جي باري ۾ مشهور آهي ته حضرت سلطان محمود غزنوي رحمة الله عليه هڪ زبردست عابد ۽ زاهد بادشاهه هو. هن کي حضور سرورڪائنات صلی الله عليه وآله وسلم جن سان بي پناهه عشق هو. پاڻ ۽ سندس رعايا شريعتِ محمّدي صلی الله عليه وآله وسلم جا پورا پابند ۽ باشرع عامل هئا. حضرت سلطان محمود دل جي خلوص سچي محبت ۽ عاجزيءَ سان روزانو ڏينهن-رات ۾ هڪ لک درود پاڪ وردڪندو هو، جنهن سبب سلطان جي ڪاروبار ۾ رڪاوٽ پوڻ لڳي. هيڏانهن عشق ۽ محبت، هوڏانهن حڪومت جي بار ۽ ذميداري ليڪن عشق عروج تي هو. سلطنت ۽ شاهيءَ جي ڪا پرواهه نه هئي؛ پر هڪ رات محبوب سرورڪائنات صلی الله عليه وآله وسلم جن سندس خواب ۾ تشريف فرما ٿيا ۽ عاشق صادق جي پنهنجي محبوب صلی الله عليه وآله وسلم سان ملاقات ٿي. حضور پُرنور

صلي الله عليه واله وسلم جن فرمايو: اي محمود! جيڪڏهن تون سارو ڏينهن اسان تي درود پڙهڻ ۾ لڳو پيو هوندين ته رعيت ۽ سلطنت کي ڪير سنڀاليندو، تنهن لاءِ اسين توکي هڪ اهڙو درود شريف عطا فرمايون ٿا جنهن جي هڪ دفعي پڙهڻ سان لک درودن جو ثواب ملندو. تون روزانو فجر جي نماز بعد هڪ دفعو هن درود شريف کي پڙهي ڇڏيندو ڪر ۽ پوءِ رعيت ۽ حڪومت جو ڪاروبار دل جان سان هلائيندو رهه ۽ سيني مسلمانن کي به انهي درود شريف جي حقيقت کان آگاهه ڪري ڇڏ ته اهي به اگر هڪ دفعو پڙهن ته کين هڪ لک صلواتن جو ثواب ملي:

حضرت سلطان محمود رحمة الله عليه جن اهو درود شريف ۽ ان جي ساري حقيقت ماڻهن ۾ بيان فرمائي. اهڙيءَ طرح هي درود شريف مشهور ٿي ويو. سه

آڇين جي هيڪار، مُون سارينديِن سُپرين،
پيرين ڏِريان پنبڙيُون، هَندُ وڇايان وار،
سَاجن سَڀ جَمار، هُوند گولي ٿِيُ گذاريان.
(شاهه قدس سره)



# درود لکي

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

اَللّٰهُمَّ صَلِّ وَسَلِّمْ عَلٰى سَيِّدِنَا وَمَوْلَانَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اٰلِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ بِعَدَدِ رَحْمَةِ اللّٰهِ اَللّٰهُمَّ صَلِّ وَسَلِّمْ عَلٰى سَيِّدِنَا وَمَوْلَانَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اٰلِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ بِعَدَدِ فَضْلِ اللّٰهِ اَللّٰهُمَّ

صَلِّ وَسَلِّمْ عَلٰى سَيِّدِنَا وَمَوْلَانَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى
اٰلِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ بِعَدَدِ خَلْقِ اللّٰهِ ؕ اَللّٰهُمَّ صَلِّ
وَسَلِّمْ عَلٰى سَيِّدِنَا وَمَوْلَانَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اٰلِ
سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ بِعَدَدِ عِلْمِ اللّٰهِ ؕ اَللّٰهُمَّ صَلِّ وَسَلِّمْ
عَلٰى سَيِّدِنَا وَمَوْلَانَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اٰلِ سَيِّدِنَا
مُحَمَّدٍ بِعَدَدِ كَلِمٰتِ اللّٰهِ ؕ اَللّٰهُمَّ صَلِّ وَسَلِّمْ عَلٰى
سَيِّدِنَا وَمَوْلَانَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اٰلِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ
بِعَدَدِ كَرَمِ اللّٰهِ ؕ اَللّٰهُمَّ صَلِّ وَسَلِّمْ عَلٰى سَيِّدِنَا
وَمَوْلَانَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اٰلِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ بِعَدَدِ
حُرُوْفِ كَلَامِ اللّٰهِ ؕ اَللّٰهُمَّ صَلِّ وَسَلِّمْ عَلٰى
سَيِّدِنَا وَمَوْلَانَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اٰلِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ
بِعَدَدِ قَطَرَاتِ الْاَمْطَارِ ؕ اَللّٰهُمَّ صَلِّ وَسَلِّمْ
عَلٰى سَيِّدِنَا وَمَوْلَانَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اٰلِ سَيِّدِنَا
مُحَمَّدٍ بِعَدَدِ اَوْرَاقِ الْاَشْجَارِ ؕ اَللّٰهُمَّ صَلِّ

وَسَلِّمْ عَلٰى سَيِّدِنَا وَمَوْلَانَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اٰلِ
سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ بِعَدَدِ رَمْلِ الْقِفَارِ ؕ اَللّٰهُمَّ صَلِّ
وَسَلِّمْ عَلٰى سَيِّدِنَا وَمَوْلَانَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اٰلِ
سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ بِعَدَدِ مَا خُلِقَ فِى الْبِحَارِ ؕ اَللّٰهُمَّ
صَلِّ وَسَلِّمْ عَلٰى سَيِّدِنَا وَمَوْلَانَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى
اٰلِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ بِعَدَدِ الْحُبُوْبِ وَالثِّمَارِ ؕ
اَللّٰهُمَّ صَلِّ وَسَلِّمْ عَلٰى سَيِّدِنَا وَمَوْلَانَا مُحَمَّدٍ
وَّعَلٰى اٰلِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ بِعَدَدِ الَّيْلِ وَالنَّهَارِ ؕ
اَللّٰهُمَّ صَلِّ وَسَلِّمْ عَلٰى سَيِّدِنَا وَمَوْلَانَا مُحَمَّدٍ
وَّعَلٰى اٰلِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ بِعَدَدِ مَا اَظْلَمَ عَلَيْهِ
الَّيْلُ وَاَشْرَقَ عَلَيْهِ النَّهَارُ ؕ اَللّٰهُمَّ صَلِّ وَسَلِّمْ
عَلٰى سَيِّدِنَا مَوْلَانَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اٰلِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ
بِعَدَدِ مَنْ صَلّٰى عَلَيْهِ ؕ اَللّٰهُمَّ صَلِّ وَسَلِّمْ عَلٰى
سَيِّدِنَا وَمَوْلَانَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اٰلِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ

بِعَدَدِ مَنْ لَّمْ يُصَلِّ عَلَيْهِ ط اَللّٰهُمَّ صَلِّ وَسَلِّمْ
عَلٰى سَيِّدِنَا وَمَوْلَانَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰٓى اٰلِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ
بِعَدَدِ اَنْفَاسِ الْخَلَآئِقِ ط اَللّٰهُمَّ صَلِّ وَسَلِّمْ عَلٰى
سَيِّدِنَا وَمَوْلٰنَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰٓى اٰلِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ بِعَدَدِ
نُجُوْمِ السَّمٰوٰتِ ط اَللّٰهُمَّ صَلِّ وَسَلِّمْ عَلٰى سَيِّدِنَا
وَمَوْلَانَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰٓى اٰلِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ بِعَدَدِ كُلِّ
شَيْءٍ فِي الدُّنْيَا وَالْاٰخِرَةِ ط صَلَوٰتُ اللّٰهِ تَعَالٰى
وَمَلٰٓئِكَتِهٖ وَاَنْبِيَآئِهٖ وَرُسُلِهٖ وَجَمِيْعِ الْخَلَآئِقِ
عَلٰى سَيِّدِ الْمُرْسَلِيْنَ وَاِمَامِ الْمُتَّقِيْنَ وَقَآئِدِ
الْغُرِّ الْمُحَجَّلِيْنَ وَشَفِيْعِ الْمُذْنِبِيْنَ سَيِّدِنَا
وَمَوْلَانَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰٓى اٰلِهٖ وَاَصْحَابِهٖ وَاَزْوَاجِهٖ وَذُرِّيَّتِهٖ
وَاَهْلِ بَيْتِهٖ وَاَهْلِ طَاعَتِكَ اَجْمَعِيْنَ مِنْ اَهْلِ
السَّمٰوٰتِ وَالْاَرَضِيْنَ بِرَحْمَتِكَ يَا اَرْحَمَ الرَّاحِمِيْنَ
وَيَا اَكْرَمَ الْاَكْرَمِيْنَ ط وَصَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلٰى

# سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّاٰلِهٖ وَاَصْحَابِهٖ اَجْمَعِيْنَ وَسَلِّمْ تَسْلِيْمًا دَائِمًا اَبَدًا كَثِيْرًا كَثِيْرًاط وَالْحَمْدُ لِلّٰهِ رَبِّ الْعٰلَمِيْنَ ○




١:- حضرت ابوهريره رضي الله عنه فرمايو ته رسول الله صلي الله عليه واٰله وسلم جن فرمايو ته جنهن شخص کي اها ڳالهه پسند هجي ته سندس درود شريف جو ثواب وڏي ڪاٽي ۾ توريو وڃي ته هن لفظن سان درود شريف پڙهي:

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدِ النَّبِيِّ الْاُمِّيِّ وَاَزْوَاجِهٖ اُمَّهَاتِ الْمُؤْمِنِيْنَ وَذُرِّيَّتِهٖ وَاَهْلِ بَيْتِهٖ كَمَا صَلَّيْتَ عَلٰى اِبْرَاهِيْمَ اِنَّكَ حَمِيْدٌ مَّجِيْدٌ ط

٢:- حضرت علي ڪرم الله وجهه جن جي هڪ حديث جو ذڪر ابو مسعود رضي الله عنه هن طرح بيان ڪيو آهي ته حضور نبي ڪريم صلي الله تعاليٰ عليه واٰله وسلم جن فرمايو ته جيڪو شخص چاهي ته سندس درود شريف تمام وڏي پيماني ۾ ماپيو وڃي ته اهو اسان تي ۽ اسان جي اهل تي هن

طرح درود شريف پڙهي:

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

اَللّٰهُمَّ اجْعَلْ صَلَوَاتِكَ وَبَرَكَاتِكَ عَلٰى مُحَمَّدٍ النَّبِيِّ وَاَزْوَاجِهٖ اُمَّهَاتِ الْمُؤْمِنِيْنَ وَذُرِّيَّتِهٖ وَاَهْلِ بَيْتِهٖ كَمَا صَلَّيْتَ عَلٰى اِبْرَاهِيْمَ اِنَّكَ حَمِيْدٌ مَّجِيْدٌ.

٣:- حضرت ابوهريره رضي الله عنه حضور صلي الله عليه وآله وسلم جن جا جليل القدر اصحابي هئا ۽ حضور صلي الله عليه وآله وسلم جن کان گهڻي کان گهڻيون حديثون حفظ ڪندا هئا. سندن ڪيئي حديثون مشهور آهن. حضرت ابوهريره رضي الله عنه ۽ حضرت انس رضي الله عنه ٻنهي بزرگ اصحابن کان هيءَ روايت نقل ڪئي ويئي آهي ته جيڪو شخص جمعي جي ڏينهن نماز کان پوءِ پنهنجي جاءِ تان اٿڻ کان پهرين هي درود شريف اسي ڀيرا پڙهندو ته ان جا اسي سالن جا گناهه الله تعاليٰ معاف فرمائيندو. درود شريف هيءُ آهي:

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدِنِ النَّبِيِّ الْاُمِّيِّ وَعَلٰى اٰلِهٖ وَسَلِّمْ تَسْلِيْمًا.

۴:- حضرت حسن بصري رحمة الله عليه وڏا مشائخ، عالم، محدث ۽ مشهور ولي ٿي گذريا آهن. الله تعاليٰ جو مٿن خاص انعام ۽ اڪرام هو. ڇو ته هجي، جو پاڻ حضرت علي ڪرم الله وجه (باب العلوم) جا خاص مريد هئا ۽ الله تعاليٰ جي خاص پيارن بندن مان هئا. فرمائين ٿا ته جيڪو شخص گهري ته حضور صلي الله عليه وآله وسلم جن جي هٿان حوض ڪوثر مان پر پور پيالو پيئي ته ان کي گهرجي ته هيءُ درود شريف پڙهي

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ وَّعَلٰٓى اٰلِهٖ وَاَصْحَابِهٖ وَ اَوْلَادِهٖ وَاَزْوَاجِهٖ وَذُرِّيَّتِهٖ وَاَهْلِ بَيْتِهٖ وَاَطْهَارِهٖ وَاَنْصَارِهٖ وَاَشْيَاعِهٖ وَمُحِبِّيْهِ وَاُمَّتِهٖ وَعَلَيْنَا مَعَهُمْ اَجْمَعِيْنَ يَا اَرْحَمَ الرَّاحِمِيْنَ ط

## درود انعام

هي درود شريف "صلواة انعام" جي نالي سان مشهور آهي، جنهن کي رسول الله عليه وآله وسلم جن سان محبت ۽ روضي پاڪ جي زيارت جو شوق هجي ته هن درود شريف کي روزانو رات جو سمهڻ مهل ٣١٣ دفعا پڙهي پوءِ سمهي. وڏيون برڪتون ۽ وڏا انعام، وڏي رحمت ۽ عزت هن درود شريف جي پڙهڻ سان حاصل ٿيندس. درود شريف ايندڙ صفحي تي ڏسو. فرمايو:

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ ؕ

اَللّٰهُمَّ صَلِّ وَسَلِّمْ وَبَارِكْ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اٰلِهٖ عَدَدَ اَنْعَامِ اللّٰهِ وَاَفْضَالِهٖ ط

يعني، اي الله! رسول اڪرم صلى الله عليه واٰله وسلم تي درود نازل فرماءِ ايترا، جيترا تنهنجا انعام ۽ بيشمار فضل ۽ ڪرم آهن.

جيڪو شخص اهو درود شريف پڙهندو، ان کي دين ۽ دنيا ۾ بيشمار نعمتون ۽ انعام حاصل ٿيندا ۽ هر وقت رحمت جي پاڇي ۾ هوندو.

بندر جن تڙن تي، سڙهه ڦڙي سبيائون،
سڙهه سڀي ساڃاڪري، کوها ڪنيائون،
ٻيڙيون ٻحرن ۾، ڇوڙي ڇڏيائون،
لسڙيون لنگهيائون، لطف سان لطيف چئي. (شاهه لطيف)

## درود هزاري

هن درود شريف کي هڪ دفعو اگر پڙهيو وڃي ته هڪ هزار درود شريفن جو ثواب ملي ٿو، سو هيءَ آهي:

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ ؕ

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اٰلِ مُحَمَّدٍ بِعَدَدِ كُلِّ ذَرَّةٍ مِّائَةَ اَلْفِ اَلْفِ مَرَّةٍ وَّبَارِكْ وَسَلِّمْ ط



هيءُ درود شريف جيڪڏهن قبرستان ۾ پڙهيو وڃي ته بهتر آهي؛ ڇاڪاڻ ته هن جي برڪت سان اهلِ مماتي وارن جي روحن تان عذاب گھٽجي وڃي ٿو ۽ ڪين الله جي عتاب کان نجات ملي ٿي ۽ قيامت تائين آرام ملي ٿو. جيترو زياده پڙهيو وڃي، اوترو زياده ثواب ملي ٿو. اگرهن درود شريف کي پڙهي پنهنجي ماءُ ۽ پيءُ کي بخشيو وڃي ته ڄڻ ان شخص ساري عمر جا انهن جا حق ادا ڪري ڇڏيا. جن مماتيءَ وارن روحن کي هيءُ درود شريف پڙهي بخشيو وڃي ٿو ته فرشتا به انهن جي قبرن تي زيارت لاءِ حاضر ٿين ٿا. درود روحي هيءُ آهي:

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ مَّادَامَتِ الصَّلٰوةُ وَصَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ مَّادَامَتِ الرَّحْمَةُ وَصَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ مَّادَامَتِ الْبَرَكَاتُ وَصَلِّ عَلٰى رُوْحِ مُحَمَّدٍ فِى الْاَرْوَاحِ وَصَلِّ عَلٰى صُوْرَةِ مُحَمَّدٍ فِى الصُّوَرِ وَصَلِّ عَلٰى اِسْمِ مُحَمَّدٍ فِى الْاَسْمَآءِ

وَصَلِّ عَلٰی نَفْسِ مُحَمَّدٍ فِی النُّفُوْسِ وَصَلِّ
عَلٰی قَلْبِ مُحَمَّدٍ فِی الْقُلُوْبِ وَصَلِّ عَلٰی قَبْرِ
مُحَمَّدٍ فِی الْقُبُوْرِ وَصَلِّ عَلٰی رَوْضَةِ مُحَمَّدٍ فِی
الرِّيَاضِ وَصَلِّ عَلٰی جَسَدِ مُحَمَّدٍ فِی الْاَجْسَادِ
وَصَلِّ عَلٰی تُرْبَةِ مُحَمَّدٍ فِی التُّرَابِ وَصَلِّ عَلٰی
خَيْرِ خَلْقِهٖ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰٓی اٰلِهٖ وَاَصْحَابِهٖ وَ
اَزْوَاجِهٖ وَذُرِّيَّاتِهٖ وَاَهْلِ بَيْتِهٖ وَاَحْبَابِهٖ
اَجْمَعِيْنَ بِرَحْمَتِكَ يَآ اَرْحَمَ الرّٰحِمِيْنَ ○

## درود دوامی

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰی سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰٓی اٰلِ سَيِّدِنَا
مُحَمَّدٍ عَدَدَ مَا فِیْ عِلْمِ اللّٰهِ صَلٰوةً دَائِمَةً بِدَوَامِ
مُلْكِ اللّٰهِ ط

صَلَّی اللّٰهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّمَ

# صلواة تنجينا شريف

هڪ دفعي ڪي شخص ٻيڙيءَ ۾ سفر ڪري رهيا هئا. اوچتو سمنڊ ۾ طوفان اچي ويو ۽ ٻيڙي ٻڏڻ لڳي. ان ٻيڙيءَ ۾ هڪ ديندار شخص به سفر ڪري رهيو هو، تنهن سڀني کي چيو ته مون پڙهيو آهي ته اگر ڪو مصيبت جي وقت ۾ صلواة تنجينا هڪ هزار ڀيرا پڙهي ته بروقت نجات حاصل ڪندو. ٻيڙي غرق ٿي رهي آهي، پاڻ هڪ سؤ ڪن ماڻهو آهيون، اچو ته ڏهه ڏهه دفعا صلواة تنجينا پڙهون ته من الله پاڪ پاڻ کي هن مصيبت مان اُڪاري پار ڪري ڇڏي. سو سڀئي جاڳندڙ هئا، تن صلواة سگوري پڙهڻ شروع ڪئي، هزار صلواة پوري به نه ٿي هئي ته طوفان بيهي رهيو، ٻيڙي ٻڏڻ کان بچي ويئي ۽ سڀئي صحيح سلامت وڃي منزل تي لٿا. (مترجم).

مديني جا چام، سُڻ منهنجا سڏڙا،
آهيان تنهنجي سام، سگهو رسج سيرمي.
(شاه قدس سرهٗ) بنا هر ۱۰ از علامه قاضي

جيڪو شخص صلواة تنجينا کي روزانو سمهڻ مهل هڪ هزار ڀيرا پڙهندو ته هڪ ئي هفتي ۾ حضور صلي الله عليه وآله وسلم جن جي ديدار سان بيشڪ مشرف ٿيندو. خطري ۽ مصيبت جي وقت ۾ روزانو ستر ڀيرا پڙهيو وڃي ته اهو خطرو ۽ مصيبت دور ٿي ويندي هر هڪ تڪليف ۽ مصيبت جي لاءِ عظيم ترياق آهي. صلواة تنجينا شريف هيءَ آهي:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا وَمَوْلَانَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اٰلِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ صَلٰوةً تُنَجِّيْنَا بِهَا مِنْ جَمِيْعِ الْاَهْوَالِ وَالْاٰفَاتِ وَتَقْضِىْ لَنَا بِهَا جَمِيْعَ الْحَاجَاتِ وَتُطَهِّرُنَا بِهَا مِنْ جَمِيْعِ السَّيِّاٰتِ وَتَرْفَعُنَا بِهَا عِنْدَكَ اَعْلَى الدَّرَجَاتِ وَتُبَلِّغُنَا بِهَا اَقْصَى الْغَايَاتِ مِنْ جَمِيْعِ الْخَيْرَاتِ فِى الْحَيٰوةِ وَبَعْدَ الْمَمَاتِ اِنَّكَ عَلٰى كُلِّ شَىْءٍ قَدِيْرٌ ۝

## درود مُشکلکُشا

اسان جي شهر ننڍي کان چوڏهن- پندرهن ميل ڏکڻ ۾ غلام الله جو شهر آهي. غلام الله جي ويجهو حضرت مولوي محمّد هاشم ڪنڌي مرحوم جي مسجد ۽ ڳوٺ موجود آهي. هو صاحب هڪ وڏو عالم ۽ زاهد، مفتي متقي، عاشقِ رسول الله صلى الله عليه وآله وسلم ۽ ولي الله شخص هو. پاڻ درود شريف جا ڪروڙ پڙهيا هئائين. ساري رات درود شريف ۾ گذاريندو هو. سندن ڪرامتون مشهور آهن. ماڻهو کين حضوريءَ جي لقب سان ياد ڪندا آهن، سي منهنجي والد صاحب جا گهرا دوست هئا. هڪ ڏينهن ننڍي ۾ اسان جي گهر ۾ ويٺا ڳالهيون ٻولهيون ڪري رهيا هئا، آخر ڳالهه اها آئي ته مشڪل ۽ سخت مصيبت ۾ يا حاجت روائي لاءِ اسم اعظم جهڙو اثر رکڻ واري ڪهڙي شيءِ آهي؟ مولوي صاحب

جن فرمايو ته مان توهان کي هڪڙي صلوٰة سڳوري ٻڌايان ٿو، جا هر مصيبت کي رفع ڪرڻ ۽ حاجت روائي ۾ يقيناً اسم اعظم جي مثال آهي. والدصاحب جن عرض ڪيو ته وڏي مهرباني ٿيندي، اگر اسان تي اها عنايت فرمائي وڃي. مولوي صاحب جن هيءُ صلوٰة سڳوري ٻڌائي؛

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

اَلصَّلٰوۃُ وَالسَّلَامُ عَلَيۡكَ يَا سَيِّدِیۡ يَا قُرَّةَ عَيۡنِیۡ يَارَسُوۡلَ اللّٰهِ صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيۡكَ وَعَلٰى اٰلِكَ وَسَلَّمَ خُذۡ بِيَدِیۡ قَلَّتۡ حِيۡلَتِیۡ اَدۡرِكۡنِیۡ يَارَسُوۡلَ اللّٰهِ صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيۡكَ وَعَلٰى اٰلِكَ الۡمُكَرَّمِ ط

معنیٰ؛ صلواتون ۽ سلام اوهان تي يارسول الله صلى الله تعالىٰ عليه آله وسلم! اي منهنجي (ٻنهي) اکين جا نور! يارسول الله صلى الله عليه وآله وسلم! پنهنجي مبارڪ هٿن سان منهنجي هن ڪم ۾ منهنجي مدد ڪريو ۽ منهنجي مشڪل دور فرمايو ۽ حاجت روائي ڪري ڇڏيو.

هي ننڍڙو درود شريف هڪ هزار دفعا روز، اگر ست ڏينهن برابر پڙهيو وڃي ته جبل به پنهنجي جاءِ تان هٽي سگهي ٿو - (تحقيق).

# درود قرآني و درود صحابه ڪرام

هي درود شريف قرآني آهي، هن جا فائدا هن پوري ڪتاب کان به زياده آهن. مگر مختصر هي ته هن درود شريف جي پڙهڻ سان الله جي رحمت جا ڪڪر ڪيڏم ڇانئجي وڃن ٿا، رحمت وسڻ شروع ٿي وڃي ٿي. هن جي پڙهڻ سان حضور نبي ڪريم صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن جي محبت دل اندر گهر ڪري وڃي ٿي. هن جي هڪ دفعي پڙهڻ سان جيڪا رحمت نازل ٿئي ٿي، تنهن کي اگر آسمان جا ملائڪ ۽ زمين جا جن ۽ انسان گڏجي ميڙڻ چاهين ته هڪ حصو به انهي رحمت جو ميڙي نه ٿا سگهن. هي وڏو بابرڪت وظيفو آهي، هن کي روزانو ٿي پيرا صبح ۽ ٽي پيرا شام جو پڙهڻ سان بيحد خوشي ۽ ڪاميابي حاصل ٿئي ٿي. هن درود شريف متعلق هي روايت به آهي، جيڪا وقت جي ڪامل ولي حضرت خواجه يعقوب چرخي نقشبندي قدس سره بيان ڪئي آهي ته جليل القدر صحابه ڪرام قرآن مجيد جي تلاوت کان پوءِ هر روز هي درود شريف پڙهندا هئا. انهي مناسبت سان هن درود شريف کي درود صحابه پڻ چئجي ٿو. درود قرآني ۽ درود صحابه هي آهي:

(نقل از جواهر غيبي ص١٢٢ مطبوعه لکنؤ ١٣٣٢ع)

بِسۡمِ اللّٰہِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِیۡمِ

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّاٰلِهٖ وَاَصْحَابِهٖ بِعَدَدِ مَا فِيْ جَمِيْعِ الْقُرْاٰنِ حَرْفًا حَرْفًا وَّبِعَدَدِ كُلِّ حَرْفٍ اَلْفًا اَلْفًا ط




هيءُ درود شريف هن ڪتاب جي دل آهي ۽ اها حقيقت آهي ته

جيڪڏهن صدقِ دل سان هن درود شريف کي پڙهي ڪنهن پهاڙ کي به آڱر جو اشارو ڪري ته اهو پهاڙ به ريزا ريزا ۽ ذرا ذرا ٿي پوي. الله تعالیٰ هن درود ۾ ان کان به وڌيڪ طاقت رکي آهي. هيءُ درود شريف هڪ اهڙو ته راز آهي، جنهن کي عارفن ۽ خاص ولين کان سواءِ ڪو به سمجهي نه سگهيو آهي. هن درود شريف ۾ بيشمار خاص الخاص فائدا آهن، جن کي اگر لکڻ ويهجي ته دنيا جا ڪاغذ ۽ مس ختم ٿي وڃي ته به هن درود شريف جي تعريف ختم نه ٿيندي. سڀ کان زياده هن درود شريف ۾ هيءُ فائدو آهي، جو جڏهن به ۽ جنهن وقت به ڪو رنج ۽ ملال ٿئي يا ڪا مصيبت اچي وڃي ته يڪدم هن کي پڙهيو وڃي. انشاء الله تعالیٰ سڀ مشڪلون ۽ مصيبتون منٽن ۾ ختم ٿي وينديون. اونداهي روشنيءَ ۾ بدلجي ويندي ۽ زحمت رحمت ۾ بدلجي ويندي ۽ الله تعالیٰ غيبي خزانن مان خوب مدد ڪندو. درود شريف هيءُ آهي:

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

اَللّٰهُمَّ صَلِّ صَلٰوةً كَامِلَةً وَّسَلِّمْ سَلَامًا تَامًّا عَلٰى سَيِّدِنَا وَمَوْلَانَا مُحَمَّدِنِ الَّذِىْ تَنْحَلُّ بِهِ الْعُقَدُ وَتَنْفَرِجُ بِهِ الْكُرَبُ وَتُقْضٰى بِهِ الْحَوَائِجُ وَتُنَالُ بِهِ الرَّغَائِبُ وَحُسْنُ الْخَوَاتِمِ وَيُسْتَسْقَى الْغَمَامُ بِوَجْهِهِ الْكَرِيْمِ وَعَلٰى

آلِهٖ وَصَحْبِهٖ فِيْ كُلِّ لَمْحَةٍ وَّنَفَسٍ بِعَدَدِ كُلِّ مَعْلُوْمٍ لَّكَ ط يَا اَللّٰهُ يَا اَللّٰهُ يَا اَللّٰهُ يَا عَزِيْزُ يَا غَفَّارُ ط

## هڪ عجيب درود شريف

هڪ دفعي حضرت شاهه بلاول نوراني رحمة الله عليه جي درگاهه تي منهنجي هڪ بزرگ سان ملاقات ٿي، جنهن فرمايو ته مان پورا ٻه سال مديني منوره ۾ رهيس. منهنجو اهو ڪم هوندو هو جو روزانو رات جو هيٺيون درود شريف هڪ هزار دفعا پڙهي ان ڪانپوءِ سمهندو هوس جنهن جي برڪت سان روزانو خواب ۾ مون کي رسول الله صلى الله عليه وآله وسلم جن جي زيارت نصيب ٿيندي هئي. ٻه سال لڳاتار اها حالت رهي. درود شريف هي آهي؛

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ ط

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اٰلِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ فِيْ كُلِّ لَمْحَةٍ وَّنَفَسٍ بِعَدَدِ كُلِّ مَعْلُوْمٍ لَّكَ ط

اُٺيان ڏاڏيون، ٻُوريون ٻرين ٻَنِ،
وَڃُو روز رسَن، حَبيبان جي حُجري.
(شاهه قدس سره)

# درود قلبي

اگر ڪو شخص اهو گهرندو هجي ته منهنجي هر هڪ دُعا قبول ٿئي ۽ هر ڪا حاجت منهنجي مرضيءَ مطابق پوري ٿئي ته ان کي گهرجي ته هر دُعا ۾ هيءَ درود شريف پڙهي. انشاءَ الله تعالىٰ هن درود جي برڪت سان سندس هر ڪا دُعا سندس ارادي مطابق پوري ٿيندي، ۽ اهو درود قلبي الله تعالىٰ جي فضل سان قلب کي منور ڪري ٿو ۽ ڪاميابي بخشي ٿو. هن جي پڙهڻ سان دُعا يڪدم قبول ٿئي ٿي.

درود قلبي هيءَ آهي:

بِسْمِ اللهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى شَفِيْعِ الْمُذْنِبِيْنَ سَيِّدِنَا وَمَوْلَانَا وَمُرْشِدِنَا وَرَاحَةِ قُلُوْبِنَا وَطَبِيْبِ ظَاهِرِنَا وَبَاطِنِنَا سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اٰلِهٖ وَاَصْحٰبِهٖ وَاَزْوَاجِهٖ وَاَهْلِ بَيْتِهٖ وَاَوْلِيَآءِ اُمَّتِهٖ وَاَهْلِ طَاعَتِكَ اَجْمَعِيْنَ اِلٰى يَوْمِ الدِّيْنِ

# درود خاص

درود خاص جا فائدا اهڙا لکڻ ناممڪن آهن، تنهن لاءِ هتي

صرف ايترو لکڻ ڪافي آهي ته جيڪڏهن ڪو به رنج يا مصيبت جو وقت اچي وڃي ته يڪدم صدق دل سان هن درود شريف کي پڙهيو وڃي. هر قسم جون مصيبتون، تڪليفون، رنج ۽ غم ختم ٿي وڃن ٿا. هن درود شريف جو پڙهڻ ۽ تڪليفن جو ختم ٿيڻ لازم ۽ ملزوم آهن. هن درود کي ڪثرت سان پڙهڻ وارو يقيناً ولي الله بڻجي وڃي ٿو. درود شريف هيءَ آهي:

مُلهه مهانگو قطرو، سڪڻ شهادت،
اسان عبادت، نظر ناز پرينءَ جو. (شاه قدس سره)

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

صَلَّى اللّٰهُ عَلَيۡكَ يَا سَيِّدَنَا مُحَمَّدٍ نُّوۡرٌ مِّنۡ نُّوۡرِ اللّٰهِ

## درود اول

درود اول کي الله تعاليٰ هڪ خاص درجو عطا فرمايو آهي ۽ سڀني کان زياده مقرب بنايو آهي. هن درود کي پڙهڻ وارو شخص ڪڏهن به محروم نٿو رهي. هن درود شريف جي پڙهڻ وارو علي الاعلان دنيا ۾ چئي سگهي ٿو ته ناڪاميابي اصل هن دنيا ۾ آهي ئي ڪونه ــــ الله تعاليٰ سڀني بيمارين کان نجات ڏئي ٿو، تڪليفون دور فرمائي ٿو، ديني ۽ دنيوي ڪاميابي عطا فرمائي ٿو. جيڪو شخص ڪثرت سان هن درود پاڪ کي پڙهندو ته انشاءَ الله تعاليٰ برين عادتن کان ڇٽي ويندو ۽ بد عادتون خود بخود ترڪ ٿي وينديون. عبادت ڪرڻ ۾ لطف حاصل ٿيندس. ماڻهو عابد، زاهد ۽ پرهيزگار بڻجي وڃي ٿو. دين محمّدي صلی الله عليه وآله وسلم ۾ دلچسپي رکڻ وارا اگر چاهين ته سندن

منزلون جلد طئي ٿي وڃن ته هن درود شريف جو زياده ورد ڪرڻ گهرجي. ميٰ هڪ اسم اعظم ۽ آساني ۽ سان قبول ٿيڻ وارو درود شريف آهي. الله تعاليٰ جا خاص بندا هن کي پڙهندا آهن. اگر ڪو ب اميد وار الله جو خاص بندو بنجڻ چاهي ته هن درود شريف کي پڙهي ته هو حبيب صلى الله عليه وآله وسلم جن جي صدقي ۾ الله تعاليٰ وٽ پهرين صف ۾ داخل ٿي ويندو. انهي ڳالهه جي سبب هن درود شريف جو نالو ئي درود اول رکيو ويو آهي. درود اول هي آهي:

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ اَفْضَلِ اَنْبِيَائِكَ وَاَكْرَمِ اَصْفِيَائِكَ مَنْ فَاضَتْ مِنْ نُّوْرِهٖ جَمِيْعُ الْاَنْوَارِ وَصَاحِبِ الْمُعْجِزَاتِ وَصَاحِبِ مَقَامِ الْمَحْمُوْدِ سَيِّدِ الْاَوَّلِيْنَ وَالْاٰخِرِيْنَ

ماڻ پڇنئي سپرين، چتان چرم لاهي،
پرين اکيان پائي، پلو مگڻهار جيئن.
(سر بيراڳ - شاهه لطيف)




حافظ سخاوي رحمة الله عليه فرمائي ٿو ته ام المؤمنين حضرت بيبي جويره بنت الحارث رضى الله عنها جن فرمايو ته حضور سرور عالم

سلی الله علیه وآلهٖ وسلم جن فرمايو ته جيڪڏهن ڪو شخص قسم ڪڻي چوي ته مان رسول مقبول صلی الله عليه وآلهٖ وسلم جن تي سڀني کان افضل درود شريف پڙهان ٿو، ته هن درود شريف پڙهڻ وارو بيشڪ چئي سگهي ٿو. اهو درود هيءُ آهي:

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ عَبۡدِكَ وَنَبِيِّكَ وَرَسُوۡلِكَ النَّبِيِّ الۡاُمِّيِّ وَعَلٰى اٰلِهٖ وَاَزۡوَاجِهٖ وَذُرِّيَّتِهٖ وَسَلِّمۡ عَدَدَ خَلۡقِكَ وَرِضَاءَ نَفۡسِكَ وَزِنَةَ عَرۡشِكَ وَمِدَادَ كَلِمَاتِكَ ؕ

## قبر ۾ سوال

حضور اڪرم صلی الله عليه وآلهٖ وسلم جن فرمايو آهي ته انسان تي زياده کان زياده درود پڙهندا ڪريو، جو قبر ۾ سڀ کان پهرين اوهان کان منهنجي ئي باري ۾ سوال ڪيو ويندو.

(١) اَچي عزرائيل، سُتي جاڳائي سڀني،
ٿي ڊو ڙائي دليل، ته پُڇندو ماڻهو مرڪليو،
مُنڪر ۽ نڪير ڪي، جڏهن ته سنا ڻين،
اڳيان اُٿي انهن جي، پُڇڻ پڇيا ٿين،
ادا! اتائين، ڪهڙو نان سات سڄڻ جو؟

(٢) پاڻهي پني پاڻ ڪي، پاڻهي هي محبوب،
پاڻهي خلقي خوب، پاڻهي طالب تن جو. (شاه قدس سره)




قطب الاقطاب سيد احمد الصودي رحمة الله عليه پنهنجي معلومات مان هيءُ درود شريف بيان ڪيا فرمائين. هي درود شريف بي حساب ۽ اڻ ڳڻيا انوارات ۽ ڪشف وڪرامات حاصل ڪرڻ لاءِ لاجواب آهي. اهي سڀئي شيون هن درود جي ڪثرت سان پڙهڻ مان حاصل ٿين ٿيون. هن درود کي ڪثرت سان پڙهڻ واري کي ننڊ ۾ حضور صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم جن جو ديدار نصيب ٿئي ٿو ۽ رزق وڌي ٿو ۽ آساني حاصل ٿئي ٿي.

اَڄ پڻ اڪڙين، سَڄڻ پَنهنجا سارِيا،
ڳلهن تان ڳوڙهن جُون، بُوندُون بَس نہ ڪَن،
سَنڌِي سِڪ پِرين، لوڪ ڏٺي نہ لَهي.

(شاهه لطيف)

قطب جو درجو حاصل ڪرڻ لاءِ هيءُ بهترين درود شريف آهي.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى نُوْرِ الْاَنْوَارِ وَسِرِّ الْاَسْرَارِ وَتِرْيَاقِ الْاَخْيَارِ وَمِفْتَاحِ بَابِ الْيُسْرِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدِنِ الْمُخْتَارِ وَاٰلِهٖ الْاَطْهَارِ وَاَصْحَابِهٖ الْاَخْيَارِ عَدَدَ نِعَمِ اللّٰهِ وَاَفْضَالِهٖ



حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائي رحمة الله عليه جي قول مطابق ته "ٻرجي ته پَـلَّ پـريءَ ڏمرجي ته ٻرڻي." سو اسان گنهگارن جا عمل ته اسان کي ساڙيا پيا آهن، مگر هوته ڪيڏا ڪرم پنهنجي حبيب صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن جي صدقي ڪري رهيو آهي، جو هيڏيون عظيم نعمتون اسان کي هن دنيا ۾ عطا فرمائي رهيو آهي. لک لک شڪرانا اُن پاڪ پروردگار جا ۽ ڪروڙين ڪرم سندس حبيب سيدِ عالم صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن جا اسان امتين تي آهن.

لا! ڏاهي مَ ٿيان، ڏاهيون ڏُکُ ڏِسَن،
ٻيڙيون ٻئار سيئن، ڪُميو ڪيڏو پيئن،
مُون سين مُون پرين، ٻورائيءَ ۾ پاڙ ڪيا.
(شاهه لطيف)

اَلْحَمْدُلِلّٰهِ! مي درود شريف جا آهي، هڪ اسم اعظم آهي، جنهن کي رب پاڪ پنهنجي حبيب ڪريم صلى الله عليه وآله وسلم جن جي صدقي ۾ اُمتِ رسول صلى الله عليه وآله وسلم جي لاءِ هن دنيا ۾ ظاهر ڪيو. اگر ڪو نيڪ دل انسان ولي الله بنجڻ چاهي ته هي درود شريف ڪثرت سان پڙهندو رهي، اگر ڪو شخص زياده پڙهي نه سگهي ته جمعي جي ڏينهن گهٽ ۾ گهٽ هڪ دفعو ضرور پڙهڻ گهرجي. هن درود شريف جي پڙهڻ سان انشاء الله تعالىٰ دل ۾ نور پيدا ٿي ويندو، نور به اهڙو عجيب نور، جنهن جو بيان ڪري نٿو سگهجي. جڏهن هن جي پڙهڻ

جي عادت پئجي وڃي ٿي ته پوءِ رب پاڪ جا اسرار ظاهر ٿي وڃن ٿا. پوءِ جڏهن رب پاڪ جا اسرار ڪنهن شخص تي ظاهر ٿي وڃن ته ان جي منزل ۽ مرتبو ڪهڙو هوندو؟ هيءُ درود نور آهي، جنهن جي هڪ هڪ حرف ۾ نور جو هڪ سمنڊ سمايل آهي. هتي آئون صرف ايترو لکڻ جي طاقت رکان ٿو: اگر رب پاڪ گهري ته هن درود پاڪ پڙهڻ واري کي هڪ ڏينهن ۾ غوث، قطب يا ابدال بنائي ڇڏي يا ان کان به زياده. هن درود شريف جي پڙهڻ سان دين ۽ دنيا جا سيئي پردا هٽي وڃن ٿا. درود نور هي آهي:

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ نُّوْرِ الْاَنْوَارِ وَ سِرِّ الْاَسْرَارِ وَسَيِّدِ الْاَبْرَارِ ط



حضور صلى الله عليه واله وسلم جن فرمايو آهي ته جيڪو شخص ١٢ ڀيرا هن درود شريف کي پڙهندو ته ان جي مراد پوري ٿيندي. پاڻ ڪريم صلى الله عليه واله وسلم جن اهو به فرمايو ته جمعي جي رات جو جيڪو شخص وضو ڪري هي درود شريف ١٢ ڀيرا پڙهي، پوءِ سمهي ته حضور نبي ڪريم صلى الله عليه واله وسلم جن کي خواب ۾ ڏسندو. جيڪڏهن جمعي جي نماز کان پوءِ ١٢ ڀيرا پڙهي ته سندس دل جي مراد پوري ٿيندي، اگر مٿس قرض هوندو ته اهو به معاف ٿي ويندو. ٻين سڀني ماڻهن جي دل ۾ ان

شخص لاءِ محبت ۽ احترام پيدا ٿيندو ۽ هزار ملائڪ ان تي پهرو ڏيندڙ هوندا. ان جي دل نرم ٿيندي. الله تعاليٰ ڪانئس راضي ٿيندو ۽ مرڻ وقت سندس قبر ۾ نور پيدا ٿي ويندو. اگر ڪو شخص آچر جي ڏينهن هڪ سؤ دفعا پڙهي ته بغير حساب ڪتاب جي جنت ۾ داخل ٿيندو ۽ اتي رب پاڪ جو ديدار نصيب ٿيندس.

سِڪ تُنهنجي سُپرين، جيئن تِران تيئن تارُ
تُون رَهين رُوح ۾، تُون اکين ٺارُ
پرين تُنهنجي پارُ، مُون وَاجهائيندي وهيا.
(شاه لطيف)

محمّد بن عيار رضي الله تعاليٰ عنه کان روايت آهي ته آئون ٦٣ سال حضرت امام حسين شهيدِ ڪربلا رضي الله تعاليٰ عنه جي قبر مبارڪ وٽ رهيس. هر جمعرات جو قبر مبارڪ مان انهيءَ درود شريف جي پڙهڻ جو آواز ايندو هو. اگر ڪنهن شخص جو عزيز وغيره گم ٿي ويو هجي ته سومر جي رات کان وٺي جمعي جي رات تائين روزانو رات جو ١٢ ڀيرا پڙهي ته انهي گم ٿيل ماڻهوءَ جو جلد پتو پئجي ويندو. اگر ڪو شخص سفر ۾ هجي ۽ ڪيس ڪا بيماري يا ڪا بي تڪليف پهچي ته ١٢ ڀيرا پڙهي ۽ اگر ڪا خوف خطري واري جاءِ هجي ته اتي به ١٢ ڀيرا پڙهي سُمهي پوي، امن ۾ رهندو ۽ ان پڙهڻ واري کي ايترو ثواب ملندو، جنهن جو گمان جنّ ۽ انسان ڪري نٿا سگهن. سفر ۾ وڃڻ وقت اگر ڪو شخص ١٢ دفعا پڙهي روانو ٿئي ته ان کي سفر ۾ ڪا به تڪليف پيش نه ايندي. هر جاءِ تي هر حالت ۾ امن ۾ هوندو.

جي لِـيلاَئِي نه لعَين، ته پڻ لِـيلائيُجَ،
آسرو م لاَهــيج، سڄڻ ٻاجهيندڙ گهڻو.
(شاهه لطيف)

حديث شريف ۾ حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن فرمايو آهي ته اگر ڪو شخص هن درود شريف کي روزانو هڪ ڪلاڪ هڪ معيني تائين پڙهي ته الله تعالى بنا حساب ڪتاب جي ڪيس جنت ۾ داخل ڪندو اگر انهيءَ درود شريف کي لکي پنهنجي يا ٻئي ڪنهن مسلمان شخص جي ڪفن ۾ رکي ڇڏي ته اهو شخص قيامت ۾ شفاعت مائيندو ۽ اسين ان جي شاهدي ڏيندا اسون. رب پاڪ پنهنجي ملائڪن کي حڪم فرمائيندو ته هن شخص کي هر قسم جي سختي کان سلامت ۽ امن ۾ رکو.

حديث شريف ۾ آهي ته حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن هڪ دفعي انهيءَ درود شريف جي ثواب جي باري ۾ جبرئيل عليه السّلام کان پڇيو جبرئيل عليه السلام جواب ۾ عرض ڪيو ته يارسول الله صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم! هن درود شريف جي ثواب کي فقط رب پاڪ ئي ڄاڻي ٿو. اگر جنّ، انسان ۽ پريون سڀ گڏجي سيني وڻن جا قلم ۽ سيني دريائن ۽ سمنڊن جي مس ٺاهي قيامت تائين لکندا رهن، ته به لکي نه سگهندا.

درود فاضل هيءُ آهي:

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

اَللّٰهُمَّ صَلِّ وَسَلِّمۡ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ سَيِّدِ الۡمُرۡسَلِيۡنَ
اَللّٰهُمَّ صَلِّ وَسَلِّمۡ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ سَيِّدِ الۡمُجَاهِدِيۡنَ

اَللّٰهُمَّ صَلِّ وَسَلِّمْ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ سَيِّدِ الشَّاهِدِيْنَ

اَللّٰهُمَّ صَلِّ وَسَلِّمْ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ سَيِّدِ الْخَائِفِيْنَ

اَللّٰهُمَّ صَلِّ وَسَلِّمْ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ سَيِّدِ الْخَاشِعِيْنَ

اَللّٰهُمَّ صَلِّ وَسَلِّمْ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ سَيِّدِ الطَّالِبِيْنَ

اَللّٰهُمَّ صَلِّ وَسَلِّمْ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ سَيِّدِ التَّائِبِيْنَ

اَللّٰهُمَّ صَلِّ وَسَلِّمْ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ سَيِّدِ الْعَابِدِيْنَ

اَللّٰهُمَّ صَلِّ وَسَلِّمْ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ سَيِّدِ الصَّالِحِيْنَ

اَللّٰهُمَّ صَلِّ وَسَلِّمْ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ سَيِّدِ الرَّاكِعِيْنَ

اَللّٰهُمَّ صَلِّ وَسَلِّمْ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ سَيِّدِ السَّاجِدِيْنَ

اَللّٰهُمَّ صَلِّ وَسَلِّمْ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ سَيِّدِ الْقَائِمِيْنَ

اَللّٰهُمَّ صَلِّ وَسَلِّمْ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ سَيِّدِ الْقَاعِدِيْنَ

اَللّٰهُمَّ صَلِّ وَسَلِّمْ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ سَيِّدِ الْمُتَّقِيْنَ

اَللّٰهُمَّ صَلِّ وَسَلِّمْ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ سَيِّدِ الْمُسْتَغْفِرِيْنَ

اَللّٰهُمَّ صَلِّ وَسَلِّمْ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ سَيِّدِ النَّادِمِيْنَ

اَللّٰهُمَّ صَلِّ وَسَلِّمْ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ سَيِّدِ الشَّاكِرِيْنَ
اَللّٰهُمَّ صَلِّ وَسَلِّمْ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ سَيِّدِ الْحَافِظِيْنَ
اَللّٰهُمَّ صَلِّ وَسَلِّمْ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ سَيِّدِ الذَّاكِرِيْنَ
اَللّٰهُمَّ صَلِّ وَسَلِّمْ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ سَيِّدِ الْعَاقِلِيْنَ
اَللّٰهُمَّ صَلِّ وَسَلِّمْ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ سَيِّدِ الْمُحْسِنِيْنَ
اَللّٰهُمَّ صَلِّ وَسَلِّمْ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ سَيِّدِ الْاَكْرَمِيْنَ
اَللّٰهُمَّ صَلِّ وَسَلِّمْ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ سَيِّدِ الْمُنْذِرِيْنَ
اَللّٰهُمَّ صَلِّ وَسَلِّمْ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ سَيِّدِ الْمُبَشِّرِيْنَ
اَللّٰهُمَّ صَلِّ وَسَلِّمْ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ سَيِّدِ الطَّيِّبِيْنَ
اَللّٰهُمَّ صَلِّ وَسَلِّمْ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ سَيِّدِ النَّبِيِّيْنَ
اَللّٰهُمَّ صَلِّ وَسَلِّمْ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ سَيِّدِ الْعَالَمِيْنَ
اَللّٰهُمَّ صَلِّ وَسَلِّمْ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ سَيِّدِ الزَّكِيِّ النَّقِيِّ
اَللّٰهُمَّ صَلِّ وَسَلِّمْ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ سَيِّدِ الْمَدَنِيِّ الْعَرَبِيِّ
الْمُكَرَّمِ يَوْمِ الْقِيٰمَةِ اَللّٰهُمَّ صَلِّ وَسَلِّمْ وَبَارِكْ عَلٰى

سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ سَيِّدِ اَهْلِ الْجَنَّةِ اَللّٰهُمَّ صَلِّ وَسَلِّمْ عَلٰى
سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ صَاحِبِ الْمَقَامِ الْمَحْمُوْدِ اَللّٰهُمَّ صَلِّ وَسَلِّمْ
عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ صَاحِبِ الصِّرَاطِ الْمُسْتَقِيْمِ اَللّٰهُمَّ
صَلِّ وَسَلِّمْ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ اَفْضَلِ الْاَوَّلِيْنَ وَالْاٰخِرِيْنَ
اَللّٰهُمَّ صَلِّ وَسَلِّمْ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى جَمِيْعِ الْاَنْبِيَآءِ
وَالْمُرْسَلِيْنَ وَعَلٰى جَمِيْعِ الْمَلٰٓئِكَةِ الْمُقَرَّبِيْنَ وَعَلٰى
عِبَادِ اللهِ الصَّالِحِيْنَ مِنْ اَهْلِ السَّمٰوٰتِ وَاَهْلِ
الْاَرَضِيْنَ وَعَلَيْنَا مَعَهُمْ اَجْمَعِيْنَ بِرَحْمَتِكَ يَا اَرْحَمَ
الرَّاحِمِيْنَ وَصَلَّى اللهُ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّاٰلِهٖ
وَاَصْحَابِهٖ اَجْمَعِيْنَ ○



## دُرُوْدُ الْعَاشِقِيْنَ

سيني نبين ۽ رسولن ۾ ڪل ڪائنات کان بهتر ۽ افضل اسان جا پيارا پاڪ نبي محمّد مصطفیٰ احمد مجتبیٰ صلی الله عليه وآله وسلم جن آهن. پاڻ ڪريم صلی الله عليه وآله وسلم جن خلقت ۾ سيني کان اول ۽ ڪائنات جو اصل آهن. الله جل جلاله ڪين پنهنجي مبارڪ نور مان

پيدا ڪيو ۽ سندن نورمبارڪ مان ڪل ڪائنات ۽ تمام مخلوق پيدا ٿي اگر سندن وجود بابرڪت نه هجي ها ته هي ساري ڪائنات نه هجي ها.

نَڪَا ڪُنْ فَيَڪُوْنُ هُئِي، نَڪَا مُوْرَتْ مَاهِ،
نَڪَا سِتَ ثَوَابَ جِي، نَڪُو غَرَضُ گُنَاهِ،
هيڪَائِي هيڪَ هُئِي، وَحْدَا نيتَ وَاهِ،
لِڪِيَائِينَ لَطِيفَ چَئِي، اُتَ گُجُهانِدَ رَگَاهِ،
اَڪِيْنَ ۽ اَرْوَاحَ، اِهَا سَا جَاهِ سُپِرِيْنَ.

(شاه لطيف)

لوح، قلم، ڪرسي جي پيدائش کان وٺي حضور اڪرم صلي الله عليه واله وسلم جن جي زماني تائين ٽي ڪرب چوٽيه ارب اوٽيه لک ڇاويه هزار ست سؤ پنجاه ورهه ۽ ٻارهن مهينا پنج ڏينهن ٿيا. زمين جي پيدائش کان وٺي حضور صلي الله عليه واله وسلم جن جي ولادت مبارڪ تائين ڇاويه لک پنجاسي هزار سال گذريا آهن. زمين آسمان لوح، قلم ۽ ڪرسي، انهن سڀني کان پهرين رسول الله صلي الله عليه واله وسلم جن جي نور مبارڪ جو ظهور ٿي چڪو هو. سڀئي انبياء عليهم السّلام نبوت جي نسبت سان حضور صلي الله عليه واله وسلم جي امت ۾ داخل آهن. حضور پُر نُور صلي الله عليه واله وسلم جن تي نبوّت ۽ پيغمبري ختم ٿي ويئي. حضرت عيسيٰ عليه السّلام جن جڏهن وري هن دُنيا ۾ ايندا ته حضور سرورڪونين صلي الله عليه واله وسلم جن جي اُمت جي هڪڙي (فرد) اُمتي جي حيثيت سان ايندا. هن دُنيا تي لهڻ بعد اهي به دين محمّدي صلي الله تعاليٰ عليه واله وسلم جي تبليغ ۽ خدمت ڪندا. معراج واري

رات ۾ محبوب رسول اڪرم صلي الله عليه وآله وسلم جن بيت المقدس ۾ سڀني نبين سڳورن جا امام ۽ سردار بڻجي، ڪين نماز پڙهايائون ۽ سمورن نبين عليهم السّلام مٿن ايمان آندو. سڀ نبي عليهم السلام مٿن درود پڙهن ٿا ۽ سڀئي حضور صلي الله عليه وآله وسلم جن سان محبت ڪن ٿا. حضور صلي الله عليه وآله وسلم جن سان محبت، الله سان محبّت آهي. حضور صلي الله عليه وآله وسلم جن سان عشق، الله تعاليٰ سان عشق آهي.

اکين ۾ اڳي ويهه، ته آئون واري ڍڪيان،
توکي ڏسي نه ڏيهه، آئون نه ڏسان ڪي ٻيو.

اُڃيان ته اَنديون، پورئون پرين پسن،
وَڃِيو روز رسن، حَبيبائي حُجري.

اکيون آري ڄام جون، مون اندي ۾ سين آهين،
ڏکيو ته ڏيکارين، پرت پريان جو پيچرو.
(شاه قدس سره)

حضور محبوب سيد عالم صلي الله عليه وآله وسلم جن جي عاشقن تي جيڪي حضور صلي الله عليه وآله وسلم تي درود پڙهندا رهن ٿا، الله تعاليٰ پاڻ درود موڪلي ٿو. حضور صلي الله عليه وآله وسلم جن کان پوءِ حضور صلي الله عليه وآله وسلم جن جا عاشق الله تعاليٰ کي سڀني کان وڌيڪ پيارا آهن. عاشق هڪ نرالي هستي آهي، تنهن جو مقابلو ڪير ڪري سگهي ٿو؟ عاشق عجيب طاقت آهي. عاشق، رسول صلي الله عليه وآله وسلم جن سان گڏ هوندو. حضور صلي الله عليه وآله وسلم جن خود فرمايو آهي ته جيڪو شخص اسان سان محبت ڪري ٿو، سو حشر ۾ اسان سان گڏ هوندو.

چون ٿا ته حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعاليٰ عنه حضور محبوب صلي الله عليه وآله وسلم جن جا سچا خادم ۽ يار هئا، حضرت عمر بن خطاب رضي الله تعاليٰ عنه خاص خليفا هئا، جن جي متعلق خود رسول الله صلي الله

عليه واٰله وسلم جن فرمايو ته اگر اسان کان پوءِ ڪو نبي اچڻو هجي ها ته حضرت عمر رضي الله عنه اچي ها. حضرت عثمان غني رضي الله عنه سندن نائب هو ۽ حضرت مولیٰ علي مشڪلڪشا ڪرم الله وجههٔ کي ننڍو وڏو ڪري سڏيندا هئا؛ مگر حضور صلی الله عليه واٰله وسلم جن پنهنجو جُبو مبارڪ صرف ان سچي عاشق حضرت اويس قرني رضي الله عنه کي عنايت فرمايو. اهو تحفو خود حضرت عمر فاروق رضي الله تعالیٰ عنه ۽ حضرت علي رضي الله عنه جن کڻي، حضرت اويس قرني رضي الله عنه وٽ ويا. نه صرف تحفو عنايت فرمايو ويو، مگر هيءُ پيغام به ڏنو ويو ته "اويس کي چئجو ته اسان جي امت جي لاءِ بخشش جي دُعا گهري"؛ سُبحَانَ الله! عاشق جو شان. وري عاشق جي دُعا به يڪدم قبول ٿي وڃي ٿي

(١) مَديني جا گهوٽ، صلی الله عليه واٰله وسلم سُڻ مُنهنجا سڏڙا،
ڪج محمّد صلی الله عليه واٰله وسلم موٽ، عاڃي تُنهنجي آسري.

(٢) مديني جا شاهه، صلی الله عليه واٰله وسلم سُڻ مُنهنجا سڏڙا،
ڪارڻ لڳ الله، سِگهو رسيج سُپرين.

حضرت امير خُسرو رحمة الله عليه پنهنجي مرشد حضرت خواجه نظام الدين اولياء رحمة الله عليه تي دل وجان سان عاشق هو ۽ ڪيس سچو ۽ پائيدار عشق هو. حضرت خواجه نظام الدين اولياء رحمة الله عليه جي رحلت جو وقت جڏهن ويجهو آيو ته پاڻ علی الاعلان فرمايائون ته اگر شريعت اجازت ڏئي ها ته جيڪر اسين وصيت ڪري وڃون ها ته اسان کي ۽ خسرو (رحمة الله عليهم) کي هڪ ئي قبر ۾ دفن ڪجو— الله الله! عاشق جو ڪيڏو نه وڏو شان آهي. عشق خود بخود ٿي وڃي ٿو ۽ پاڻ ڪيو به وڃي ٿو. عشق جو آسان طريقو اهو آهي، جو درود العاشقين ڪثرت سان

پڙهيو وڃي.

جي ياڻين جو گهڻ ٿيان، ته طمع ڇڏ تمام،
گولا جي گولن جا، تن جو ٿيءُ غلام،
صبر جي شمشير سان، ڪر ڪيني کي قتلام،
ته ناڻگا ٿئين جو نام، پڪي لاهوتين ۾

(شاهه لطيف)

درود العاشقين هيءُ آهي:

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

اَللّٰهُمَّ صَلِّ وَسَلِّمْ عَلٰى سَيِّدِنَا وَمَحْبُوْبِنَا وَمَوْلَانَا مُحَمَّدِ بْنِ سَيِّدِنَا عَبْدِ اللّٰهِ بْنِ سَيِّدِنَا عَبْدِ الْمُطَّلِبِ الْهَاشِمِيِّ الْقُرَشِيِّ الزَّكِيِّ الْمَدَنِيِّ الْعَرَبِيِّ وَعَلٰى آلِ سَيِّدِنَا وَحَبِيْبِنَا مُحَمَّدِ بْنِ سَيِّدِنَا عَبْدِ اللّٰهِ بْنِ سَيِّدِنَا عَبْدِ الْمُطَّلِبِ النَّبِيِّ الْاُمِّيِّ الْحِجَازِيِّ الْحَرَمِيِّ بِقَدْرِ حُسْنِهٖ وَجَمَالِهٖ

## درود العارفين

عارفين جو لفظ معرفت مان نڪتل آهي. عارف جي معنيٰ آهي معرفت وارو يا سڃاڻڻ وارو. يقيناً عارف جو درجو ۽ عارف جي منزل وليءَ کان گهڻي

بلند آهي. جنهن الله کي سڃاتو ورتو، تنهن کي دين ۽ دنيا ٻئي حاصل ٿي ويا.

جي پاڻين جوڳي ٿيان، ته سنگ سيپئي ڇڏ،
اوڏو ٿيءُ الف کي، مَن ميمَ سين گڏ،
هتان لا مُوتي لَذ ته گر کي گڏ ڇين ڪاپڙي.

(شاه لطيف)

عارف کي اهي نعمتون ملن ٿيون، جن جو ڪو بزرگ يا ولي تصور به نٿو ڪري سگهي. ولي ته پنهنجي مريد کي جنت جو رستو ڏيکاري ٿو، مگر عارف ان کي سنئون سڌو وٺي وڃي جنت جي اندر پهچائي ٿو. عارف جي لاءِ سڀئي واٽون صاف آهن. چاهي ته منزلون طئي ڪري مقصد تي وڃي پهچي، چاهي ته اُڏامي وڃي پهچي. عارف کي ڪو به نٿو روڪي سگهي. اهو ڪيئي وانگر رب پاڪ جي ڪائنات ۾ سير ڪندو ڦري ٿو ۽ موجون ڪندو وتي. ان کي نه ته ڪو خوف آهي ۽ نه ڪا حساب ڪتاب جي چنتا. رب پاڪ عارف کي جنهن زيور سان سينگاريو آهي، سو زيور آهي پيار. رب تعالیٰ جو خاص الخاص پيار عارفن لاءِ آهي، جيڪي ان کي سڃاڻن ٿا ۽ ان جا ٿي ويا آهن. انهيءَ لاءِ هن بابرڪت درود شريف کي درود العارفين جو نالو ڏنو ويو آهي. هن درود شريف جو راز عارف کان سواءِ ٻيو ڪو به ڄاڻي نٿو سگهي. رب پاڪ ۽ سندس عارف بندو ئي هن درود شريف کي سمجهي سگهن ٿا ته ڇا راز آهي ۽ ڪهڙو خزانو آهي، جيڪو انهن کي هن درود پاڪ جي پڙهڻ سان حاصل ٿئي ٿو. حضور پاڪ صلی الله عليه وآله وسلم جن فرمايو آهي ته جيڪو شخص رب پاڪ تي ايمان رکي ٿو، مگر هن درود شريف

تي ايمان نٿو رکي ته اهو اسان ڪان پري آهي ۽ جنهن شخص وٽ ھي درود شريف هجي ۽ پين مسلمانن کي نه سيکاري ته اهو به اسان ڪان پري آهي ۽ اسين ان ڪان پري آهيون. سڪ وارو شوقين به ترڪو هجي!

حضرت عمر بن خطاب رضي الله عنه فرمائين ٿا ته مون کڏهن به نه ڏٺو ته حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن هن درود شريف کي ڇڏيو هجي.

حضرت عثمان بن عفان رضى الله عنه فرمائين ٿا ته مون کي قرآن پاڪ ياد نه ٿيندو هو. حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن مون کي ھي درود پاڪ سيکاريو، پوءِ ان جي برڪت سان رب پاڪ مون کي ساري قرآن شريف جو حفظ عطا فرمايو.

حضرت خواجه حسن بصري رحمة الله عليه فرمائين ٿا ته حضور پُرنورﷺ صلى الله عليه وآله وسلم جن مون کي اشارو فرمايو ته هن درود شريف کان افضل درود ڪو به ناهي. اگر ڪو شخص هن درود شريف کي پڙهي، دعا گهري ته رب پاڪ ان مٿان ستر مصيبتون دور ڪندو. نه فقط مصيبتون پر آفتون ۽ عذاب به هن جي پڙهڻ سان دور ٿي وڃن ٿا.

حضرت سفيان ثوري رحمة الله عليه فرمائي ٿو ته ان شخص لاءِ وڏي مصيبت آهي، جيڪو هن درود شريف کي پڙهي ياد ڪري ۽ پوءِ غفلت ۾ وساري ڇڏي. جنهن شخص هن درود شريف کي وساري ڇڏيو، ان بيشڪ پنهنجي عمر جو نقصان ڪيو، يعني پنهنجي عمر برباد ڪيائين الله تعالیٰ پاڻ هن درود شريف جو ثواب ڄاڻي ٿو، ٻئي ڪنهن کي خبر ڪانهي.

سَچا آل رَسُول جا، سَچا سَڀُ اصحاب،
پَلا تن جا پاڪ، مَچيو چِن مـٿي ڪي. (فقير محمد اسماعيل)

# دُرُوْدُ الْعَارِفِيْنَ

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مَنْ سَمَّيْتَهٗ ذَاكِرًا حَبِيْبًا وَّمُذَكِّرًا
مُحَمَّدًا رَّسُوْلَ اللّٰهِ ۔ اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مَنْ سَمَّيْتَهٗ اَحْمَدَ
وَمُحَمَّدًا وَّسَيِّدًا مُّحَمَّدًا رَّسُوْلَ اللّٰهِ ۔ اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مَنْ
سَمَّيْتَهٗ صَابِرًا نَّبِيًّا وَّرَاقِبًا مُّحَمَّدًا رَّسُوْلَ اللّٰهِ ۔ اَللّٰهُمَّ
صَلِّ عَلٰى مَنْ سَمَّيْتَهٗ غَالِبًا وَّرَحِيْمًا وَّحَلِيْمًا وَّمُحَمَّدًا
رَّسُوْلَ اللّٰهِ ۔ اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مَنْ سَمَّيْتَهٗ عَاقِبًا
كَرِيْمًا وَّحَكِيْمًا مُّحَمَّدًا رَّسُوْلَ اللّٰهِ ۔ اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مَنْ
سَمَّيْتَهٗ عَدْلًا جَوَادًا وَّمُزَمِّلًا مُّحَمَّدًا رَّسُوْلَ اللّٰهِ ۔ اَللّٰهُمَّ
صَلِّ عَلٰى مَنْ سَمَّيْتَهٗ قَاسِمًا مَّهْدِيًّا وَّهَادِيًا مُّحَمَّدًا
رَّسُوْلَ اللّٰهِ ۔ اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مَنْ سَمَّيْتَهٗ شَكُوْرًا وَّحَرِيْصًا
مُّحَمَّدًا رَّسُوْلَ اللّٰهِ ۔ اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مَنْ سَمَّيْتَهٗ قَائِمًا
حَنِيْفًا وَّعَبْدَ اللّٰهِ مُحَمَّدًا رَّسُوْلَ اللّٰهِ ۔ اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مَنْ

سَمَّیْتَہٗ شَاہِدًا بَصِیْرًا وَّمَھْدِیًّا مُحَمَّدًا رَّسُوْلَ اللّٰہِ ط اَللّٰھُمَّ

صَلِّ عَلٰی مَنْ سَمَّیْتَہٗ بَاہِیًا نُوْرًا وَّمَکِّیًّا مُحَمَّدًا رَّسُوْلَ اللّٰہِ ط

اَللّٰھُمَّ صَلِّ عَلٰی مَنْ سَمَّیْتَہٗ شَاکِرًا وَّوَلِیًّا وَّنَذِیْرًا مُحَمَّدًا

رَّسُوْلَ اللّٰہِ ط اَللّٰھُمَّ صَلِّ عَلٰی مَنْ سَمَّیْتَہٗ طَاہِرًا وَّصَفِیًّا

وَّمُخْتَارًا مُحَمَّدًا رَّسُوْلَ اللّٰہِ ط اَللّٰھُمَّ صَلِّ عَلٰی مَنْ سَمَّیْتَہٗ

بُرْھَانًا صَحِیْحًا وَّشَرِیْفًا مُحَمَّدًا رَّسُوْلَ اللّٰہِ ط اَللّٰھُمَّ صَلِّ عَلٰی

مَنْ سَمَّیْتَہٗ مُسْلِمًا رَءُوْفًا رَّحِیْمًا مُحَمَّدًا رَّسُوْلَ اللّٰہِ ط اَللّٰھُمَّ

صَلِّ عَلٰی مَنْ سَمَّیْتَہٗ مُؤْمِنًا حَلِیْمًا مُحَمَّدًا رَّسُوْلَ اللّٰہِ ط

اَللّٰھُمَّ صَلِّ عَلٰی مَنْ سَمَّیْتَہٗ قَیِّمًا مَّحْمُوْدًا وَّحَامِدًا مُحَمَّدًا

رَّسُوْلَ اللّٰہِ ط اَللّٰھُمَّ صَلِّ عَلٰی مَنْ سَمَّیْتَہٗ مِصْبَاحًا اٰمِرًا

وَّنَاہِیًا مُحَمَّدًا رَّسُوْلَ اللّٰہِ ط صَلَّی اللّٰہُ وَعَلٰی اٰلِہٖ وَصَحْبِہٖ

وَاَزْوَاجِہٖ وَذُرِّیَّتِہٖ وَاَھْلِ بَیْتِہٖ وَرَضِیَ اللّٰہُ عَنْ کُلِّ الصَّحَابَۃِ

اَجْمَعِیْنَ ط بِرَحْمَتِکَ یَا اَرْحَمَ الرّٰحِمِیْنَ ۰

آئون نه ڳنڍيي پرين کي، پويون ٿيو پساه،
سڪان ٿي سڪرات ۾، رويو پڇان راه،
شال مر وڃيم ساه، ڏاران ڏسڻ پرين کي.

(شاهه لطيف)



هن درود شريف ۾ گهڻا راز آهن، جي پڙهڻ واري تي ظاهر ٿيندا رهن ٿا ۽ بهترين درود شريف آهي. اگر انسان ساري عمر گناهن ۾ ڦاٿل رهيو هجي، هر طرف کان ناڪامي ۽ شرمندگي جو احساس هجي ۽ دل شاهدي ڏيندي هجي ته ساري عمر سخت گناهن ۾ گذارڻ کان پوءِ هاڻي ڇا بندگي ڪندين، بس هاڻي سزا جي لاءِ تيار ٿي وڃ. ڪنهن به شيءِ مان ۽ ڪنهن به عالم، فقير يا بزرگ کان فيض نه آهي ته اهو شخص هن درود شريف کي پڙهي. هن درود شريف کي درود ۽ وظيفو چوندا آهن، جو ته هن مان يڪدم فائدو حاصل ٿئي ٿو، ليڪن گهڻ ۾ گهٽ ڏينهن رات ۾ ۳۱۳ دفعا ضرور پڙهڻ گهرجي. هن درود شريف ۾ حاضري جو صيغو آهي، وڏو فيض وارو ۽ زبردست درود آهي. الله تعالىٰ سڀني کي هن جي پڙهڻ جي توفيق عطا فرمائي (آمين). درود طيب (پاڪ ڪرڻ وارو درود) هي آهي:

بِسْمِ اللهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

صَلَّى اللهُ عَلَيْكَ يَا شَفِيْعَ الْمُذْنِبِيْنَ سَيِّدِنَا

وَمَوْلَانَا اَحْمَدَ مُجْتَبٰى مُحَمَّدٍ مُصْطَفٰى وَعَلٰى
اٰلِهٖ وَاَصْحَابِهٖ وَاَزْوَاجِهٖ وَاَحْبَابِهٖ وَذُرِّيَّتِهٖ
وَاَهْلِ بَيْتِهٖ وَاَهْلِ طَاعَتِكَ اَجْمَعِيْنَ ط




جنهن شخص کي اها تمنا هجي ته مان ساقيءِ ڪوثر محبوب منور حضور صلي الله عليه وآله وسلم جن کان پرپور پيالو پيان ته ان کي گهرجي ته هن درود شريف جو ڪثرت سان ورد ڪري. نه فقط اهو پر هن درود شريف پڙهڻ واري کي انشاءَ الله تعاليٰ قيامت جي ميدان واري سخت تپش ۽ گرميءَ پر ڪا به تڪليف نه ستائيندي. هيءُ درود شريف هڪ آزمايل دوا به آهي. قيامت جي تڪليفن ۽ مصيبتن کان بچڻ لاءِ هن درود شريف جو پڙهڻ آزمايل ۽ نهايت فائديمند آهي.

حضرت خواجه حسن بصري رحمة الله عليه ايڏا وڏا عالم هئا، جو حضرت حبيب عجميءَ جهڙو ڪامل بزرگ سندن شاگرد ۽ مريد هو. سي فرمائين ٿا ته اگر ڪنهن انسان کي اها اميد هجي ته مان الله جو قرب حاصل ڪري يان ته اهو هميشه درود ڪوثر پڙهي. درود ڪوثر هي آهي:

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ فِى الْاَوَّلِيْنَ وَصَلِّ

عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ فِى الْاٰخِرِيْنَ وَصَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ فِى النَّبِيِّيْنَ وَصَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ فِى الْمُرْسَلِيْنَ وَصَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ فِى الْمَلَاِ الْاَعْلٰى اِلٰى يَوْمِ الدِّيْنِ




هن درود شريف جي باري ۾ حضرت امام شافعي رحمة الله عليه فرمايو آهي ته مون هڪ شخص کي خواب ۾ ڏٺو. مون کيس چيو ته رب پاڪ توهان سان ڪهڙو معاملو ڪيو؟ هن جواب ڏنو ته رب پاڪ مون کي درودِ اعلیٰ جي بدلي ۾ بخشي ڇڏيو ۽ مون کي جنت ۾ وڏو درجو به عطا فرمايائين.

سو ڏو جو سُتَرو، سو مُون پلئه پاءِ،
وسُ ويچارِي ناهِ ڪو، تُون آڳا عرض اگهاءِ،
لُطف سانءُ لنگهاءِ، لهرُون لهرين وچ مان.

(شاهه لطيف)

درود اعلیٰ هي آهي:

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ كَمَا يَنْبَغِي الصَّلٰوةُ عَلَيْهِ

دل جي قوت ذڪر الاهيءَ ۾ آهي. دماغ جي توانائي ۽ تازگي قرآن پاڪ جي تلاوت ۾ آهي. جسم جي تندرستي نماز ۾ آهي ۽ روح جي راحت درود شريف ۾ آهي.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰٓى اٰلِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّبَارِكْ وَسَلِّمْ ٥




ڪتاب احياءُ العلوم ۾ مذڪور آهي: هڪڙي بزرگ (ابوالحسن شافعي) حضور پُرنور محبوب محمّد مصطفيٰ صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن جو خواب ۾ ديدار ڪيو ۽ حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن کي عرض ڪيائين ته يارسول الله صلى الله عليك وآلك وسلم! امام شافعي کي اوهان جي بارگاهه مان ڪهڙو انعام مليو؟ جنهن پنهنجي ڪتاب الرسالة ۾ هيءَ درود شريف لکيو آهي:

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ كُلَّمَا ذَكَرَهُ الذَّاكِرُوْنَ وَكُلَّمَا غَفَلَ عَنْ ذِكْرِهِ الْغَافِلُوْنَ ٥

حضور اڪرم صلى الله عليه وآله وسلم جن فرمايو ته اسان جي طرفان انهن کي اهو انعام مليو، جو قيامت جي ڏينهن بنا ڪنهن حساب ڪتاب

جي ڪيس جنت ۾ موڪليو ويندو. (سبحان الله).

## شاھ ولي الله جو درود شريف

حضرت شيخ المشائخ شاھ ولي الله صاحب جن لکن ٿا ته مون کي منهنجي والد بزرگ هن درود شريف جي پڙهڻ جو حڪم فرمايو؛

بسم الله الرحمٰن الرحيم

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدِ نِ النَّبِيِّ الْاُمِّيِّ وَاٰلِهٖ وَبَارِكْ وَسَلِّمْ

پوءِ مون هڪ رات خواب ۾ اهو درود شريف حضور صلي الله عليه وآله وسلم جن جي خدمت پاڪ ۾ پڙهيو ته حضور صلي الله عليه وآله وسلم جن ان کي پسند فرمايو.

## درود غوثيه

حضرت غوث الاعظم سيدنا و مرشدنا آقا و مولیٰ شيخ عبد القادر جيلاني رحمة الله عليه پيران پير دستگير جن جو درود شريف. هيءُ اهو پاڪ درود شريف آهي، جنهن سان حضرت غوث الاعظم سيدنا شاھ عبد القادر جيلاني رحمة الله عليه ورد وظائف پڙهندا هئا.

"مطالع المسرت" ۾ مذڪور آهي ته اڪابر اولياءُ فرمايو آهي ته جيڪو شخص روزانو صبح شام فقط ٽي ٽي دفعا هن درود شريف جو ورد پڙهندو رهي ته الله تعالیٰ جلد ئي پنهنجي بارگاھ ۾ پنهنجو قرب ۽ رضا ڪيس عطا فرمائيندو. ان ماٿهوءَ تي الله تعالیٰ جي رحمتن جو اهيترو

نزول ٿيندو جو گهڻو ڪان ٻاهر آهي. الله تعالىٰ ان شخص کي براين کان بري رکندو. هي درود شريف بيشڪ وڏن فائدن وارو آهي. هن جي پڙهڻ سان هرهڪ مسئلو حل ٿي ويندو ۽ هر مشڪل غيب مان آسان ٿي ويندي. درود غوثيہ هي آهي؛

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدِنِ السَّابِقِ لِلْخَلْقِ نُوْرُهٗ وَرَحْمَةٌ لِّلْعَالَمِيْنَ ظُهُوْرُهٗ عَدَدَ مَنْ مَّضٰى مِنْ خَلْقِكَ وَمَنْ بَقِيَ وَمَنْ سَعِدَ مِنْهُمْ وَمَنْ شَقِيَ صَلٰوةً تَسْتَغْرِقُ الْعَدَّ وَتُحِيْطُ بِهِ الْحَدَّ صَلٰوةً لَّانِهَايَةَ لَهَا وَلَا مُنْتَهٰى وَلَا انْقِضَاءَ صَلٰوةً دَائِمَةً بِدَوَامِكَ وَعَلٰى اٰلِهٖ وَصَحْبِهٖ وَسَلِّمْ تَسْلِيْمًا مِّثْلَ ذٰلِكَ ط

حقيقت هن حال جي، جي ظاهر ڪريان ذري،
تہ لڳي ماٺ مرڻ کي، ڏونگر پون ڏري،
وڃن وڻ ٻري، هوندا وير اُبري ڪينڪي.

(شاهہ لطيف)



هِيءُ جَانِ سَنڌِمُ هِيءُ سَاهُ ڪَرِيَان قُرْبَانَ مَدِيْنِي وَارِي تَان،
جَنْتَ ٻِي مِلِي مُونْ کِي تہ ڪَرِيَان قُرْبَان مَدِيْنِي وَارِي تَان.

(فقير محمّد اسماعيل ٺٽوي)

## درود اولي العزم

هن درود شريف کي درود اُولي العزم چوندا آهن. هي لاجواب نسخو آهي. بنهاني رحمة الله عليہ فرمائي ٿو تہ هيءُ درود شريف چاليهن خاص درودن مان هڪڙو آهي. شيخ ابي عبدالله محمّد بن سليمان الجزولي الشريف الحسني رحمة الله عليه فرمائي ٿو تہ جنهن شخص هن درود شريف کي هڪ دفعو پڙهيو، تنهن ڄڻ تہ پورو دلائل خيرات پڙهي پورو ڪيو. ڪتاب دلائل خيرات ۾ هزارين درود لکيل آهن. درود اولي العزم هي آهي:

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ ط

اَللّٰهُمَّ صَلِّ وَسَلِّمْ وَبَارِكْ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّاٰدَمَ وَنُوْحٍ وَّاِبْرَاهِيْمَ وَمُوْسٰى وَعِيْسٰى وَ مَا بَيْنَهُمْ مِّنَ النَّبِيِّيْنَ وَالْمُرْسَلِيْنَ صَلَوٰتُ اللّٰهِ وَسَلَامُهٗ عَلَيْهِمْ اَجْمَعِيْنَ ط



مولانا ابوالمقارب شيخ شمس الدين ابن ابوالحسن بکري عليہ الرحمة

فرمائين ٿا ته هيءُ درود شريف حضرت ابوبڪر صديق رضي الله عنه جو ورد هوندو هو. انهيءَ درود شريف جي برڪت سان الله تعاليٰ کيس ”صديق“ جو درجو عطا فرمايو ۽ ان سبب ابوبڪر صديق رضي الله عنه کي صديق اڪبر رضي الله عنه چيو وڃي ٿو. ڪين الله تعاليٰ جي معرفت جا درجا عطا ٿي ويا. بعض اولياءَ الله فرمائين ٿا ته هن درود شريف کي هڪ دفعو پڙهڻ سان ڏهه هزار درودن جو ثواب ملي ٿو ۽ ڪن عالمن ۽ بزرگن لکيو آهي ته هڪ دفعو پڙهڻ سان ڇهن هزارن درودن پڙهڻ جو ثواب ملي ٿو. حضرت ابوالمقارب رحمة الله عليه فرمائي ٿو ته جيڪو شخص هيءُ درود شريف ڏهه ڏينهن پڙهي ته ساري عمر جا گناه معاف ٿي ويندا.

شيخ المشائخ حضرت محمد بکري رحمة الله عليه فرمائي ٿو ته هن درود شريف جو زندگيءَ ۾ فقط هڪ دفعو پڙهڻ، آخرت ۾ دوزخ کان نجات بخشي ٿو. جيڪو شخص سؤ ڀيرا روز انو درود فاتحه کي پڙهي ته ان جا اونداهي وارا پردا هٽي ويندا ۽ روشني ۽ نور حاصل ٿيندس ۽ ان جي نظر ايتري پهچندي ٿي ويندي، جتي انسان جو پهچڻ مشڪل آهي، يعني دل ۾ اهڙو ته نور پيدا ٿيندس، جهڙيءَ طرح حضرت عمر رضي الله عنه مديني پاڪ ۾ ويٺي ويٺي جبل جي پويان جنگ ڏسي پڙهي رهيا هئا ۽ حضرت ساريه رضي الله عنه کي احڪام فرمائي رهيا هُئا.

حضرت احمد رحمة الله عليه فرمائين ٿا ته هيءُ درود شريف حضرت غوث الاعظم سيدنا عبد القادر جيلاني رحمة الله عليه جن کي بيحد پسند هوندو هو ۽ سندن خاص وردن ۾ شامل هوندو هو. هيءُ هڪ آبِ حيات آهي. شروع، وچ ۽ آخري زماني ۾ ڪيترن ئي

عارفن فقط انهيءَ درود شريف جو ذڪر ڪيو آهي. ڪيترائي بزرگ هن درود شريف مان ڪمال جي حد کي پهتا آهن. هيءُ درود شريف خاص الخاص عجائبات مان آهي. هيءُ هڪ وڏو راز آهي. هن جي پڙهڻ سان اهڙا ته نورجا پردا کُلن ٿا ۽ اهڙو نور پيدا ٿئي ٿو، جنهن جي قدرداني الله تعالىٰ کان سواءِ ٻيو ڪوبہ نٿو ڪري سگهي. هڪ سؤ دفعا روزانو هن درود شريف کي ورد ڪرڻ سان اهڙا دروازا کلن ٿا ۽ اهڙو نور پيدا ٿئي ٿو، جنهن جو ذڪر ڪرڻ ناممڪن آهي. جن کي سواءِ الله تعالىٰ جي ٻيو ڪوبہ نٿو ڄاڻي.

حضرت شيخ يوسف بن اسماعيل رحمة الله عليه فرمائين ٿا ته هي درود شريف ڪرامات جو موتي آهي. سيّد محمّد البڪري رحمة الله عليه فرمائي ٿو ته هيءُ درود شريف اسان هڪ سال پڙهيو ته پوءِ حج تي ويا سون ۽ حضور محبوب سرورِ ڪائنات صلى الله عليه وآلهٖ وسلم جن جي روضي مبارڪ جي زيارت نصيب ٿي. هن درود شريف جي ورد جي سبب محبوب سرورِ ڪونين صلى الله عليه وآلهٖ وسلم جن اسان کي پنهنجي شفاعت جو يقين ڏياريو ۽ حضور اقدس صلى الله عليه وآلهٖ وسلم جن اسان کي فرمايو ته الله تعالىٰ توهان کي هن درود شريف جي برڪت عطا فرمائي ۽ اوهان جي اولاد ۽ تنهن جي اولاد کي بہ عطا فرمائي. (سُبحانَ الله)

هن درود شريف جي انهن صفتن تي سيئي بزرگ متفق آهن ته هن درود ۽ نور مرڪو فرق ڪونهي. هي درود نور جي ڪنجي آهي، فتح ۽ ڪامراني جي ڪُنجي، الله ۽ الله جي رسول صلى الله عليه وآلهٖ وسلم جي محبت جي ڪنجي ۽ دنيا مان خير سان خاتمي ٿيڻ جي سَنَد. دنيا جو

ڪو به انسان مڪمل طور تي درود شريف جي فضيلت بيان ڪري نٿو سگهي. هن درود شريف لاءِ ڪيترن بزرگن لکيو آهي ته هن درود شريف کي جمعي ڏينهن هڪ ڀيرو ضرور پڙهڻ گهرجي. هيءُ هڪ دفعو پڙهڻ به وڏا ڪمال ڏيکاريندو - انشاءالله تعاليٰ.

مُونا ڄڻ محرابُ، جُسو جَامع ڄڻ جو،
قِبلي نُما قَلبُ ڪَري، تَنَ کي ڪيئُون طواف
تَحقيق ڄي تَسبيح ڄڻي، جسمانُ ڏِنئُون جَواب،
ڄِڻ ڪِڙو ڏوهه ثَواب، هادِي جَهڙِين حَال ٿيو.

(سُر رامڪلي - شاهه لطيف)

**هڪ اهم سوال:-** اهو هيءُ آهي ته هن ڪتاب جو مطالعو ڪرڻ وارو انهيءَ ڳالهه تي ضرور حيران ٿيندو ته ڪهڙو درود شريف اختيار ڪريان ۽ ڪنهن کي ڇڏيان. سيئي هڪ ٻئي کان وڌيڪ پلارا، سيني جي تعريف هڪ ٻئي کان وڌ ۾ وڌ، ان طرح هڪ نئون ماڻهو مُنجهي پوي ٿو. گهڻا ته اعتماد ڇڏي ٿا ڏين، تنهن لاءِ هيءُ ڳالهه ڏيان ۾ رکجي ته ڪتاب جي پوري مطالعي کان پوءِ جيڪو درود شريف دل سان لڳي ۽ وڻي، فقط ان هڪ جو ورد شروع ڪري ۽ ان کي نه ڇڏي. بس انهيءَ کي سڀ ڪجهه سمجهي. پيو ته جي ايئن نه ڪري سگهي ته ڪنهن ڪامل مرشد کي حقيقت ٻڌائي، پوءِ اهو جنهن درود جي اجازت ڏئي، اهو هميشه جي لاءِ ورد ڪري ڇڏي. اهو به نه ٿي سگهي ته جمعي جي ڏينهن فجر جي نماز پڙهي، ڪنهن ولي الله جي قبر تي هليو وڃي. اتي ويهي پهرين ڪجهه قل شريف يا قرآن شريف ۽ صلوٰة سڳوري پڙهي سندن

ارواح مبارڪ کي بخشي، پوءِ يارهن دفعا درود شريف پڙهي مراقبي ۾ ويهي ذڪر لَآ اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ پڙهندو رهي. هڪ ڪلاڪ جي اندر حڪم ملندس ته فلاڻو درود شريف پنهنجو ورد بڻائي. پوءِ ڪجهه درود ۽ قل ان وليءَ جي روح کي بخش ڪري هليو اچي ۽ ڏينهن تائين ڪنهن کي اها ڳالهه نه ٻڌائي، پنهنجي ورد ۾ لڳو رهي. پوءِ ته ڪهڙا ڪمال ۽ درجات ۽ نور جا نظارا ته سڻ ۾ اچن ٿا. باقي گهبرائڻ ۽ منجهي پوڻ جو ڪو ضرور ڪو نهي.[1] درود فاتحه هيءَ آهي:

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

اَللّٰهُمَّ صَلِّ وَسَلِّمْ وَبَارِكْ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدِ نِ الْفَاتِحِ لِمَا اُغْلِقَ وَالْخَاتِمِ لِمَا سَبَقَ وَالنَّاصِرِ الْحَقِّ بِالْحَقِّ وَالْهَادِیْ اِلٰى صِرَاطِكَ الْمُسْتَقِيْمِ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَعَلٰى اٰلِهٖ وَاَصْحَابِهٖ حَقَّ قَدْرِهٖ وَمِقْدَارِهِ الْعَظِيْمِ

## دُرُودِ حضوريﷺ

حضرت شيخ ابن نعمان رحمة الله عليه اهو بزرگ ٿي گذريو آهي جنهن محبوب سرور ڪائنات صلى الله عليه واٰله وسلم جن جي هڪ سؤ ڀيرا زيارت ڪئي ۽ عرض ڪيائين ته يارسول الله صلى الله عليه واٰله وسلم!

---

[1] هي درود شريف سيد قمر الزمان شاه کي فقير خير محمد نگر مجذوب مدينه منوره واري کان مليو.

مون کي حڪم فرمايو ويو ته مان ڪهڙو درود شريف پڙهان، جيڪو سيني کان زياده مقبول ٿئي؟ حضور اقدس صَلّى اللهُ عليه وآله وسلم جن ڪيس فرمايو ته درود حضوري پڙهه. درود حضوري هي آهي:

بِسْمِ اللهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدِنِ الَّذِىْ مَلَأْتَ قَلْبَهٗ مِنْ جَلَالِكَ وَعَيْنَهٗ مِنْ جَمَالِكَ فَاَصْبَحَ فَرِحًا مَّسْرُوْرًا مُّؤَيَّدًا مَّنْصُوْرًا وَّعَلٰى اٰلِهٖ وَصَحْبِهٖ وَسَلِّمْ تَسْلِيْمًا ○

اللّٰه تعالیٰ رسول صلی اللّٰه علیہ وآلہ وسلم

اللہ تعالیٰ رسول اڪرم صلی اللّٰه عليه وآلہٖ وسلم جن جي ذڪر کي پنهنجو ذڪر فرمايو آهي، جيئن ارشاد آهي ته:

بِسْمِ اللهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

اِنَّمَا جَعَلْتُ ذِكْرَكَ ذِكْرِىْ

جنهن ذڪر کي اللہ تعالیٰ سندس نبي ڪريم صلی اللّٰه عليه وآلہٖ وسلم جو پنهنجو ذڪر فرمايو آهي، اهو گذيل ذڪر درود شريف ئي آهي، جنهن ۾ رب پاڪ ۽ سندس حبيب صلی اللّٰه عليه وآلہٖ وسلم جو ذڪر گڏ ڪيو ويو آهي. حضور پُرنور صلى اللّٰه عَلَيْهِ وآلہٖ وسلم جن

ڪان وڌيڪ اسان تي ڪو به مهربان نہ آهي. حضور صلي الله عليه وآله وسلم جن هميشه پنهنجي امت جي لاءِ آسان عمل ۽ آسان عبادت جي تعليم فرمائيندا هئا. پاڪ ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم جن جدا جدا اصحابن کي جدا جدا درود شريف جي تعليم انهيءَ لاءِ فرمائي، تہ ڪو خاص درود يا ڪو خاص لفظ واجب نہ بنجي وڃي، جنهن مان سندن امت کي ڪا تڪليف نہ پهچي.

حضرت عبدالرحمان بن سيلي رحمة الله عليه فرمائي ٿو تہ منهنجي حضور صلي الله عليه وآله وسلم جن جي مشهور اصحابي حضرت ڪعب رضي الله عنه سان ملاقات ٿي. ڪعب رضي الله عنه فرمايو تہ اي عبدالرحمان تو کي اهڙو تحفو ڏيان، جيڪو مون حضور سرورِ ڪائنات صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن کان پڌو آهي. مون عرض ڪيو تہ ضرور مون کي اهو تحفو ڏيو. حضرت ڪعب رضي الله عنه فرمايو تہ مون حضور صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن کي عرض ڪيو تہ يارسول الله صلي الله عليه وآله وسلم! اوهان تي درود شريف ڪهڙيءَ طرح پڙهيو وڃي؟ پاڪ ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم جن فرمايو تہ هن طرح پڙهو:

## درودِ ابراهيم

بِسْمِ اللهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اٰلِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ كَمَا صَلَّيْتَ عَلٰى سَيِّدِنَا اِبْرَاهِيْمَ وَعَلٰى اٰلِ سَيِّدِنَا اِبْرَاهِيْمَ اِنَّكَ حَمِيْدٌ مَّجِيْدٌ اَللّٰهُمَّ

بَارِكْ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اٰلِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ
كَمَا بَارَكْتَ عَلٰى سَيِّدِنَا اِبْرَاهِيْمَ وَعَلٰى اٰلِ
سَيِّدِنَا اِبْرَاهِيْمَ فِى الْعَالَمِيْنَ اِنَّكَ حَمِيْدٌ مَّجِيْدٌ

حضرت ابومسعود بدري رحمة الله عليه فرمائي ٿو ته هڪ ڏينهن حضور صلى الله عليه وآله وسلم حضرت سعد بن عباده رضي الله عنه جي مجلس ۾ تشريف آوري ٿيا. حضرت بشير رضي الله عنه عرض ڪيو ته يارسول الله صلى الله عليه وآله وسلم! اسان کي درود شريف پڙهڻ جو حڪم فرمايو ويو آهي، سو اسين ڪيئن پڙهون؟ پاڻ فرمايائون ته درود هن طرح پڙهو، جيئن مٿي لکيو ويو آهي، جنهن کي درودِ ابراهيم به چوندا آهن. التحيات کان پوءِ نماز ۾ به اهو درود شريف پڙهيو ويندو آهي. عجيب قسم جو درود شريف آهي، جيڪو نماز ۾ شامل ڪيو ويو آهي. امام نووي رحمة الله عليه فرمائي ٿو ته اگر ڪو شخص قسم کائي ويهي ته مان سڀني درودن کان افضل درود پڙهان ته ان جو قسم هن درود شريف جي پڙهڻ سان پورو ٿي ويندو:

ٿون مُنهنجو آسَرو، مُون تنهنجي آس،
ڪَرين ڪيمَ نِراس، تن ۾ تُنهنجو آسَرو.

---

ڏٺي جا دم جَڪري، چت نه پيا چڙهن،
ته ڪي ڪوهه ڪڄن، جيئن سر ليي سيرو.

---

ڏٺي جا دم جَڪري، چت چڙهن پيا ڪين،
سَمُون تن سارو ٿئي، جي مَناءِ مسڪين،
انهي مُلهه مُبين، لڌي سار سَڄڻ جي. (شاه لطيفؒ)




بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

## اِنَّ اَوْلَى النَّاسِ بِيْ يَوْمَ الْقِيٰمَةِ اَكْثَرُهُمْ عَلَيَّ صَلٰوةً ○

(رسول الله صلى الله عليه وآله وسلم)

يعني: بلاشڪ قيامت ۾ ماڻهن مان سڀ کان ويجهو ۽ قريب اسان کي اهو ماڻهو هوندو، جنهن اسان تي وڌيڪ صلوٰة پڙهي هوندي.

حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن تي هر وقت ۽ هر لمحي درود ڪثرت سان پڙهڻ باعثِ نجات ۽ پاڪيزگي آهي؛ مگر ڪجهه وقت اهڙا آهن، جن ۾ حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن تي درود شريف پڙهڻ مڪروه آهي. انهن جو خيال رکڻ تمام ضروري:

① پيشاب ۽ ڪاڪوس ڪرڻ وقت ② پنهنجي عورت سان صحبت جي وقت ③ ٿاٻو کائڻ جي وقت ④ ڪنهن کي وڍڻ يا ذبح ڪرڻ وقت ⑤ تعجب ڪرڻ وقت ⑥ بدبوءِ دار جاءِ تان لنگهڻ وقت.

انهن وقتن کان سواءِ چوويهه ڪلاڪ حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن تي جيڪو شخص درود پڙهي ٿو، ته اهو شخص بيشڪ قيامت ۾ ڪيئن بلڪل قريب هوندو (برحق). ڏٺو ويو آهي ته ڪيترائي حضور صلى الله عليه وآله وسلم جا عاشق ڏينهن رات هر گهڙي ۽ هر وقت مٺن درود پاڪ پڙهندا رهندا آهن، بلڪ ننڊ جي حالت ۾ به درود پڙهندي ڏٺا ويا

آهن. انهن درود شريف جي ديوانن تي ڪا پرهيز لازم ڪونهي. هو بي اختيار آهن، هو هر حالت ۽ هر وقت ۾ وضوء سان، بنا وضو هر جاءِ تي ديوانه وار درود شريف پڙهندا رهن ٿا. هنن کي پنهنجي وجود جي به ڪا سڌ نه هوندي آهي. انهن تي ڪو قانون لڳي نٿو سگهي. انهن جو مقام، انهن جي منزل سواءِ الله ۽ سندس حبيب صلی الله عليه وآله وسلم جن جي ٻيو ڪو به سمجهي نٿو سگهي.

ميانِ عاشق و معشوق رمزيست
ڪراماً ڪاتبين راهم خبر نيست

معنيٰ: عاشق ۽ معشوق جي وچ ۾ جيڪا رمز آهي ۽ جيڪي رازجون ڳالهيون ٿين ٿيون، تن جي ٻين کي ته نهيو، پر ڪلهن تي ويهي عمل نامه لکندڙ ملائڪن ڪراماً ڪاتبين کي به خبر نٿي پوي. اهي آهن محبوب محمّد مصطفيٰ صلی الله عليه وآله وسلم جا پروانا.

سِڪَ تي سُمُونڊ جي، موتي ڪِينَ مِلَنِ،
جِن کي مُحَبَتَ مُيَنِ سَان، سي ڪَاهِيو پُوَنِ ڪُنَ،
مَوجُنِ ڪان مَهِرَاڻِ جي، سي مَانجهي ڪِينَ مُڙَنِ،
وَڃِيو لَالَ لَهَنِ، پَٽي مَنجهه پَاتَارَ جي.

(فقير محمّد اسماعيل "خاڪي" نئوي)



علامه سخاوي رحمة الله عليه گهڻيون حديثون ۽ روايتون نقل فرمايون آهن، تن بيان فرمايو آهي ته قيامت جي ڏينهن عالم، محدث

۽ حديث شريف جي لکڻ وارا پنهنجي مس قلم سميت الله پاڪ جي حضور ۾ حاضر ٿيندا. الله تعاليٰ حضرت جبرئيل عليه السلام کان پڇندو ته هي ڪير آهن ۽ ڪاٿان پيج ته ڇا ٿا گهرن؟ ۽ اهي عرض ڪندا ته اسين حديث شريف لکڻ ۽ پڙهڻ وارا آهيون. الله تعاليٰ ارشاد فرمائيندو ته وڃو جنت ۾. بيشڪ توهين جنت جا لائق آهيو. توهان منهنجي حبيب صلي الله عليه وآله وسلم جن تي گهڻو درود پڙهيو ۽ لکيو پوءِ اهي بنا حساب ڪتاب جي جنت ۾ داخل ٿي ويندا.




قلم جنين جي هٿ ۾، سي جي ڪرم ڪن،
انگ ميٺي اکيان، وارِي هيا لِکن،
ته مَنهندا مَحبُوبن، ڪُجهڙ ناهي ڪنهن کي.
(مخدوم محمد زمان نقشبندي)

علامه سخاوي رحمة الله عليه فرمائي ٿو ته مون سان رشيد عطار رحمة الله عليه بيان ڪيو ته مصر ۾ هڪڙو بزرگ رهندو هو، جنهن جو نالو ابو سعيد خياط رحمة الله عليه هو. اهو هميشه اڪيلو رهندو هو، ڪنهن به ماڻهوءَ سان نه ملندو هو. ڪجهه وقت کان پوءِ انهيءَ بزرگ کي ماڻهن ڏٺو ته حضرت ابن رفيق رحمة الله عليه جي مجلس ۾ اچي ويهڻ لڳو ۽ ڪثرت سان ايندو رهيو. ماڻهن کي ان ڳالهه تي عجب لڳو، انهن بزرگ کان پڇيو. بزرگ جواب ڏنو ته مونکي رسول الله صلي الله عليه وآله وسلم جي خواب ۾ زيارت نصيب ٿي ۽ پاڻ ڪريمن صلي الله عليه وآله وسلم جن مون کي حڪم فرمايو ته تون ابن رفيق جي مجلس ۾ ويندو ڪر انهيءَ لاءِ جو هو پنهنجي مجلس ۾ اسان تي درود شريف ڪثرت سان پڙهندو آهي. سبحان الله! اها ڪهڙي نه مبارڪ مجلس آهي، جنهن ۾ حضور پرنور

محبوب صلی اللہ علیہ وآلہٖ وسلم جن تي درود شريف پڙهيو وڃي،

اوندا هي اڌ رات ۾، پرين پسايو پاڻ،
چنڊ، ڪتين سان، پيهي ويو پاتال ۾.
(شاهه لطيف)

# درودِ مُحمّدي

## اهو درود شريف، جيڪو هر ڪم لاءِ عجيب طاقت آهي

حضور صلی اللہ علیہ وآلہٖ وسلم جن جا اسان اُمت مٿان هڪ ٻه نه، پر ڪروڙن ڪان وڌيڪ انيڪ احسان آهن. سڀني کان زياده اهو، جو اسين بدڪار، گنهگار غافل ٿي، سست ۽ ڪاهل بڻجي زندگي گذاري رهيا آهيون مگر حضور صلی اللہ علیہ وآلہٖ وسلم جن هر وقت بارگاهِ الاهيءَ ۾ پنهنجي گناهگار اُمت جي بخشش لاءِ دست بدعا آهن. ان پياري نبي صلی اللہ علیہ وآلہٖ وسلم جي احسانن سان اسان جا ڪنڌ جهڪيا پيا آهن. اگر اسين ساري ڏينهن ۾ هڪ دفعو درود شريف پڙهون ته الله جل شانهٗ جي واعدي مطابق اسان تي رحمتون نازل ٿينديون ۽ اسانجي اعمال ناسي ۾ نيڪيون لکيون وينديون ۽ اسان جا درجا بلند ٿيندا -

درودِ محمّدي هن ڪتاب جي افضل درودن مان هڪ آهي. اڄ تائين الله تعاليٰ کان سواءِ ٻئي ڪنهن کي طاقت نه آهي جو هن درود شريف جا فائدا ۽ فضائل بيان ڪري سگهي. اگر هن سموري ڪتاب کي هن درود شريف جي تعريف لاءِ وقف ڪيو وڃي، ته به هن درود شريف جي تعريف

جو چوٿون حصو به پورو ٿي نه سگهندو. هن درود شريف جي پوري معنيٰ لکڻ ناممڪن آهي. انهيءَ لاءِ وقت جي عارفن هن درود شريف جو نالو ئي ”درودِ محمّدي“ رکيو آهي. هيءَ درود شريف خاص حضورپُرنور صلي الله عليه وآله وسلم جن لاءِ آهي. هيءُ صرف درود ئي نه آهي، بلڪ هڪڙي طاقت آهي، جنهن کي الله تعاليٰ کان سواءِ ٻيو ڪو به سمجهي نٿو سگهي ته هي ڪهڙي طاقت آهي؛ جنهن کي ڪو بشر بيان ڪري نٿو سگهي درود محمّدي صلي الله عليه وآله وسلم ٻندن تي الله تعاليٰ جي رحمت آهي هيءُ هڪ عظيم نعمت آهي. هن نعمت مان فائدو وٺڻ آسان آهي. اگر صرف روزانو هڪ دفعو به هن درود شريف کي پڙهيو وڃي ته پڙهڻ وارو شخص مٿي کان پيرن تائين رحمت سان ڍڪجي وڃي ٿو. هن درود شريف کي ته سُون جي حرفن سان هٿي لکڻ لازم هو، مگر مجبوري سبب هن مس سان لکيو ويو آهي؛

آئون ٻانهي، هُو سائين، مُنهنجو ڪهڙو وَسُ،

آئون اُونئن ڪنڌيس، جيئن ڪُھرجيئن جو.

(فقير محمّد اسماعيل)

درودِ محمّدي هي آهي؛

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اٰلِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ عَبْدِكَ وَرَسُوْلِكَ النَّبِيِّ الْاُمِّيِّ بِعَدَدِ

# انفاسِ الخلائقِ صلواةً دائمةً بدوامِ خلقِ اللهِ

## درود محمّديءَ جو راز

هن درود محمّديءَ جي راز جي ملائڪن کي به ڪا خبر ڪانهي. فقط الله تعاليٰ ۽ سندن حبيب صلي الله عليه وسلم کي ئي هن جي راز جي خبر آهي.



① جذب القلوب ۾ آهي ته جيڪو به شخص پاڪائي ۽ طهارت سان باوضو هن درود شريف کي ٣١٣ دفعا پڙهندو ته الله تعاليٰ ان کي خواب ۾ محبوب سرورِ ڪونين صلي الله عليه وآله وسلم جن جي زيارت نصيب فرمائيندو. درود شريف هيءُ آهي:

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اٰلِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ كَمَا تُحِبُّ وَتَرْضٰى لَهٗ.

② "مفاخر الاسلام" ۾ آهي ته جيڪڏهن ڪو شخص پنج جمعا يعني هر جمعي تي هي درود شريف هزار دفعا پڙهندو ته انهي وچ ۾ ئي حضور صلي الله عليه وآله وسلم جن جي زيارت نصيب ٿيندي ۽ جنت ۾ پنهنجي جاءِ به خواب ۾ ڏسندو. اهو درود ايندڙ صفحي تي آهي:

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اٰلِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدِ نِ النَّبِيِّ الْاُمِّيِّ

﴿۳﴾ "جامع التفاسير" ۾ آيو آهي ته جيڪو شخص جمعي جي رات جو پاڪائيءَ سان ٻه رڪعتون نفل نماز پڙهي، هرهڪ رڪعت ۾ الحمد کان پوءِ يارهن دفعا آية الڪرسي ۽ يارهن دفعا قل هوالله شريف پڙهي سلام ڦيرڻ کان پوءِ هڪ سوُ دفعا هي درود پڙهي ته انشاءَ الله تن جمعن ٽائين حضور صلى الله عليه واله وسلم جن جي زيارت نصيب ٿيندس.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدِ نِ النَّبِيِّ الْاُمِّيِّ وَاٰلِهٖ وَبَارِكْ وَسَلِّمْ

﴿۴﴾ جمعي جي رات جو ٻه رڪعتون نفل نماز پڙهي هر رڪعت ۾ اَلْحَمْدُ کان پوءِ ۲۵ ڀيرا قل هوالله شريف پڙهي، بعد سلام جي هڪ هزار دفعا هي درود شريف پڙهي،

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

صَلَّى اللّٰهُ عَلَى النَّبِيِّ الْاُمِّيِّ

پنج خميسون ايئن ڪرڻ سان مٺي محبوب صلى الله عليه واله وسلم

جن جي زيارت نصيب ٿيندس. (خميس مان مراد جمعي واري رات سمجهيو وڃي)

درود شريف نور ئي نور آهي، رحمت ئي رحمت آهي، خير ئي خير آهي ۽ دولت ئي دولت آهي. سڀ کان وڌيڪ درود شريف قلب ۽ روح جي راحت آهي.




بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

صَلَّى اللّٰهُ عَلَى النَّبِيِّ الْاُمِّيِّ وَعَلٰی اٰلِهٖ وَصَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ صَلٰوةً وَّسَلَامًا عَلَيْكَ يَا سَيِّدِيْ يَا رَسُوْلَ اللّٰهِ

هي درود لازوال بہ آهي ۽ نهايت آسان بہ. جمعي جي نماز کان پوءِ (روضي پاڪ جي تصوير ڏانهن منهن ڪري نہ، بلڪ) مديني پاڪ ڏانهن منهن ڪري هٿ ادب سان ٻڌي بيهي، اڪيلو يا ماڻهن سان گڏجي، مسجد شريف يا گهر ۾ نماز ظهر، فجر يا جنهن (عصر) جي به وقت آسان لڳي، ٣١٣ ڀيرا پڙهي يا گهٽ ۾ گهٽ ١١، ٢١، يا ٣٣ ڀيرا پڙهي ۽ پوءِ ان درود جو ڪمال ۽ فائدو ڏسي تہ چار رنگ لڳا هي آهي. هن نايابي بہا سوڪري ٿي يا گهرا واري فائدو حاصل ڪري سگهن ٿا. پڙهڻ واري کي حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جن جي زيارت نصيب ٿيندي يا هن دنيا ۾ ئي جنت ۾ سندس جاءِ ڏيکاري ويندي.

**خاص ڪري عورتن لاءِ:** هيءُ درود شريف اگر عورتون به پاڪائيءَ سان پنهنجي گهر ۾ پڙهن، جيترو به پڙهي سگهن، اهو پڙهن ته گهر ۾ بي انتها برڪت ۽ رحمت ٿيندي.

## هن درود شريف جي تعريف، جيڪا حديث شريف ۾ آيل آهي:

① هن جي پڙهڻ واري تي الله تعالىٰ پنهنجي رحمت هڪدم نازل فرمائي ٿو.

② الله تعالىٰ ان شخص تي ڏهه هزار دفعا سلام موڪلي ٿو.

③ فورًا پنج هزار نيڪيون سندن اعمالنامي ۾ لکايون وڃن ٿيون.

④ ان شخص جا پنج هزار گناه معاف ڪيا وڃن ٿا.

⑤ ان شخص جا پنج هزار درجا بلند ڪيا وڃن ٿا.

⑥ ان شخص جي مٿي تي لکيو وڃي ٿو ته هيءُ منافق نه آهي.

⑦ ان شخص جي پيشانيءَ تي لکيو وڃي ٿو ته هيءُ دوزخ جي باهه کان آزاد آهي.

⑧ ان کي قيامت جي ڏينهن شهيدن سان گڏ رکيو ويندو.

⑨ جيستائين درود شريف پڙهڻ ۾ مشغول هوندو، تيستائين الله جا ملائڪ سندس لاءِ دُعا گهرندا رهندا آهن.

⑩ الله تبارڪ وتعالىٰ سندس ٻَئي سؤ حاجتون پوريون فرمائيندو.

⑪ ان جي لاءِ دين ۾ زبردست ترقي ٿيندي.

⑫ اولاد ۾ الله تعالىٰ عاليشان برڪت ۽ هدايت ڏيندو.

⑬ هن ٻئي دنيا ۾ الله تعالىٰ کيس پنهنجو محبوب بنائي ڇڏيندو.

⑭ هر شخص پنهنجي دل ۾ اُن لاءِ محبت رکندو.

⑮ ان جو آخري خاتمو ايمان تي ٿيندو.

⑯ قبر ۽ حشر ۾ پناه ۾ رهندو.

⑰ قيامت جي ڏينهن عرش جي ڇانو ۾ هوندو.

⑱ حضور عليه الصلوٰة والسّلام جن جي شفاعت ان لاءِ واجب هوندي.

⑲ قيامت جي ڏينهن حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن سندس شاهد هوندا.

⑳ ميزان ۾ تورڻ وقت سندس پاسو ڳرو هوندو.

㉑ قيامت جي ڏينهن اُڃ جي تڪليف کان محفوظ هوندو.

㉒ حوضِ ڪوثر تي سندس حاضري نصيب ٿيندي.

㉓ پُلصراط مٿان آسانيءَ سان لنگهي ويندو.

㉔ قيامت ۾ ان شخص لاءِ نور هوندو.

㉕ حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن جي نزديڪ هوندو.

㉖ قيامت ۾ رسولِ اڪرم صلى الله عليه وآله وسلم جن سان هٿ ملائڻ جو شرف کيس حاصل ٿيندو.

㉗ الله تعالىٰ ان شخص کان سدائين راضي هوندو، ڪڏهن به ناراض نه ٿيندو.

㉘ سڀني کان وڏو مرتبو ان شخص کي اهو ملندو، جو الله تعالىٰ جا پنج هزار نوري ملائڪ سڳورا حضور پُر نور صلى الله عليه وآله وسلم جن جي بارگاهه ۾ وڃيو عرض ڪن ٿا ته يا رسول الله صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم! فلاڻي پٽ فلاڻي جي اوهان تي درود ۽ سلام عرض ڪيو آهي. حضور عليه الصّلوٰة والسّلام جن جواب ۾ ارشاد

فرمائيندا ته انهي فلاڻي پٽ فلاڻي جي تي اسان جي طرفان به سلام ۽ الله جي رحمت ۽ برڪت هجي.

نوٽ: اسان کي گهرجي ته ڪئي اسين ڪيڏا به متقي، پاڪدامن، نيڪ بخت ۽ شريعتِ محمدي صلي الله عليه وآله وسلم جا پابند هجون، ليڪن اسان تي اهو به فرض آهي ته پنهنجي گهر جي سڀني عورتن کي ان ڳالهه جو حڪم ڏيون ته هر ڪنهن جمعي تي هي درود شريف حسبِ توفيق مٿي بيان ڪيل ترتيب جي مطابق ضرور پڙهنديون رهن؛ ڇو جو اسان جو اگر پنهنجين گهروارين تي حق آهي ته انهن جو به اسان تي حق آهي. انهن جو اسان تي پهرين حقن سان گڏ اهو به حق آهي، ته اسين کين سمجهايون ۽ ان ڳالهه بابت سختي به ڪرڻي پوي ته ڪريون؛ ڇو جو جمعي جي ڏينهن جنهن گهر ۾ اهو درود پڙهيو ويندو، لازم آهي ته ان گهر ۾ رحمتون نازل ٿينديون، رزق ۾ برڪت پوندي ۽ اهو گهر مالامال ٿي ويندو. اسين پنهنجين عورتن بابت الله سائين وٽ به جوابدار آهيون. انهي لاءِ انهن کي هدايت ڪرڻ به اسان جو فرض آهي. گهٽ ۾ گهٽ پنج منٽ ڪڍي فقط جمعي جي ڏينهن هن درود شريف جو ورد ضرور ڪن. الله تعاليٰ اسان کي نيڪيءَ جي توفيق عطا فرمائي - آمين.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

# صَلَّى اللّٰهُ عَلَى النَّبِيِّ الْاُمِّيِّ وَعَلٰٓى اٰلِهٖ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ صَلٰوةً وَّسَلَامًا عَلَيْكَ يَا سَيِّدِيْ يَا رَسُوْلَ اللّٰهِ

سبحانهٗ وتعاليٰ

بسم الله الرحمٰن الرحيم

هُوَ اللّٰهُ الَّذِي لَا اِلٰهَ اِلَّا هُوَ الرَّحْمٰنُ جَلَّ جَلَالُهٗ

اَللّٰهُ جَلَّ جَلَالُهٗ
وڏو شان آهي ان جو
الله (اسم ذات)

اَلرَّحْمٰنُ جَلَّ جَلَالُهٗ
وڏو شان آهي ان جو
نهايت مهربان

اَلرَّحِيْمُ جَلَّ جَلَالُهٗ
وڏو شان آهي ان جو
نهايت ٻاجهارو

اَلْمَلِكُ جَلَّ جَلَالُهٗ
وڏو شان آهي ان جو
بادشاهن جو بادشاهه

اَلْقُدُّوْسُ جَلَّ جَلَالُهٗ
وڏو شان آهي ان جو
نهايت مقدس

اَلسَّلَامُ جَلَّ جَلَالُهٗ
وڏو شان آهي ان جو
ڪائنات کي سلامت رکندڙ

اَلْمُؤْمِنُ جَلَّ جَلَالُهٗ
وڏو شان آهي ان جو
ڪائنات کي امن ڏيندڙ

اَلْمُهَيْمِنُ جَلَّ جَلَالُهٗ
وڏو شان آهي ان جو
ڪائنات جو نگهبان

**ٱلْعَزِيزُ** جَلَّ جَلَالُهُ
وڏو شان آهي ان جو
هر شيءِ تي غالب

**ٱلْجَبَّارُ** جَلَّ جَلَالُهُ
وڏو شان آهي ان جو
مخلوق جا ڳاٽا ڀڃيندڙ

**ٱلْمُتَكَبِّرُ** جَلَّ جَلَالُهُ
وڏو شان آهي ان جو
سرڪشن ظالمن لاءِ تڪبر ڪندڙ

**ٱلْخَالِقُ** جَلَّ جَلَالُهُ
وڏو شان آهي ان جو
پيدا ڪندڙ

**ٱلْبَارِئُ** جَلَّ جَلَالُهُ
وڏو شان آهي ان جو
نيڪن ۽ بدن پيدا ڪرڻ وارو

**ٱلْمُصَوِّرُ** جَلَّ جَلَالُهُ
وڏو شان آهي ان جو
صورتون پيدا ڪندڙ

**ٱلْغَفَّارُ** جَلَّ جَلَالُهُ
وڏو شان آهي ان جو
گهڻو بخشيندڙ

**ٱلْقَهَّارُ** جَلَّ جَلَالُهُ
وڏو شان آهي ان جو
قادر مطلق

**ٱلْوَهَّابُ** جَلَّ جَلَالُهُ
وڏو شان آهي ان جو
گهڻو عطا ڪندڙ

**ٱلرَّزَّاقُ** جَلَّ جَلَالُهُ
وڏو شان آهي ان جو
گهڻو رزق ڏيندڙ

**ٱلْفَتَّاحُ** جَلَّ جَلَالُهُ
وڏو شان آهي ان جو
هر مشڪل کي حل ڪندڙ

**ٱلْعَلِيمُ** جَلَّ جَلَالُهُ
وڏو شان آهي ان جو
هميشه علم رکندڙ

**ٱلْقَابِضُ** جَلَّ جَلَالُهُ
وڏو شان آهي ان جو
ظالمن تي تنگي ڪندڙ

**ٱلْبَاسِطُ** جَلَّ جَلَالُهُ
وڏو شان آهي ان جو
مخلوق تي ڪشادگي ڪرڻ وارو

[1] تفسير جلالين.

| | |
|---|---|
| الخافض جل جلاله وڏي شان آهي ان جو — نافرمانن کي هيٺ ڪندڙ | الرافع جل جلاله وڏي شان آهي ان جو — فرمانبرداري کي مٿانهون ڪندڙ |
| المعز جل جلاله وڏي شان آهي ان جو — پنهنجن کي عزت ڏيندڙ | المذل جل جلاله وڏي شان آهي ان جو — پراين کي ذليل ڪندڙ |
| السميع جل جلاله وڏي شان آهي ان جو — هميشه ٻڌندڙ | البصير جل جلاله وڏي شان آهي ان جو — هميشه ڏسندڙ |
| الحڪم جل جلاله وڏي شان آهي ان جو — فيصلو ڪندڙ | العدل جل جلاله وڏي شان آهي ان جو — عدل ڪندڙ |
| اللطيف جل جلاله وڏي شان آهي ان جو — لطف ڪندڙ | الخبير جل جلاله وڏي شان آهي ان جو — هميشه خبردار |
| الحليم جل جلاله وڏي شان آهي ان جو — نهايت بردبار | العظيم جل جلاله وڏي شان آهي ان جو — نهايت عظيم |
| الغفور جل جلاله وڏو آهي شان ان جو — نهايت بخش ڪندڙ | الشڪور جل جلاله وڏي شان آهي ان جو — شڪرانو قبول ڪندڙ |

| | |
|---|---|
| **العليُّ** جلّ جلالهٗ<br>وڏو وشان آهي ان جو<br>تمام مٿاهون | **الكبيرُ** جلّ جلالهٗ<br>وڏو وشان آهي ان جو<br>تمام وڏو |
| **الحفيظُ** جلّ جلالهٗ<br>وڏو وشان آهي ان جو<br>حفاظت ڪندڙ | **المقيتُ** جلّ جلالهٗ<br>وڏو وشان آهي ان جو<br>وڏي طاقت وارو |
| **الحسيبُ** جلّ جلالهٗ<br>وڏو وشان آهي ان جو<br>حساب ڪندڙ | **الجليلُ** جلّ جلالهٗ<br>وڏو وشان آهي ان جو<br>وڏي جاهه وجلال وارو |
| **الكريمُ** جلّ جلالهٗ<br>وڏو وشان آهي ان جو<br>گهڻو ڪرم ڪندڙ | **الرقيبُ** جلّ جلالهٗ<br>وڏو وشان آهي ان جو<br>مخلوق تي نگاهه رکندڙ |
| **المجيبُ** جلّ جلالهٗ<br>وڏو وشان آهي ان جو<br>دعائون قبول ڪندڙ | **الواسعُ** جلّ جلالهٗ<br>وڏو وشان آهي ان جو<br>وسيع علم ۽ قدرت رکندڙ |
| **الحكيمُ** جلّ جلالهٗ<br>وڏو وشان آهي ان جو<br>وڏي حڪمت وارو | **الودودُ** جلّ جلالهٗ<br>وڏو وشان آهي ان جو<br>گهڻي شفقت ڪندڙ |
| **المجيدُ** جلّ جلالهٗ<br>وڏو وشان آهي ان جو<br>وڏي شان وارو | **الباعثُ** جلّ جلالهٗ<br>وڏو وشان آهي ان جو<br>رسولن کي موڪليندڙ |

الشَّهِيْدُ جلّ جلالهٗ
وڏو شان آهي ان جو
حاضر ناظر

الْحَقُّ جلّ جلالهٗ
وڏو شان آهي ان جو
حق ڪندڙ

الْوَكِيْلُ جلّ جلالهٗ
وڏو شان آهي ان جو
بهترين ڪارساز

الْقَوِيُّ جلّ جلالهٗ
وڏو شان آهي ان جو
زبردست قوت وارو

الْمَتِيْنُ جلّ جلالهٗ
وڏو شان آهي ان جو
نهايت پاڪ

الْوَلِيُّ جلّ جلالهٗ
وڏو شان آهي ان جو
مؤمنن جو مددگار

الْحَمِيْدُ جلّ جلالهٗ
وڏو شان آهي ان جو
گهڻو ساراهيل

الْمُحْصِيْ جلّ جلالهٗ
وڏو شان آهي ان جو
مؤمنن جون نيڪيون ڳڻيندڙ

الْمُبْدِئُ جلّ جلالهٗ
وڏو شان آهي ان جو
ڪائنات جي ابتدا ڪندڙ

الْمُعِيْدُ جلّ جلالهٗ
وڏو شان آهي ان جو
ڪائنات جي انتها ڪندڙ

الْمُحْيِيْ جلّ جلالهٗ
وڏو شان آهي ان جو
زندگي ڏيندڙ

الْمُمِيْتُ جلّ جلالهٗ
وڏو شان آهي ان جو

الْحَيُّ جلّ جلالهٗ
وڏو شان آهي ان جو
هر مؤمن جي قلب کي زنده ڪندڙ

الْقَيُّوْمُ جلّ جلالهٗ
وڏو شان آهي ان جو
ڪائنات کي قائم رکندڙ

**الواجد** جل جلاله
وڏو شان آهي ان جو
گولهيندڙ کي ملندڙ

**الماجد** جل جلاله
وڏو شان آهي ان جو
وڏي شان وارو

**الواحد** جل جلاله
وڏو شان آهي ان جو
پنهنجي وحدانيت ۾ منفرد

**الاحد** جل جلاله
وڏو شان آهي ان جو
پنهنجي وحدانيت ۾ يڪتا

**الصمد** جل جلاله
وڏو شان آهي ان جو
بي نياز

**القادر** جل جلاله
وڏو شان آهي ان جو
وڏي قدرت رکندڙ

**المقتدر** جل جلاله
وڏو شان آهي ان جو
تقدير ساز

**المقدم** جل جلاله
وڏو شان آهي ان جو
مؤمنن کي سبقت ڏيندڙ

**المؤخر** جل جلاله
وڏو شان آهي ان جو
نافرمانن کي پوئتي ڪندڙ

**الاول** جل جلاله
وڏو شان آهي ان جو
اول کان اول

**الآخر** جل جلاله
وڏو شان آهي ان جو
آخر کان آخر

**الظاهر** جل جلاله
وڏو شان آهي ان جو
ظاهر کان ظاهر

**الباطن** جل جلاله
وڏو شان آهي ان جو
مخفي کان مخفي

**الوالي** جل جلاله
وڏو شان آهي ان جو
لاوارثن جو وارث

**المتعالي** جلّ جلالهٗ
وڏو شان آهي ان جو
بلند کان بلند

**البرّ** جلّ جلالهٗ
وڏو شان آهي ان جو
گهڻي ڀلائي ڪندڙ

**التوّاب** جلّ جلالهٗ
وڏو شان آهي ان جو
گهڻي توبه قبول ڪندڙ

**المنتقم** جلّ جلالهٗ
وڏو شان آهي ان جو
نافرمانن کان انتقام وٺندڙ

**العفوّ** جلّ جلالهٗ
وڏو شان آهي ان جو
گهڻي معافي ڏيندڙ

**الرّءُوف** جلّ جلالهٗ
وڏو شان آهي ان جو
نهايت شفقت ڪندڙ

**مالك الملك** جلّ جلالهٗ
وڏو شان آهي ان جو
ڪائنات جو مالڪ

**ذوالجلال** جلّ جلالهٗ
وڏو شان آهي ان جو
وڏي جلال

**والاكرام** جلّ جلالهٗ
وڏو شان آهي ان جو
۽ عزت وارو

**المقسط** جلّ جلالهٗ
وڏو شان آهي ان جو
انصاف ڪندڙ

**الجامع** جلّ جلالهٗ
وڏو شان آهي ان جو
قيامت جي ڏينهن گڏ ڪندڙ

**الغني** جلّ جلالهٗ
وڏو شان آهي ان جو
بي پرواهه

**المغني** جلّ جلالهٗ
وڏو شان آهي ان جو
بي پرواهه ڪندڙ

**المعطي** جلّ جلالهٗ
وڏو شان آهي ان جو
عطا ڪندڙ

المانع جلّ جلالهٗ
وڏو شان آهي ان جو
روڪيندڙ

الضار جلّ جلالهٗ
وڏو شان آهي ان جو
نافرمانن کي نقصان ڏيندڙ

النافع جلّ جلالهٗ
وڏو شان آهي ان جو
فرمانبردارن کي نفعو ڏيندڙ

النور جلّ جلالهٗ
وڏو شان آهي ان جو
ڪائنات کي منور ڪندڙ

الهادي جلّ جلالهٗ
وڏو شان آهي ان جو
هدايت ڏيندڙ

البديع جلّ جلالهٗ
وڏو شان آهي ان جو
نئين سر پيدا ڪندڙ

الباقي جلّ جلالهٗ
وڏو شان آهي ان جو
هميشه بقا وارو

الوارث جلّ جلالهٗ
وڏو شان آهي ان جو
سڀني جو مالڪ

الرشيد جلّ جلالهٗ
وڏو شان آهي ان جو
صحيح راهه ڏسيندڙ

الصبور جلّ جلالهٗ
وڏو شان آهي ان جو
صبر جي توفيق ڏيندڙ

الذي ليس كمثله شيء جلّ جلالهٗ
اها ذات جنهن جهڙو ڪو به ناهي، وڏو شان آهي ان جو

وهو السميع البصير جلّ جلالهٗ
اهو ٻڌڻ وارو آهي ۽ ڏسڻ وارو، وڏو شان آهي ان جو

غفرانك ربنا واليك المصير جلّ جلالهٗ
وڏو شان آهي ان جو
تنهنجي بخشش گهرون ٿا اي رب اسان جا ۽ توڏي ئي اسان موٽڻ وارا آهيون

نعم المولىٰ ونعم النصير جلّ جلالهٗ
ڪهڙو نه سٺو آهي مولا ۽ ڪهڙو نه سٺو مدد ڪرڻ وارو، وڏي شان وارو

سَيِّدُنَا وَحِيد صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَآلِهِ وَسَلَّمَ

اسان جا سردار بي مثال زمانه شخصيت

سَيِّدُنَا مَاحِي صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَآلِهِ وَسَلَّمَ

اسان جا سردار ڪفر کي ختم ڪندڙ

سَيِّدُنَا حَاشِر صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَآلِهِ وَسَلَّمَ

اسان جا سردار قيامت جي ڏينهن مومنن کي گڏ ڪندڙ

سَيِّدُنَا عَاقِب صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَآلِهِ وَسَلَّمَ

اسان جا سردار خاتم النبيين

سَيِّدُنَا طٰهٰ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَآلِهِ وَسَلَّمَ

اسان جا سردار شفاعت ڪندڙ ۽ هدايت ڪندڙ

سَيِّدُنَا يٰسٓ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَآلِهِ وَسَلَّمَ

اسان جا سردار رسولن جا سردار

سَيِّدُنَا طَاهِر صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَآلِهِ وَسَلَّمَ

اسان جا سردار نهايت پاڪ

سَيِّدُنَا مُطَهَّر صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَآلِهِ وَسَلَّمَ

اسان جا سردار عيبن کان پاڪ

سَيِّدُنَا طَيِّب صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَآلِهِ وَسَلَّمَ

اسان جا سردار پاڪائي جا صاحب

سَيِّدُنَا سَيِّد صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَآلِهِ وَسَلَّمَ

اسان جا سردار سردارن جا سردار

سَيِّدُنَا رَسُول صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَآلِهِ وَسَلَّمَ

اسان جا سردار ساري مخلوق لاءِ رسول

سَيِّدُنَا نَبِي صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَآلِهِ وَسَلَّمَ

اسان جا سردار غيب جون خبرون ڏيندڙ

سَيِّدُنَا رَسُولُ الرَّحْمَة صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَآلِهِ وَسَلَّمَ

اسان جا سردار رحمت وارا رسول

سَيِّدُنَا قَيِّم صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَآلِهِ وَسَلَّمَ

اسان جا سردار الله جي حڪمن کي قائم ڪندڙ

المستفادات از غريب القرآن

سيدنا جامع صلى الله عليه وآله وسلم

اسان جا سردار سڀني ڪمالن جا جامع

سيدنا مقتفي صلى الله عليه وآله وسلم

اسان جا سردار سڀني پيغمبرن کان پوءِ ايندڙ

سيدنا مقفي صلى الله عليه وآله وسلم

اسان جا سردار آخر ۾ ايندڙ

سيدنا رسول الملاحم صلى الله عليه وآله وسلم

اسان جا سردار (ڪافرن) مقابلو ڪندڙ

سيدنا رسول الراحة صلى الله عليه وآله وسلم

اسان جا سردار امت کي راحت بخشيندڙ رسول

سيدنا ڪامل صلى الله عليه وآله وسلم

اسان جا سردار ڪامل اڪمل

سيدنا إڪليل صلى الله عليه وآله وسلم

اسان جا سردار سڀني جا سرتاج

سيدنا مدثر صلى الله عليه وآله وسلم

اسان جا سردار چادر مبارڪ ويڙهيندڙ

سيدنا مزمل صلى الله عليه وآله وسلم

اسان جا سردار ڪمبل مبارڪ ويڙهيندڙ

سيدنا عبدالله صلى الله عليه وآله وسلم

اسان جا سردار الله جا پيارا عبد آهن

سيدنا حبيب الله صلى الله عليه وآله وسلم

اسان جا سردار الله جا پيارا حبيب آهن

سيدنا صفي الله صلى الله عليه وآله وسلم

اسان جا سردار الله جا چونڊيل نبي آهن

سيدنا نجي الله صلى الله عليه وآله وسلم

اسان جا سردار الله جا همراز نبي آهن

سيدنا ڪليم الله صلى الله عليه وآله وسلم

اسان جا سردار الله سان ڪلام ڪندڙ نبي آهن

سيدنا مشهود صلى الله عليه وآله وسلم

اسان جا سردار شاهدي ڏنل نبي آهن

سيدنا بشير صلى الله عليه وآله وسلم

اسان جا سردار بشارت ڏيندڙ نبي آهن

سيدنا مبشر صلى الله عليه وآله وسلم

اسان جا سردار خوشخبري ڏيندڙ

سيدنا نذير صلى الله عليه وآله وسلم

اسان جا سردار ڊيڄاريندڙ آهن

سيدنا منذر صلى الله عليه وآله وسلم

اسان جا سردار ڊپ ڏياريندڙ

سيدنا نور صلى الله عليه وآله وسلم

اسان جا سردار الله جا نور آهن

سيدنا سراج صلى الله عليه وآله وسلم

اسان جا سردار روشن سج آهن

سيدنا مصباح صلى الله عليه وآله وسلم

اسان جا سردار روشن چراغ آهن

سيدنا هدى صلى الله عليه وآله وسلم

اسان جا سردار هدايت ڏيندڙ آهن

سيدنا مهدي صلى الله عليه وآله وسلم

اسان جا سردار هدايت ڏنل آهن

سيدنا منير صلى الله عليه وآله وسلم

اسان جا سردار سڀ جهان روشن ڪندڙ

سيدنا داعي صلى الله عليه وآله وسلم

اسان جا سردار الله جي طرف پڪاريندڙ

سيدنا مدعو صلى الله عليه وآله وسلم

اسان جي سردار کي جهانن جي صاحب جي دعوت ڏني وئي

سيدنا مجيب صلى الله عليه وآله وسلم

اسان جا سردار عرض قبول ڪندڙ

سيدنا مجاب صلى الله عليه وآله وسلم

اسانجا سردار قبول ڪيل آهن

سيدنا حفي صلى الله عليه وآله وسلم

اسانجا سردار نهايت مهربان آهن

سيدنا عفو صلى الله عليه وآله وسلم

اسانجا سردار معاف ڪندڙ آهن

سيدنا ولي صلى الله عليه وآله وسلم

اسانجا سردار الله جا پيارا آهن

سيدنا حق صلى الله عليه وآله وسلم

اسانجا سردار سراپا حق آهن

سيدنا قوي صلى الله عليه وآله وسلم

اسانجا سردار وڏي قوت وارا آهن

سيدنا امين صلى الله عليه وآله وسلم

اسانجا سردار امين آهن

سيدنا مامون صلى الله عليه وآله وسلم

اسانجا سردار امن ڏنل آهن

سيدنا ڪريم صلى الله عليه وآله وسلم

اسانجا سردار گهڻو ڪرم ڪندڙ آهن

سيدنا مڪرم صلى الله عليه وآله وسلم

اسانجا سردار نهايت احترام وارا آهن

سيدنا مڪين صلى الله عليه وآله وسلم

اسانجا سردار وڏي مرتبي وارا آهن

سيدنا متين صلى الله عليه وآله وسلم

اسانجا سردار نهايت پاڪ آهن

سيدنا مبين صلى الله عليه وآله وسلم

اسانجا سردار بيان ڪندڙ آهن

سيدنا مؤمل صلى الله عليه وآله وسلم

اسانجا سردار اميد وار آهن

سیدنا وصول صلی اللہ علیہ وآلہ وسلم
اسان جا سردار الله سان ملاقات ڪندڙ آهن

سیدنا ذو قوۃ صلی اللہ علیہ وآلہ وسلم
اسان جا سردار وڏي طاقت وارا آهن

سیدنا ذو حرمۃ صلی اللہ علیہ وآلہ وسلم
اسان جا سردار وڏي احترام وارا آهن

سیدنا ذو مکانۃ صلی اللہ علیہ وآلہ وسلم
اسان جا سردار وڏي شان وارا آهن

سیدنا ذو عز صلی اللہ علیہ وآلہ وسلم
اسان جا سردار وڏي عزت وارا آهن

سیدنا ذو فضل صلی اللہ علیہ وآلہ وسلم
اسان جا سردار وڏي ڀلائي وارا آهن

سیدنا مطاع صلی اللہ علیہ وآلہ وسلم
اسان جا سردار اهڙا آهن جن جي مومن پيروي ڪن ٿا

سیدنا مطیع صلی اللہ علیہ وآلہ وسلم
اسان جا سردار الله تعاليٰ جا فرمانبردار آهن

سیدنا قدم صدق صلی اللہ علیہ وآلہ وسلم
اسان جا سردار شفاعت ڪندڙ آهن

سیدنا رحمۃ صلی اللہ علیہ وآلہ وسلم
اسان جا سردار سراپا رحمت آهن

سیدنا بشریٰ صلی اللہ علیہ وآلہ وسلم
اسان جا سردار بشارت ڏيندڙ آهن

سیدنا غوث صلی اللہ علیہ وآلہ وسلم
اسان جا سردار فرياد ٻڌندڙ آهن

سیدنا غیث صلی اللہ علیہ وآلہ وسلم
اسان جا سردار رحمت جا مينهن آهن

سیدنا غیاث صلی اللہ علیہ وآلہ وسلم
اسان جا سردار نهايت فرياد رس آهن

سيدنا نعمة الله صلى الله عليه وآله وسلم

اسان جا سردار الله جي نعمت آهن

سيدنا هدية الله صلى الله عليه وآله وسلم

اسان جا سردار الله جا هديا آهن

سيدنا عروة وثقى صلى الله عليه وآله وسلم

اسان جا سردار وڏي شان وشوڪت وارا وسيلا آهن

سيدنا صراط مستقيم صلى الله عليه وآله وسلم

اسان جا سردار سڌي واٽ تي هلائيندڙ آهن

سيدنا ذكر الله صلى الله عليه وآله وسلم

اسان جا سردار الله تعالیٰ جا ذڪر آهن

سيدنا سيف الله صلى الله عليه وآله وسلم

اسان جا سردار الله جي تلوار آهن

سيدنا حزب الله صلى الله عليه وآله وسلم

اسان جا سردار الله جي جماعت جا اڳواڻ آهن

سيدنا النجم الثاقب صلى الله عليه وآله وسلم

اسان جا سردار روشن ستارا آهن

سيدنا مصطفىٰ صلى الله عليه وآله وسلم

اسان جا سردار چونڊيل نبي آهن

سيدنا مجتبىٰ صلى الله عليه وآله وسلم

اسان جا سردار برگزيده نبي آهن

سيدنا متقي صلى الله عليه وآله وسلم

اسان جا سردار پاڪ ۽ بلند آهن

سيدنا امي صلى الله عليه وآله وسلم

اسان جا سردار ساري ڪائنات جا اصل آهن

سيدنا مختار صلى الله عليه وآله وسلم

اسان جا سردار اختيار وارا نبي آهن

سيدنا اجير صلى الله عليه وآله وسلم

اسان جا سردار اجورو ڏيندڙ نبي آهن

المفردات في غريب القرآن و تفسير ڪبير علامه رازي

سيدنا جبار صلى الله عليه وآله وسلم

اسانجا سردار مومنن جا گناهه ختم ڪندڙ آهن

سيدنا ابو القاسم صلى الله عليه وآله وسلم

اسانجا سردار حضرت قاسم جا والد محترم آهن

سيدنا ابو الطاهر صلى الله عليه وآله وسلم

اسانجا سردار حضرت طاهر جا والد محترم آهن

سيدنا ابو الطيب صلى الله عليه وآله وسلم

اسانجا سردار حضرت طيب جا والد محترم آهن

سيدنا ابو ابراهيم صلى الله عليه وآله وسلم

اسانجا سردار حضرت ابراهيم جا والد محترم آهن

سيدنا مشفع صلى الله عليه وآله وسلم

اسانجي سردار جي شفاعت قبول ڪيل آهي

سيدنا شفيع صلى الله عليه وآله وسلم

اسانجا سردار شفاعت ڪندڙ نبي آهن

سيدنا صالح صلى الله عليه وآله وسلم

اسانجا سردار صلاحيت وارا نبي آهن

سيدنا مصلح صلى الله عليه وآله وسلم

اسانجا سردار اصلاح ڪرائيندڙ نبي آهن

سيدنا مهيمن صلى الله عليه وآله وسلم

اسانجا سردار محافظ آهن

سيدنا صادق صلى الله عليه وآله وسلم

اسانجا سردار سچ ڳالهائيندڙ آهن

سيدنا مصدق صلى الله عليه وآله وسلم

اسانجا سردار تصديق ڪيل آهن

سيدنا صدق صلى الله عليه وآله وسلم

اسانجا سردار صاحب صدق نبي آهن

سيدنا سيد المرسلين صلى الله عليه وآله وسلم

اسانجا سردار سڀني رسولن جا سردار آهن

سيدنا امام المتقين صلي الله عليه وآله وسلم

اسان جا سردار سڀني پرهيزگارن جا امام آهن

سيدنا قائد الغر المحجلين صلي الله عليه وآله وسلم

اسان جا سردار سڀني نمازين جي اڳواڻي ڪندڙ آهن

سيدنا خليل الرحمٰن صلي الله عليه وآله وسلم

اسان جا سردار الله تعاليٰ جا دوست آهن

سيدنا بر صلي الله عليه وآله وسلم

اسان جا سردار نهايت نيڪوڪار آهن

سيدنا مبين صلي الله عليه وآله وسلم

اسان جا سردار ڳجهي ڳالهه ظاهر ڪندڙ آهن

سيدنا وجيه صلي الله عليه وآله وسلم

اسان جا سردار نهايت خوبصورت آهن

سيدنا نصيح صلي الله عليه وآله وسلم

اسان جا سردار ڳجهي نصيحت ڪندڙ آهن

سيدنا ناصح صلي الله عليه وآله وسلم

اسان جا سردار بهترين نصيحت ڪندڙ آهن

سيدنا وڪيل صلي الله عليه وآله وسلم

اسان جا سردار ڪارساز آهن

سيدنا متوڪل صلي الله عليه وآله وسلم

اسان جا سردار الله تي توڪل ڪندڙ آهن

سيدنا ڪفيل صلي الله عليه وآله وسلم

اسان جا سردار سڀني کي سنڀاليندڙ آهن

سيدنا شفيق صلي الله عليه وآله وسلم

اسان جا سردار ڳجهي شفقت ڪندڙ آهن

سيدنا مقيم السنة صلي الله عليه وآله وسلم

اسان جا سردار سنت کي قائم ڪندڙ آهن

سيدنا مقدس صلي الله عليه وآله وسلم

اسان جا سردار مقدس آهن

سيدنا روح القدس صلي الله عليه وآله وسلم

اسانجا سردار پاڪائي جا روح آهن

سيدنا روح الحق صلي الله عليه وآله وسلم

اسانجا سردار حق جا روح آهن

سيدنا روح القسط صلي الله عليه وآله وسلم

اسانجا سردار انصاف جا روح آهن

سيدنا ڪافٍ صلي الله عليه وآله وسلم

اسانجا سردار ڪافي ۽ شافي آهن

سيدنا مڪتفٍ صلي الله عليه وآله وسلم

اسانجا سردار ڪفايت ڪندڙ آهن

سيدنا بالغ صلي الله عليه وآله وسلم

اسانجا سردار بلند درجي تي پهتل آهن

سيدنا مبلغ صلي الله عليه وآله وسلم

اسانجا سردار بلند درجي تي پهچايل آهن

سيدنا شافٍ صلي الله عليه وآله وسلم

اسانجا سردار بيمارن لاءِ شفا آهن

سيدنا واصل صلي الله عليه وآله وسلم

اسانجا سردار الله تعاليٰ سان ملاقات ڪندڙ آهن

سيدنا موصول صلي الله عليه وآله وسلم

اسانجا سردار الله تعاليٰ جي قريب آهن

سيدنا سابق صلي الله عليه وآله وسلم

اسانجا سردار نيڪي ۾ سڀني کان اڳرائي ڪندڙ آهن

سيدنا سائق صلي الله عليه وآله وسلم

اسانجا سردار امت کي جنت ڏانهن وٺي ويندڙ آهن

سيدنا هادٍ صلي الله عليه وآله وسلم

اسانجا سردار هدايت ڏيندڙ آهن

سيدنا مهدٍ صلي الله عليه وآله وسلم

اسانجا سردار راهه رباني ڏيکاريندڙ آهن

سيدنا صاحب التاج صلى الله عليه وآله وسلم
اسانجا سردار تاج جا مالڪ آهن

سيدنا صاحب المغفر صلى الله عليه وآله وسلم
اسانجا سردار جهاد وقت لوهي ٽوپيو ڪيندڙ آهن

سيدنا صاحب اللواء صلى الله عليه وآله وسلم
اسانجا سردار اسلامي جهنڊي جا مالڪ آهن

سيدنا صاحب المعراج صلى الله عليه وآله وسلم
اسانجا سردار جسماني معراج جا مالڪ آهن

سيدنا صاحب القضيب صلى الله عليه وآله وسلم
اسانجا سردار لٺ مبارڪ کڻندڙ آهن

سيدنا صاحب البراق صلى الله عليه وآله وسلم
اسانجا سردار براق جا مالڪ آهن

سيدنا صاحب الخاتم صلى الله عليه وآله وسلم
اسانجا سردار مهر نبوت جا مالڪ آهن

سيدنا صاحب العلامة صلى الله عليه وآله وسلم
اسانجا سردار نبوت جي نشاني آهن

سيدنا صاحب البرهان صلى الله عليه وآله وسلم
اسانجا سردار روشن دليل جا مالڪ آهن

سيدنا صاحب البيان صلى الله عليه وآله وسلم
اسانجا سردار روشني بيان جا مالڪ آهن

سيدنا فصيح اللسان صلى الله عليه وآله وسلم
اسانجا سردار فصيح و بليغ آهن

سيدنا مطهر الجنان صلى الله عليه وآله وسلم
اسانجا سردار دلين کي صاف ڪندڙ آهن

سيدنا رؤف صلى الله عليه وآله وسلم
اسانجا سردار تمام گهڻي شفقت ڪندڙ آهن

سيدنا رحيم صلى الله عليه وآله وسلم
اسانجا سردار ٻاجهارا آهن

# زيارت رسُول

صلى الله عليه وآله وسلم

ڪمال اتباع سنت رسول صلى الله عليه وآله وسلم ۽ محبت حقيقيءَ سان حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن جو ديدار پُرانوار بلڪل آسان ٿئي ٿو. بهرحال اها زيارت جنت جو پروانو آهي ۽ الله تعاليٰ جي ڪرم نوازيءَ جي ڪُلي سند آهي. ”قول بديع“ ۾ حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن جو هيءُ قول نقل ڪيو ويو آهي ته جيڪو شخص اسان جي روح پاڪ تي ۽ اسان جي جسم پاڪ تي ۽ اسان جي قبر مبارڪ تي درود شريف پڙهندو سو اسان جو ديدار خواب ۾ ضرور ڪندو ۽ اسان کي قيامت ۾ ڏسندو پوءِ جنهن شخص قيامت ۾ اسان کي ڏٺو، اسين ان جي سفارش ۽ شفاعت ڪندا سون، جنهن جي اسين شفاعت ڪندا سون ته اهو اسان سان گڏ حوض ڪوثر تي موجود هوندو ۽ اسين ان کي آب ڪوثر پيارينداسون. الله تعاليٰ ان جي بدن تان دوزخ جي باهه حرام ڪري ڇڏيندو.

حضرت ابو القاسم بستي رحمة الله عليه لکي ٿو ته جيڪو شخص چاهي ٿو ته مان نبي ڪريم صلى الله عليه وآله وسلم جن جو ديدار ڪريان، ته هن کي زيارت نصيب ٿئي ته هيءُ درود شريف پڙهي:

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ كَمَا اَمَرْتَنَا اَنْ نُصَلِّىَ عَلَيْهِ اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ كَمَا

هُوَ اَهْلُهٗ اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ كَمَا تُحِبُّ وَتَرْضٰى لَهٗ ،

هن درود شريف کي طاق عددن يعني اِڪيهه مثل هڪ سؤ هڪ يا ٽي سؤ ٽيرهن عددن وانگر اڪيهه ۾ پڙهڻ سان جلد حضور محبوب ڪريم صلی اللّٰه عليه وآله وسلم جن جي زيارت نصيب ٿيندي.

جو شخص جمعي جي ڏينهن جمعي جي نماز کان پوءِ وضو ڪري هڪڙي ڪاغذ تي ٣٥ دفعا اسم شريف ”محمّد رسول اللّٰه“ لکي ۽ ان پرچي کي پاڻ سان گڏ رکي ته اللّٰه تعاليٰ جل شانهٗ ان کي اطاعت ۽ عبادت جي قوت عطا فرمائيندو ۽ روزانو سج نڪرڻ وقت درود شريف پڙهندو وڃي هن پرچي کي غور سان ڏسندو وڃي. گهٽ ۾ گهٽ ٣٥، دفعا درود شريف پڙهي، انهيءَ تي عمل ڪندو رهندو ته تمام ڪثرت سان حضور ڪريم صلی اللّٰه عليه وآله وسلم جن جو ديدار نصيب ٿيندو رهندس.

جناب حضرت قطبِ حقاني غوثِ صمداني سيدنا شيخ عبدالقادر جيلاني رحمة اللّٰه عليه پنهنجي تصنيف ۾ لکن ٿا ته ابو هريره رضي اللّٰه عنه کان روايت آهي ته حضور صلی اللّٰه عليه وآله وسلم جن فرمايو آهي ته، جيڪو شخص جمعي جي رات جو عشاء نماز کان پوءِ ٻه رڪعتون نماز پڙهي، هر رڪعت ۾ الحمد شريف کان پوءِ آية الڪرسي پندرهن دفعا ۽ سورة اخلاص پندرهن دفعا پڙهي. ٻه رڪعتون انهيءَ طرح ختم ڪرڻ کان پوءِ وري هڪ هزار ڀيرا هي درود شريف پڙهي.درود ايندڙ صفحي تي آهي.

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

## اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اٰلِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدِنِ النَّبِيِّ الْاُمِّيِّ ط

پڙهي ته انشاءَ الله تعالىٰ هڪ جمعي کان ٻئي جمعي تائين اهو شخص پنهنجي پياري نبي صلى الله عليه وآله وسلم جن کي ضرور خواب ۾ ڏسندو. حضور پاڪ صلى الله عليه وآله وسلم جن جو نالو مبارڪ جڏهن به زبان تي اچي يا ٻڌو وڃي ته يڪدم درود شريف پڙهڻ گهرجي. گهٽ ۾ گهٽ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَآلِهِ وَسَلَّمْ چوي. غم، الم، فاقو، تشنگي، تنگي ۽ هر آفت هوا وانگر اڏامي ويندي.

جي ٿيا حل حَبيبَ سين، سُمَهڻُ تِن ثَوابُ،
نيڻ هيرائي نِنڊ سين، خُوش ڏِٺائون خوابُ،
اُرسيڙُو عَذابُ، دِليان تِنين دُور ٿيو.

(شاه لطيف)




مَديني ۾ مِٺو مُرسَل، ڀَلي آيو ڀَلي آيو،
اِهو نُوري نَبي مُرسَل، ڀَلي آيو ڀَلي آيو.
○ ڪَکَر رَحمت جا ٿيا نازِل، بهاريون ٿيون ٽِڙيا گُل ڦل
ڳائي ٿي باغ ۾ بُلبُل، ڀَلي آيو ڀَلي آيو.

لشڪرن حورون، ملڪ آيا، ٿيا رحمت سندا سايا
اکين جي نور کان افضل، ڀلي آيو ڀلي آيو.
سڀئي انصار خوش آهن، نيا سون گيت ٿيون ڳائن
مرحبا هي بهشتي گل، ڀلي آيو ڀلي آيو.
جبل ٿا جوش مان جهومن، شجر ٿا شوق ۾ جهولن
هوائن ۾ مچي هلچل، ڀلي آيو ڀلي آيو.
آهي هر شخص خوش "خاطي" مبارڪ ٿيا ڏين سائي
اِهو ڪامل اِهو اڪمل، ڀلي آيو ڀلي آيو.

(فقير محمد اسماعيل خاطي نقشبندي)




شيخ عبدالوهاب متقي رحمة الله عليه جن جڏهن حضرت شيخ عبدالحق محدث دهلويءَ کي حج تي روانو ڪرڻ لڳا ته ڪيس فرمايائون ته فرضن جي ادائگيءَ کان پوءِ، جيڪو به وقت ملي، تنهن ۾ درود شريف پڙهجو: ڇو جو ان سفر ۾ فرضي عبادت کان پوءِ درود شريف کان وڌيڪ ڪا به عبادت ڪانهي. اي فرزند! درود شريف ايترو ته ڪثرت سان پڙهج، جو تنهنجي زبان تر ٿي وڃي. تمام مفيد آهي ۽ سندس فائدا لامحدود آهن.

حضرت عبدالله بن مسعود رضى الله عنه جليل القدر اصحابي هئا. هڪ دفعي نماز پڙهي رهيا هئا ته حضور صلى الله عليه وآله وسلم

جن اچي تشريف فرمايا. سائڻ گڏ حضرت ابوبڪر صديق رضي الله عنه ۽ حضرت عمر فاروق رضي الله عنه به هُئا. نماز ختم ڪرڻ کان پوءِ حضرت عبدالله پهريائين ته الله جي حمد ۽ ثنا ڪئي، تنهن کان پوءِ حضور صلي الله عليه وآله وسلم ۽ سندن آل مٿي درود شريف پڙهڻ لڳو. درود پڙهڻ کان پوءِ پنهنجي لاءِ دُعا گهُرڻ لڳو. ان تي نبي ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم جن فرمايو ته گهُر، جيڪي گهُرندين سو ملندءِ.

حضرت مولانا عبدالقادر سيفي الحسيني رحمة الله فرمائي ٿو ته اسان کي جو ڪجهه به مليو، اهو درود شريف جي بي حساب پڙهڻ مان ئي مليو.

حضرت اويس قرني رضي الله عنه فرمائي ٿو ته رسولِ اڪرم صلي الله عليه وآله وسلم جن تي هميشه ڏينهن رات درود پڙهندا رهو.

اَکُمَر ڪَيو اچَنِ، سَجُڻُ سَانوڻُ مِينهن جِيئَن،
پَاسِي تِن وَسَنِ، جِي سَبُ جِمَانڊُرُ سِڪيَا.

(شاھ لطيف)

## سيني کان وڏو وسيلو

صاحب "نزهة المجالس" فرمائي ٿو ته هڪ شخص ظالم بادشاھ جي ظلم کان تنگ ٿي، شھر ڇڏي ڀڄي ويو. ڀڄندي ڀڄندي، هڪڙي سنسان جهنگل ۾ وڃي لڪو، اتي ويهي حضور صلي الله عليه وآله وسلم

جن تي هڪ هزار درود شريف پڙهيائين ۽ پوءِ دعا گهريائين ته:
يا رب! مان تنهنجي بارگاهه مان رسولِ اڪرم صلى الله عليه وآله وسلم جن جي وسيلي سان دُعا گهُران ٿو ته تون مون کي هن جابر ۽ ظالم حاڪم کان بچائي وٺ. اڃا دعا گهُري رهيو هو ته هاتف آواز ڏنو ته اي مؤمن! محمّد صلى الله عليه وآله وسلم جو وسيلو سڀني وسيلن کان افضل ترين آهي. رب پاڪ تنهنجي دُعا کي قبول فرمائي ڇڏيو. پوءِ جڏهن هو شهر ۾ واپس آيو ته خبر پئي ته بادشاهه مري ويو آهي.

اُمّ المؤمنين حضرت عائشه صديقه رضي الله عنها فرمايو ته حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن جو فرمان مبارڪ آهي ته جنهن کي اها ڳالهه پسند هجي ته قيامت جي ڏينهن رب پاڪ مون سان خوشيءَ سان ملي ۽ ملاقات ڪري، ته اسان تي ڪثرت سان درود شريف پڙهي.

حضرت عبدالله بن جواد رضي الله عنه فرمايو ته محبوب سيّدِ عالم صلى الله عليه وآله وسلم جن جو ارشاد مبارڪ آهي ته فرض کي پوريءَ ڪوشش سان ادا ڪريو؛ ڇو جو اها شيءِ الله جي راهه ۾ ويهه دفعا جهاد ڪرڻ کان به افضل آهي ۽ اسان تي درود شريف پڙهڻ انهن سڀني عملن جي برابر آهي.

حضرت جبار بن سمره رضي الله عنه فرمايو ته محبوب سيّدِ عالم صلى الله عليه وآله وسلم جن جو ارشاد مبارڪ آهي ته جيڪو شخص اسان تي فجر کان پوءِ سؤ دفعا درود شريف پڙهندو ته الله تعالىٰ ان جون سؤ حاجتون پوريون فرمائيندو.

حضرت انس رضي الله عنه فرمائي ٿو ته محبوب سيّد عالم صلي الله عليه واله وسلم جن فرمايو ته اصحابيو (رضي الله تعاليٰ عليهم اجمعين) ! قيامت جي ڏينهن جي پريشانين ۽ مصيبتن کان اهو شخص آزاد ۽ امن ۾ هوندو، جنهن دُنيا ۾ سڀ کان زياده اسان تي درود شريف پڙهيو هوندو.

حضور صلي الله عليه واله وسلم جن فرمايو ته:

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

مَنْ صَلّٰى عَلَيَّ وَاحِدَةً صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ عَشْرًا ٥

يعني: جيڪو شخص اسان تي هڪ دفعو درود شريف پڙهندو ته الله تعاليٰ مٿس ڏهه رحمتون نازل فرمائيندو.

درود شريف پڙهڻ، هڪ عجيب ۽ دل و دماغ کي معطر ڪرڻ واري نيڪي آهي. هڪ درود شريف پڙهڻ سان ڏهن نيڪين جو ثواب ملي ٿو. هن حديث مان ثابت آهي ته هڪ درود جي بدلي ۾ ڏهه نيڪيون لکيون وڃن ٿيون.

## درود شريف بابت الله تعالى جو فرمان

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

مَنْ جَآءَ بِالْحَسَنَةِ فَلَهٗ عَشْرُ اَمْثَالِهَا

هڪڙيءَ نيڪيءَ ڪي الله پاڪ وڌائي ڏهن نيڪين جو ثواب عطا فرمائي ٿو. ان مان ظاهر ٿيو ته درود شريف اگر هڪ دفعو پڙهيو وڃي ته ڏهه نيڪيون حاصل ٿيون. هر هڪ نيڪيءَ جي بدلي ۾ الله پاڪ ڏهن نيڪين جو ثواب ڏيندو. اهڙيءَ طرح پورين سؤ نيڪين جو ثواب ان مؤمن کي ملي ٿو. رب پاڪ ۽ سندس رسول صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم سچ فرمايو آهي. بيشڪ سچ فرمايو اٿن.




حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن هڪ دفعي فرمايو ته جنهن شخص جي اڳيان اسان جو ذڪر آيو ۽ ان ئي وقت اسان تي درود شريف پڙهيو ته ان کي اُحد جبل جيڏو ثواب حاصل ٿيندو. (اُحد جبل مدينه منوره جي قريب آهي، جتي جنگ اُحد لڳي هئي.) هاڻي اندازو لڳايو ته هڪ دفعي درود شريف پڙهڻ سان ايڏو وڏو ثواب ملي ٿو.




حضرت ابو هريره رضى الله عنه فرمائي ٿو ته سرڪارِ مدينه صلى الله عليه وآله وسلم جن ارشاد فرمايو ته جيڪڏهن ڪنهن شخص جا ڻي واڻي اسان تي درود شريف پڙهڻ ڇڏي ڏنو ته ڄڻ ته اهو جنت جو رستو ڀلجي ويو.

حضرت امام جعفر صادق رضی الله عنه کان روايت آهي ته محبوبِ سيدِ عالم صلی الله عليه وآله وسلم جن جو ارشاد مبارڪ آهي ته جنهن شخص جي سامهون اسان جو ذڪر ٿيو ۽ ان اسان تي درود شريف نه پڙهيو ته اهو جنت جي واٽ ڀلجي ٻئي پاسي هليو ويو.




حضرت عبدالله بن جواد رضی الله عنه جي روايت "ڪنزالعمال" ۾ آهي ته حضور اڪرم صلی الله عليه وآله وسلم جن ارشاد فرمايو ته جبرئيل عليه السّلام عرشِ عظيم جي طرف کان وڏي آواز ۾ اسان کي فرمايو ته اي محمّد صلی الله عليه وآله وسلم! ربّ العزت اوهان کي فرمائي ٿو ته جنهن شخص جي سامهون توهان جو ذڪر ڪيو وڃي ۽ اهو توهان جي مٿان درود شريف نه پڙهي ته اهو شخص جهنم ۾ داخل ٿيندو.




حضور پُرنور صلی الله عليه وآله وسلم جن فرمايو ته جنهن شخص محبت خلوص ۽ صدق سان اسان تي هڪ دفعو درود شريف پڙهيو ته الله تعالیٰ ۽ سندس ملائڪ ان شخص تي ستر ڀيرا رحمت نازل فرمائين ٿا. (ڪنزالعمال)



حضرت ابن عباس رضي الله تعالىٰ عنهما کان روايت آهي ته محبوب سيدِ عالم صلي الله عليہ واٰلہٖ وسلم جن هڪ ڏينهن منبر تي خطبي جي لاءِ چڙهي رهيا هئا. پهرئين ڏاڪي تي پير رکڻ بعد فرمايائون "آمين" وري ٻئي ڏاڪي تي پير رکڻ مهل به "آمين" فرمايائون. وري ٽئين ڏاڪي تي به "آمين" فرمايائون. پوءِ فرمايائون ته الله تعالىٰ جو حڪم نازل ٿيو ته جنهن شخص جي سامهون اوهان جو ذڪر ٿئي ۽ اهو درود نه پڙهي ته الله تعالىٰ ان کي پنهنجي رحمت کان ڏور ڪري ۽ ڪيس ذليل ڪري. (طبراني).



هڪ دفعي حضور صلي الله عليه واٰلہٖ وسلم جن فرمايو ته اگر ڪو شخص روزانو هڪ دفعو اسان تي درود شريف پڙهندو ته هن دنيا ۾ ئي جنت جي بشارت ملڻ کان اڳي سندس موت نه ايندو.
(ڪنزالعمال عن انس رضي الله عنه)

## مسجد ۾ وڃڻ ۽ نڪرڻ جون دعائون

حضور اڪرم صلي الله عليه واٰلہٖ وسلم جن فرمايو آهي ته توهان مان

ڪوبہ شخص جڏهن مسجد شريف ۾ داخل ٿئي ته اول درود شريف پڙهي پوءِ هيٺين دعا پڙهي بعد ۾ مسجد شريف ۾ داخل ٿئي ،

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

اَللّٰهُمَّ افْتَحْ لِيْ اَبْوَابَ رَحْمَتِكَ

۽ جڏهن مسجد شريف کان ٻاهر نڪرڻ گهري ته پهرين درود شريف پڙهي پوءِ هيٺين دعا پڙهي بعد ۾ ٻاهر اچي ،

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

اَللّٰهُمَّ اِنِّيْ اَسْئَلُكَ مِنْ فَضْلِكَ

## گهر ۾ داخل ٿيڻ وارو درود شريف

حضرت عمر بن دينار رضي الله عنه فرمائي ٿو ته جڏهن ڪو شخص گهر ۾ داخل ٿئي ۽ گهر ۾ ڪو به موجود نه هجي ته هيئن چوي.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

اَلسَّلَامُ عَلَى النَّبِيِّ وَرَحْمَتُ اللّٰهِ وَبَرَكَاتُهٗ
اَلسَّلَامُ عَلَيْنَا وَعَلٰى عِبَادِ اللّٰهِ الصَّالِحِيْنَ۔

يعني ته محبوب سرور ڪونين صلي الله عليه واٰله وسلم جن تي درود شريف پڙهي - (ق - درس - ص: ٢٢)

# شفاعت جو وعدو

حضور محبوب سرورِ ڪونين صلی اللّٰه عليه وآله وسلم جن مٿان ڪثرت سان درود شريف پڙهڻ جي معنیٰ ئي آهي قيامت جي ڏينهن سندن شفاعت جي سَنَد حاصل ڪرڻ. درود شريف جو خاص ۽ اصل فائدو اهو آهي.

ڪنهن قيدي يا ڏوهي کي اها خبر پئجي وڃي ته فلاڻي شخص جي حاڪم وٽ ڏاڍي هلندي آهي ۽ حاڪم سندس سفارش سان منهنجي جان آزاد ڪري ڇڏيندو ته ان لاءِ ماڻهو ڪيڏي وڏي ڪوشش ڪندو آهي ته ڪنهن به طريقي سان ان شخص کي راضي ڪريان، جيئن اهو منهنجي حاڪم وٽ سفارش ڪري، مون کي آزاد ڪرائي.

اسان مان اهڙو شخص ڪير آهي، جنهن کان ڪو گناهه ئي ڏٺيو هجي؛ سو اگر اسان کي حضور صلی اللّٰه عليه وآله وسلم جن جهڙو جو سفارش ڪندڙ ملي وڃي ته پوءِ اسين ڪيڏا نه وڏا خوش قسمت ٿيا سين. حضور صلی اللّٰه عليه وآله وسلم جن جهڙو سفارش ڪندڙ، جو سڀني نبين جو سردار، اللّٰه تعالیٰ جو محبوب صلی اللّٰه عليه وآله وسلم اهو هڪڙي آسان شيءِ جي بدلي ۾ پنهنجي سفارش جو وعدو فرمائي ۽ اهو فرمائي ته اسان تي ان شخص جي سفارش واجب ۽ لازم آهي، ته پوءِ به جيڪڏهن ڪو شخص درود شريف جهڙو آسان ۽ مجرب عمل نه ڪري ۽ شفا حاصل ڪرڻ نه چاهي ته سمجهڻ گهرجي ته اهو

ٿيڻ محرومي لاءِ پيدا آهي.

ڦريا پسي ڦيڻ، ڪرين ڪير نه چڪيو،
دُنيا ڪارڻ دين، وڃائي ولها ٿيا.

(شاه لطيف)

حضرت حسن بصري رحمة الله عليه پنهنجي درود شريف ۾ هي پڙهندا هئا: ”اي الله! اسان جي حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن کي اسان جي طرفان ايترو ته بهترين بدلو عطا فرماءِ، جنهن جهڙو ڪنهن نبيءَ کي سندس اُمت طرفان نه مليو هجي.“

حديث شريف مان نقل ٿيل آهي ته جيڪو شخص ستن جمعن تائين هر جمعي تي ست دفعا هي درود شريف پڙهندو ته اسان جي شفاعت ان تي واجب ٿيندي. اهو درود شريف هي آهي:

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اٰلِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ صَلٰوةً تَكُوْنُ لَكَ رِضًا وَّلَهٗ جَزَاءً وَّ لِحَقِّهٖ اَدَاءً وَّاَعْطِهِ الْوَسِيْلَةَ وَالْفَضِيْلَةَ وَالْمَقَامَ الْمَحْمُوْدَ الَّذِىْ وَعَدْتَّهٗ وَاجْزِهٖ عَنَّا مَا هُوَ اَهْلُهٗ وَاجْزِهٖ عَنَّا اَفْضَلَ مَا

جَزَيْتَ نَبِيًّا عَنْ قَوْمِهٖ وَرَسُوْلًا عَنْ اُمَّتِهٖ وَصَلِّ عَلٰى جَمِيْعِ اِخْوَانِهٖ مِنَ النَّبِيِّيْنَ وَالصَّالِحِيْنَ يَا اَرْحَمَ الرَّاحِمِيْنَ۔ يَا اَللّٰهُ يَا اَللّٰهُ يَا عَزِيْزُ يَا غَفَّارُ۔

الله تعالىٰ اسان سڀني کي توفيق عطا فرمائي، جو اسين پنهنجي پياري نبي ڪريم صلى الله عليه وآله وسلم جن تي حد کان وڌيڪ گهڻي ۾ گهڻو درود شريف پڙهون، سندن پياري شفاعت حاصل ڪريون، جنهن جو اسان سان پاڪ رب پاڻ خود وعدو فرمايو آهي، هر هڪ کي اها اميد آهي:

الله ڏي توفيق، ته پڙهه رات، ڏينهن درود،
مقبول بارگاهه، تو کي ڪندو درود.
(فقير محمد اسماعيل "خاطي" نئوي)

## درود متعلق ٣٩ حديثون

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

رات اچو کي سهڻي آ، محب جي محفل پڙهڻي آ،
ساري رات صلوٰة پڙهي، سرڪار جي ديوني ڏيڻي آ.
(فقير غلام نبي مشيس)

پليو سپ پنيور، جو پٽئي هوت نه هليو،
شهر سُهانو ڪين ڪي، آريائي اتور،
ماڻيو تنين مور، ڏيکيو جنين دل سين.
(شاه قدس سره)

(١) جيڪو شخص گهري ته منهنجا اعمال قيامت جي ڏينهن وڏي ساهميءَ ۾ توريا وڃن ته ان کي گهرجي ته اسان تي ڪثرت سان

درود شريف پڙهي.

② اسان تي درود شريف پڙهڻ، قيامت جي ڏينهن پُلصراط جي اونداهيءَ ۾ نُور آهي.

③ اسان تي ڪثرت سان درود پڙهو، جو قبر ۾ توهان کان پهرين پهرين اسان جي باري ۾ سوال ڪيو ويندو.

④ قيامت جي ڏينهن حشر جي سختين ۽ مصيبتن کان اهو شخص محفوظ هوندو، جنهن دنيا ۾ اسان تي ڪثرت سان درود پڙهيو هوندو.

⑤ ڪثرت سان درود شريف وارو قيامت ۾ اسان کي بلڪل ويجهو هوندو.

⑥ جنهن جي سامهون اسان جي ڪا ڳالهه اچي ته ان کي گهرجي ته اسان تي درود شريف پڙهي.

⑦ جيڪو شخص اسان تي صلوٰة سڳوري هڪ دفعو پڙهندو ته الله تعالىٰ ان تي ڏهه دفعا صلوٰة پڙهي ٿو ۽ سندس درجو بُلند ڪري ٿو.

⑧ جيڪو شخص اسان تي درود شريف پڙهندو، اهو عرش جي پاڇي ۾ هوندو.

⑨ اسان تي درود شريف پڙهڻ نور آهي، ڇا دنيا ۾ ۽ آخرت ۾ به.

⑩ جيڪو شخص ڪتاب ۾ منهنجو نالو ۽ درود شريف لکي ٿو ته جيستائين منهنجو نالو ۽ درود ان ڪتاب ۾ موجود آهي، ان وقت تائين الله جا ملائڪ مٿس درود پڙهندا رهن ٿا.

⑪ جيڪو شخص صبح جو ڏهه دفعا ۽ شام جو ڏهه دفعا اسان تي

درود شريف پڙهندو هوندو، قيامت جي ڏينهن ان کي اسان جي شفاعت نصيب ٿيندي.

⑫ جيڪو اسان تي سؤ دفعا درود شريف پڙهندو ته الله تعاليٰ ان جون سؤ حاجتون پوريون ڪندو.

⑬ توهين جتي به هجو، اسان تي درود شريف پڙهندا رهو، توهان جو درود اسان کي برابر پهچندو رهي ٿو.

⑭ اسان تي هڪ دفعو درود شريف پڙهڻ ايئن آهي، جڻ ته الله جي واٽ ۾ هڪڙو غلام آزاد ڪيائين.

⑮ اسان تي ڪثرت سان درود شريف پڙهو، جو اهو اوهان لاءِ بنهه پاڪائيءَ جو باعث آهي.

⑯ جيڪڏهن ڪا به مشڪل پيش اچي ته پوءِ گهرجي ته درود شريف ڪثرت سان پڙهي.

⑰ اسان تي زياده کان زياده درود شريف پڙهو؛ جو جو اهو اوهانجي بهتريءَ جو ذريعو آهي.

⑱ جڏهن ڪا شيءِ يا ڳالهه ڀلجي وڃي ته، يڪدم درود شريف پڙهو، انشاءَ الله تعاليٰ ياد اچي ويندي.

⑲ جمعي جي ڏينهن اسان تي گهڻو درود شريف پڙهو؛ ڇو جو جمعي جي ڏينهن اوهان جو درود شريف اسان کي پيش ڪيو وڃي ٿو.

⑳ جيڪو شخص اسان تي درود شريف پڙهي ٿو، اهو درود اسان وٽ پهچي وڃي ٿو ۽ ان جي بدلي ان شخص تي اسين درود شريف موڪليون ٿا.

(٢١) جيڪو شخص اسان جي قبر مبارڪ وٽ يا ان جي ويجهو اسان تي درود شريف پڙهي ٿو ته اسين پاڻ ان کي ٻڌون ٿا.

(٢٢) اسان تي درود شريف پڙهندا ڪريو، جو اهو به اوهان تي زڪواة جي حڪم ۾ آهي، يعني صدقو آهي.

(٢٣) اسان تي اوهان جو درود شريف موڪلڻ، اوهان لاءِ الله جي رضا جو موجب آهي.

(٢٤) اسان تي درود شريف پڙهندا ڪريو؛ ڇو جو اهو اوهان جي گناهن جو ڪفارو آهي.

(٢٥) اول الله تعالىٰ جي ثنا ۽ صفت ڪريو، تنهن کان پوءِ اسان تي درود پڙهو، تنهن کان پوءِ دعا گهُرو ۽ دعا جي اول ۽ آخر ۾ درود شريف پڙهڻ مستحب آهي. (درود کي دعا جا پَرَ چيو ويندو آهي).

(٢٦) جيستائين ڪو شخص اسان تي درود شريف پڙهندو رهندو، ته الله جا ملائڪ ان شخص تي سلام پڙهندا رهندا.

(٢٧) جيڪو امتي اسان تي سؤ دفعا درود شريف پڙهي ٿو ته الله تعالىٰ ان کي قيامت جي ڏينهن شهيدن جو مقام ۽ مرتبو عطا فرمائيندو.

(٢٨) جيڪو شخص هڪڙو ڀيرو درود شريف پڙهي ٿو ته الله تعالىٰ سندس ڏهه گناهه معاف فرمائي ٿو ۽ ڏهه درجا بُلند ڪري ٿو ۽ سندس ڏهه نيڪيون لکائي ٿو.

(٢٩) جيڪو شخص اسان تي درود شريف پڙهي ٿو ته اسين ان جي حق ۾ دُعا ڪندا آهيون.

(٣٠) جيڪو شخص اسان تي هڪ هزار ڀيرا درود شريف پڙهندو، اهو

جيستائين دنيا ۾ پنهنجي اکين سان سندس جنت واري جاءِ نه ڏسندو تيستائين سندس روح دنيا مان لاڏاڻو نه ٿيندو.

(٣١) جيڪو، جنهن ڏينهن اسان تي درود شريف پڙهندو ته الله پاڪ تي حق آهي ته اُن ڏينهن ۽ اُن رات جا گناهه ان شخص کي معاف فرمائي.

(٣٢) جيڪو شخص درود شريف پڙهي ٿو، ان جي لاءِ هڪ قيراط جيترو ثواب لکيو وڃي ٿو. (قيراط احد جبل جيڏو ٿئي ٿو)

(٣٣) توهين قيامت ۾ پنهنجن نالن ۽ علامتن سان اسان وٽ حاضر ڪيا ويندا، تنهن لاءِ اسان تي بلڪل چڱيءَ طرح ۽ گهڻو درود شريف پڙهندا ڪريو.

(٣٤) جنهن شخص کي اها خواهش هجي ته ڏينهن قيامت جي الله پاڪ سان خوش ٿي ملاقات ڪري ته اهو اسان تي ڪثرت سان درود شريف پڙهي.

(٣٥) فرضن کي صحيح نموني ادا ڪندا وڃو، جيا نهيءَ جو ثواب ويهه دفعا جهاد ڪرڻ کان به افضل آهي ۽ اسان مٿي صلوٰة و سلام پڙهڻ اهو انهن سڀني جي برابر آهي.

(٣٦) جيڪو شخص اسان تي جمعي جي ڏينهن ڪثرت سان درود شريف پڙهي ٿو ته اهو قيامت جي ڏينهن اهڙي شان سان ايندو، جو ان سان گڏ هڪ نور هوندو، اهو نور ايترو ته گهڻو هوندو جو جيڪڏهن ساري مخلوق ۾ ورهايو وڃي ته سڀني لاءِ ڪفايت ٿيندي.

٣٧ جنهن امتي اسان تي جمعي جي ڏينهن هڪ سؤ درود شريف پڙهيو ته ان جا ٻن سون سالن جا گناهه معاف ڪيا ويندا.

٣٨ جنهن ماڻهوءَ اڳيان اسان جو ذڪر ٿئي ۽ درود شريف نه پڙهي ته انهيءَ پاڻ کي جنت جي واٽ کان پري ڪري ڇڏيو.

٣٩ جن ماڻهن مجلس ڪئي ۽ گڏ ٿيا، ان مجلس ۾ الله تعالىٰ جو ذڪر نه ڪيائون ۽ رسول الله صلى الله عليه وآله وسلم جن تي درود شريف پڙهيائون ۽ ايئن اٿي هليا ويا ته اها انهن جي بدانجام جي نشاني ۽ حسرت جي جاءِ آهي.

## هڪ درود هڪ خزانو

حضرت ابوالفضل ڪرماني رحمة الله عليه فرمائين ٿا ته هڪ شخص خراسان کان مون وٽ آيو، ان بيان ڪيو ته مان مدينه منوره ۾ هوس، اتي مون نبي ڪريم صلى الله عليه وآله وسلم جن جي زيارت ڪئي ۽ پاڻ ڪريمن صلى الله عليه وآله وسلم جن انهيءَ خواب ۾ مون کي فرمايو ته تون جڏهن همدان وڃين ته ابوالفضل بن زيرڪ ڪرمانيءَ کي اسان جا سلام چئجان ۽ . مون عرض ڪيو ته يارسول الله صلى الله عليه وآله وسلم! ڪهڙي ڳالهه آهي، هن کي ايڏو وڏو اعزاز مليو آهي؟ حضور سرورِ ڪونين صلى الله عليه وآله وسلم جن فرمايو ته ابوالفضل ڪرماني اسان تي روزانو سؤ دفعا ۽ ان کان وڌيڪ هيءُ درود شريف پڙهندو آهي:

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدِ ۣالنَّبِيِّ الْاُمِّيِّ وَعَلٰى آلِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ جَزَى اللّٰهُ سَيِّدَنَا مُحَمَّدًا صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ عَنَّا مَا هُوَ اَهْلُهٗ ○

يعني؛ الله تعالىٰ محمّد صلى الله عليه وآله وسلم، نبي صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم اُمّي صلى الله عليه وآله وسلم ۽ ان جي اولاد کي جزا ڏي، جنهن جا هي مستحق آهن.

حضرت ابوالفضل ڪرماني رحمة الله عليه فرمائي ٿو ان شخص قسم کائي چيو آهي ته حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن جي پڌائڻ کان اڳ مون کي نه توهان جو نالو ايندو هو ۽ نه توهان جي رهڻ جي جاءِ ۽ مقام جي مون کي خبر پئي هئي. اسان ڪجهه ڪُنڪ ان شخص کي پيش ڪئي مگر ان صاف انڪار ڪيو ۽ چيائين ته حضور اڪرم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن جي پيغام کي وڪڻان نٿو. ابوالفضل فرمائي ٿو ته ان کان پوءِ اسان ان ماڻهوءَ کي ڪڏهن به نه ڏٺو.

اهڙا ته هزارين واقعا اڄ به موجود آهن. حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن تي درود پڙهڻ وارن کي بشارت ۽ خواب ۾ زيارت جي صورت ۾ نصيب ٿيندا رهن ٿا. هن ڪتاب جي مصنف مرحوم فقير محمّد اسماعيل کي پڻ حضور نبي ڪريم صلى الله عليه وآله وسلم جن لطيف آباد حيدرآباد ۾ رهندڙ هڪ پنهنجي پياري کي سلام ڏيڻ جي لاءِ حڪم فرمايو جنهن کي فقير صاحب نه اڳ ۾ سڃاڻندو هو نه ئي سندس جاءِ ڏٺل هئي.

# درود شريف ۽ مقامِ محمود

بخاري شريف ۾ هڪ حديث مبارڪ درج آهي ته جيڪو شخص بانگ ٻڌي ته هي لفظ پڙهي،

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

اَللّٰهُمَّ رَبَّ هٰذِهِ الدَّعْوَةِ التَّامَّةِ وَالصَّلٰوةِ الْقَائِمَةِ اٰتِ سَيِّدَنَا مُحَمَّدَنِ الْوَسِيْلَةَ وَ الْفَضِيْلَةَ وَالدَّرَجَةَ الرَّفِيْعَةَ وَابْعَثْهُ مَقَامَ الْمَحْمُوْدَنِ الَّذِیْ وَعَدْتَّهٗ وَارْزُقْنَا شَفَاعَتَهٗ يَوْمَ الْقِيَامَةِ ط اِنَّكَ لَا تُخْلِفُ الْمِيْعَادَ ۝

ترجمو:- اي الله! اي هن دعوتِ ڪامل ۽ ان جي نتيجي ۾ قائم ٿيڻ واري نماز جا رب، تون (حضرت) محمّد صلى الله عليه وآلهٖ وسلم کي وسيلو ۽ فضيلت ۽ بلند درجو عطا فرماءِ ۽ اُن کي اُن مقامِ محمود تي پهچاءِ جنهن جو تو اُن سان وعدو فرمايو آهي ۽ اسان کي قيامت جي ڏينهن ان جي شفاعت نصيب فرماءِ. بيشڪ تون پنهنجي وعدي جي خلاف نٿو ڪرين.

حضرت ابوهريره رضي الله عنه، حضور صلي الله عليه وآله وسلم جن کان نقل ٿو فرمائي ته جڏهن توهين درود شريف پڙهندا ڪريو ته ڏهن منهنجو وسيلو به گهرندا ڪريو، جڏهن به آذان ٻڌو ته اها دعا، جيڪا درود ۾ آهي، سا پڙهندا ڪريو. هن ۾ ڪيئي فائدا آهن. اها دعا مٿي لکي آيو آهيان.

## ١٤ هزار درودن جو ثواب

اگر ڪو شخص گهڙي ته گهٽ ۾ ٿوري وقت ۾ گهڻو ثواب حاصل ڪريان ته هن درود شريف کي پڙهي، جنهن جي هڪ ڀيري پڙهڻ سان چوڏهن هزار درودن پڙهڻ جو ثواب ملي ٿو. حضرت سيد احمد انصاري رحمة الله عليه فرمائي ٿو ته هي درود شريف مڪمل درود ۾ طريقت وارن جو درود شريف آهي، جنهن کي اهي هر نماز بعد پڙهندا آهن. هن جي ثواب جي انتها ناهي. حضرت شيخ عبدالباقي رحمة الله عليه حنبليءَ کان روايت آهي ته هن درود شريف کي هڪ دفعي پڙهڻ سان چوڏهن هزار درودن جو ثواب ملي ٿو، درود شريف هي آهي:

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

اَللّٰهُمَّ صَلِّ وَسَلِّمْ وَبَارِكْ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ

وَّعَلٰى اٰلِهٖ عَدَدَ كَمَالِ اللّٰهِ وَكَمَا يَلِيْقُ بِكَمَالِهٖ

يعني: اي الله! درود ۽ برڪت موڪل اسان جي سردار نبي ڪريم صلى الله عليه وآله وسلم جن ۽ سندن آل مٿي پنهنجي ڪمالات جي برابر ۽ جيترا اوهين لائق آهيو.

## هڪ لاجواب درود شريف

حضرت احمد وحلان رحمة الله عليه فرمائين ٿا ته هيءُ درود شريف حضرت محمّد الحنفي رحمة الله عليه جي اسرار العجائب مان آهي. مولانا شيخ عبدالوهاب شعراني رحمة الله عليه فرمائين ٿا ته اسان جي ڏاڏي بزرگ، حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن کي خواب ۾ ڏٺو حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن حضرت ابوبڪر صديق رضى الله عنه کي فرمايو ته هيءُ هڪ عظيم شخص آهي، اسين هن سان محبت ڪريون ٿا. حضرت ابوبڪر صديق رضى الله عنه جن فرمايو ته پوءِ ڇا هن کي فضيلت واري پڳ ٻڌائي وڃي؟

نڪي آئون ڪاتار، نڪي ڪتڻ ڄاڻان،
اڄهي جنهن جي آهيان، سو سيني جو سردار،
جيئين سو سردار، جو ڪوئي ڏيندم ڪپڙا.
(شاه لطيف قدس سره)

حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن اجازت فرمائي. پوءِ جڏهن حضرت شيخ محمّد الحنفي رحمة الله عليه اها ڳالهه ٻڌي ته شوق ٿيس ۽ پاڻ پنهنجي ڏاڏي وانگر حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن جي زيارت کان مشرف ٿيا ۽ عرض ڪيائون ته يا رسول الله صلى الله عليه وآله وسلم! مون کي به پنهنجي ڏاڏي واري اميري عطا فرمائي وڃي. حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن کيس فرمايو ته تنهنجي اميري ۽ اعزاز اهو آهي ته هي درود شريف پڙهندو رهه. هائي

انداز و ڪرڻ گهرجي ته هي درود شريف ڪيڏي برڪت وارو آهي. درود شريف هي آهي:

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدِنِ النَّبِيِّ الْاُمِّيِّ وَعَلٰٓى اٰلِهٖ وَصَحْبِهٖ وَسَلِّمْ عَدَدَ مَا عَلِمْتَ وَزِنَةَ مَا عَلِمْتَ وَمِلْءَ مَا عَلِمْتَ ؕ

يعني: اي منهنجا الله! خير ۽ برڪت جي پالوت ڪراسان جي سردار نبي صلى الله عليه وآله وسلم اُمّيءَ مٿي ۽ انهن جي آل ۽ اولاد ۽ اصحاب مٿي، جنهن جي شمار جي توکي خبر آهي ۽ انهن کي ان برڪت سان پرپي ڇڏ، جنهن جو توکي ئي علم آهي.

## هڪ درود - هڪ لک سلام

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

اَللّٰهُمَّ صَلِّ وَسَلِّمْ وَبَارِكْ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدِنِ النُّوْرِ الذَّاتِيِّ وَالسِّرِّ السَّارِيْ فِيْ سَائِرِ الْاَسْمَاءِ وَالصِّفَاتِ ؕ

يعني، اي الله پاڪ! درود سلام ۽ برڪتون نازل فرماءِ اسان جي سردار محمّد مصطفىٰ صلى الله عليه وآله وسلم مٿي، جنهن جي ذات نوراني آهي. پڪڙيل ۽ جاري هرهڪ اسم ۽ صفت ۾.

حضرت سيد احمد انصاري رحمة الله عليه فرمائي ٿو ته هي درود شريف نوراني آهي. هيءُ هڪ لک درودن جي برابر آهي يعني هن درود شريف کي هڪ دفعو پڙهڻ هڪ لک درودن جي برابر پڙهڻ آهي. مصيبتن کي دفع ڪرڻ لاءِ پندرهن سؤ ڀيرا پڙهڻ گهرجي. ڪيترن عاملن ۽ عارفن هن درود شريف مان زبردست فائدا حاصل ڪيا آهن.

حضرت ابنِ عابدين رحمة الله عليه فرمائي ٿو ته مون کي هي تمام ڪيفيت هن درود شريف مان حاصل ٿي آهي. مون پنهنجي مرشد عارف بالله حضرت سيد احمد بغدادي رحمة الله عليه کان هن درود شريف کي حاصل ڪيو آهي. منهنجي مرشد پاڪ جن فرمايو ته انهيءَ درود شريف جو ڪيترن وڏن عارفن سان واسطو رهيو آهي.

حضرت شيخ احمد مطلول رحمة الله عليه فرمائي ٿو ته مون کي هن درود شريف مان گهڻو فائدو پهتو آهي. بيشڪ هي درود هڪ لک درودن جي برابر آهي ۽ مصيبتن کي دور ڪرڻ ۾ اڪسيرِ اعظم آهي.

## دُرُوْدُ اِڪْبَرْ

وڏن ڪامل بزرگن کان صحيح روايتون هليون اچن ٿيون ته اگر ڪو شخص سچي محبت ۽ صدقِ دل سان درودِ اڪبر کي پڙهندو ته حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن جي زيارت خواب ۾ نصيب ٿيندس.

انشاء الله تعالىٰ. هن درود شريف جي باري ۾ مان پنهنجي تصنيف ڪيل ڪتاب جمالِ حبيب صلى الله عليه وآله وسلم ۾ پنهنجو ذاتي تجربو لکي آيو آهيان. مون کي ته يقين آهي ته خواب ۾ ته ڇا، پر جاڳندي حضور صلى الله عليه وآله وسلم جي زيارت ڪرڻ جو اگر شوق هجي ته بنا تعداد هن درود شريف کي پڙهو. هن جي پڙهڻ سان لکين نيڪيون ملن ٿيون. هي وڏو درود شريف آهي هن جو پڙهڻ عبادت ۾ شامل آهي.

پارَسُ لڳي لوهَ کي، تہ سَچو سُونُ ڪري،
تِنَ جو پَنڌُ پري ۾ رَکَنِ حُبَ حَبيبَ (صلى الله عليه وآله وسلم) جي.

(فقير محمد اسماعيل "خاطي" نتوي)

وَڻَ ٿامَ ميوَ وڪَڻ، پاڻُ نَ کائين پَنهنجو،
ٻَڪَرُ، پَتُرُ، ڇاپَڙون، ڏُوٿا ڏارَ سَڦَنِ،
پَسِيو لَجَ لَطِيفُ چئي، ڪيڏي ناهِ وَٺَنِ،
ڦَرِيو، ڦِرُ جهلن، نيڪيءَ ڪارڻ پنهنجي.

(شاهه لطيف)






بِسْمِ اللّٰہِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِیْمِ

اِنَّ اللّٰہَ وَمَلٰٓئِکَتَہٗ یُصَلُّوْنَ عَلَی النَّبِیِّ ط یٰٓاَیُّہَا
الَّذِیْنَ اٰمَنُوْا صَلُّوْا عَلَیْہِ وَسَلِّمُوْا تَسْلِیْمًا ۝

اَلصَّلٰوۃُ وَالسَّلَامُ عَلَیْکَ یَارَسُوْلَ اللّٰہِ
اَلصَّلٰوۃُ وَالسَّلَامُ عَلَیْکَ یَانَبِیَّ اللّٰہِ
اَلصَّلٰوۃُ وَالسَّلَامُ عَلَیْکَ یَاصَفِیَّ اللّٰہِ
اَلصَّلٰوۃُ وَالسَّلَامُ عَلَیْکَ یَاحَبِیْبَ اللّٰہِ
اَلصَّلٰوۃُ وَالسَّلَامُ عَلَیْکَ یَانَجِیَّ اللّٰہِ
اَلصَّلٰوۃُ وَالسَّلَامُ عَلَیْکَ یَاخَلِیْلَ اللّٰہِ
اَلصَّلٰوۃُ وَالسَّلَامُ عَلَیْکَ یَاخَیْرَ خَلْقِ اللّٰہِ
اَلصَّلٰوۃُ وَالسَّلَامُ عَلَیْکَ یَانُوْرَ عَرْشِ اللّٰہِ

اَلصَّلٰوۃُ وَالسَّلَامُ عَلَیْکَ یَامَنِ اخْتَارَہُ اللّٰہُ
اَلصَّلٰوۃُ وَالسَّلَامُ عَلَیْکَ یَااَوَّلَ خَلْقِ اللّٰہِ
اَلصَّلٰوۃُ وَالسَّلَامُ عَلَیْکَ یَااَحْسَنَ خَلْقِ اللّٰہِ
اَلصَّلٰوۃُ وَالسَّلَامُ عَلَیْکَ یَامَنْ بِہٖ ھَدَانَا اللّٰہُ
اَلصَّلٰوۃُ وَالسَّلَامُ عَلَیْکَ یَارَحْمَۃً مِّنَ اللّٰہِ
اَلصَّلٰوۃُ وَالسَّلَامُ عَلَیْکَ یَاشَفِیْعَنَا عِنْدَاللّٰہِ
اَلصَّلٰوۃُ وَالسَّلَامُ عَلَیْکَ یَاخَاتَمَ رُسُلِ اللّٰہِ
اَلصَّلٰوۃُ وَالسَّلَامُ عَلَیْکَ یَاخِیَارَ خَلْقِ اللّٰہِ
اَلصَّلٰوۃُ وَالسَّلَامُ عَلَیْکَ یَاوَلِیَّ اللّٰہِ
اَلصَّلٰوۃُ وَالسَّلَامُ عَلَیْکَ یَاصَفْوَۃَ اللّٰہِ
اَلصَّلٰوۃُ وَالسَّلَامُ عَلَیْکَ یَاحُجَّۃَ اللّٰہِ
اَلصَّلٰوۃُ وَالسَّلَامُ عَلَیْکَ یَانُوْرَ اللّٰہِ
اَلصَّلٰوۃُ وَالسَّلَامُ عَلَیْکَ یَامَنْ اَرْسَلَہُ اللّٰہُ
اَلصَّلٰوۃُ وَالسَّلَامُ عَلَیْکَ یَامَنْ شَرَّفَہُ اللّٰہُ

اَلصَّلٰوۃُ وَالسَّلَامُ عَلَیْکَ یَا مَنْ کَرَّمَہُ اللّٰہُ

اَلصَّلٰوۃُ وَالسَّلَامُ عَلَیْکَ یَا مَنْ عَظَّمَہُ اللّٰہُ

اَلصَّلٰوۃُ وَالسَّلَامُ عَلَیْکَ یَا مَنْ عَصَمَہُ اللّٰہُ

اَلصَّلٰوۃُ وَالسَّلَامُ عَلَیْکَ یَا مَنْ وَّقَاہُ اللّٰہُ

اَلصَّلٰوۃُ وَالسَّلَامُ عَلَیْکَ یَا مَنْ حَمَاہُ اللّٰہُ

اَلصَّلٰوۃُ وَالسَّلَامُ عَلَیْکَ یَا مَنْ کَفَاہُ اللّٰہُ

اَلصَّلٰوۃُ وَالسَّلَامُ عَلَیْکَ یَا مَنْ زَیَّنَہُ اللّٰہُ

اَلصَّلٰوۃُ وَالسَّلَامُ عَلَیْکَ یَا مَنْ اَدَّبَہُ اللّٰہُ

اَلصَّلٰوۃُ وَالسَّلَامُ عَلَیْکَ یَا مَنْ عَرَّجَہُ اللّٰہُ

اَلصَّلٰوۃُ وَالسَّلَامُ عَلَیْکَ یَا مَنْ کَلَّمَہُ اللّٰہُ

اَلصَّلٰوۃُ وَالسَّلَامُ عَلَیْکَ یَا مَنْ قَرَّبَہُ اللّٰہُ

اَلصَّلٰوۃُ وَالسَّلَامُ عَلَیْکَ یَا مَنْ اَعْلَاہُ اللّٰہُ

اَلصَّلٰوۃُ وَالسَّلَامُ عَلَیْکَ یَا مَنْ اَدْنَاہُ اللّٰہُ

اَلصَّلٰوۃُ وَالسَّلَامُ عَلَیْکَ یَا مَنْ وَّقَّرَہُ اللّٰہُ

اَلصَّلوٰۃُ وَالسَّلَامُ عَلَیْکَ یَا مُھْبَطَ وَحْیِ اللّٰہِ
اَلصَّلوٰۃُ وَالسَّلَامُ عَلَیْکَ یَا کَلِیْمَ اللّٰہِ
اَلصَّلوٰۃُ وَالسَّلَامُ عَلَیْکَ یَا ابْنَ عَبْدِ اللّٰہِ
اَلصَّلوٰۃُ وَالسَّلَامُ عَلَیْکَ یَا مَنْ اَبْلَغَ رِسَالَۃَ اللّٰہِ
اَلصَّلوٰۃُ وَالسَّلَامُ عَلَیْکَ یَا مَطْلَعَ اَنْوَارِ اللّٰہِ
اَلصَّلوٰۃُ وَالسَّلَامُ عَلَیْکَ یَا مَخْزَنَ اَسْرَارِ اللّٰہِ
اَلصَّلوٰۃُ وَالسَّلَامُ عَلَیْکَ یَا خَاتَمَ الْاَنْبِیَآءِ
اَلصَّلوٰۃُ وَالسَّلَامُ عَلَیْکَ یَا خِیَارَ الْاَصْفِیَآءِ
اَلصَّلوٰۃُ وَالسَّلَامُ عَلَیْکَ یَا شَفِیْعَ الْاُمَّۃِ
اَلصَّلوٰۃُ وَالسَّلَامُ عَلَیْکَ یَا کَاشِفَ الْغُمَّۃِ
اَلصَّلوٰۃُ وَالسَّلَامُ عَلَیْکَ یَا مَشْھَدَ کَمَالِ اللّٰہِ
اَلصَّلوٰۃُ وَالسَّلَامُ عَلَیْکَ یَا مِرْاٰۃَ جَمَالِ اللّٰہِ
اَلصَّلوٰۃُ وَالسَّلَامُ عَلَیْکَ یَا مَنْ اَرَاہُ اللّٰہُ
اَلصَّلوٰۃُ وَالسَّلَامُ عَلَیْکَ یَا مَنْ اَغْنَاہُ اللّٰہُ

اَلصَّلٰوۃُ وَالسَّلَامُ عَلَیْکَ یَامَنْ شَرَحَ اللّٰہُ صَدْرَہٗ

اَلصَّلٰوۃُ وَالسَّلَامُ عَلَیْکَ یَامَنْ رَفَعَ اللّٰہُ ذِکْرَہٗ

اَلصَّلٰوۃُ وَالسَّلَامُ عَلَیْکَ یَامَنْ کَلَّمَہٗ کَلِمَہٗ

اَلصَّلٰوۃُ وَالسَّلَامُ عَلَیْکَ مُحَمَّدٌ رَّسُوْلُ اللّٰہِ

اَلصَّلٰوۃُ وَالسَّلَامُ عَلَیْکَ یَازَکِیُّ

اَلصَّلٰوۃُ وَالسَّلَامُ عَلَیْکَ یَااَبْطَحِیُّ

اَلصَّلٰوۃُ وَالسَّلَامُ عَلَیْکَ یَامُحَمَّدُ

اَلصَّلٰوۃُ وَالسَّلَامُ عَلَیْکَ یَااَحْمَدُ

اَلصَّلٰوۃُ وَالسَّلَامُ عَلَیْکَ یَاحَامِدُ

اَلصَّلٰوۃُ وَالسَّلَامُ عَلَیْکَ یَامَحْمُوْدُ

اَلصَّلٰوۃُ وَالسَّلَامُ عَلَیْکَ یَامُصْطَفٰی

اَلصَّلٰوۃُ وَالسَّلَامُ عَلَیْکَ یَامُجْتَبٰی

اَلصَّلٰوۃُ وَالسَّلَامُ عَلَیْکَ یَامُرْتَضٰی

اَلصَّلٰوۃُ وَالسَّلَامُ عَلَیْکَ یَاطٰہٰ

اَلصَّلٰوۃُ وَالسَّلَامُ عَلَیْکَ یَا یٰسٓ
اَلصَّلٰوۃُ وَالسَّلَامُ عَلَیْکَ یَا نَبِیَّ الرَّحْمَۃِ
اَلصَّلٰوۃُ وَالسَّلَامُ عَلَیْکَ یَا نَبِیَّ الدَّعْوَۃِ
اَلصَّلٰوۃُ وَالسَّلَامُ عَلَیْکَ یَا نَبِیَّ الْعَرَبِیِّ
اَلصَّلٰوۃُ وَالسَّلَامُ عَلَیْکَ یَا نُبِیَّ الْمَدَنِیِّ
اَلصَّلٰوۃُ وَالسَّلَامُ عَلَیْکَ یَا نَبِیَّ الْمَکِّیِّ
اَلصَّلٰوۃُ وَالسَّلَامُ عَلَیْکَ یَا نَبِیَّ الْحَرَمِیِّ
اَلصَّلٰوۃُ وَالسَّلَامُ عَلَیْکَ یَا نَبِیَّ الْحِجَازِیِّ
اَلصَّلٰوۃُ وَالسَّلَامُ عَلَیْکَ یَا نَبِیَّ الْاُمِّیِّ
اَلصَّلٰوۃُ وَالسَّلَامُ عَلَیْکَ یَا نَبِیَّ الْحَفِیِّ
اَلصَّلٰوۃُ وَالسَّلَامُ عَلَیْکَ یَا نَبِیَّ الرَّاْفِیِّ
اَلصَّلٰوۃُ وَالسَّلَامُ عَلَیْکَ یَا نَبِیَّ الْھَاشِمِیِّ
اَلصَّلٰوۃُ وَالسَّلَامُ عَلَیْکَ یَا نَبِیَّ الْقَرَشِیِّ
اَلصَّلٰوۃُ وَالسَّلَامُ عَلَیْکَ یَا نَبِیَّ التَّقِیِّ

اَلصَّلٰوۃُ وَالسَّلَامُ عَلَیْکَ یَا نَبِیَّ التُّقٰی

اَلصَّلٰوۃُ وَالسَّلَامُ عَلَیْکَ یَا صَاحِبَ النَّاقَةِ

اَلصَّلٰوۃُ وَالسَّلَامُ عَلَیْکَ یَا صَاحِبَ الْقَنَاعَةِ

اَلصَّلٰوۃُ وَالسَّلَامُ عَلَیْکَ یَا صَاحِبَ الشَّفَاعَةِ

اَلصَّلٰوۃُ وَالسَّلَامُ عَلَیْکَ یَا صَاحِبَ الْکَوْثَرِ

اَلصَّلٰوۃُ وَالسَّلَامُ عَلَیْکَ یَا صَاحِبَ الْمِنْبَرِ

اَلصَّلٰوۃُ وَالسَّلَامُ عَلَیْکَ یَا صَاحِبَ التَّاجِ وَاللِّوَآءِ

اَلصَّلٰوۃُ وَالسَّلَامُ عَلَیْکَ یَا صَاحِبَ الْخُلُقِ وَالْحَیَآءِ

اَلصَّلٰوۃُ وَالسَّلَامُ عَلَیْکَ یَا صَاحِبَ الصِّدْقِ وَالصَّفَآءِ

اَلصَّلٰوۃُ وَالسَّلَامُ عَلَیْکَ یَا صَاحِبَ الْمِعْرَاجِ وَالْقُرْبَةِ

اَلصَّلٰوۃُ وَالسَّلَامُ عَلَیْکَ یَا صَاحِبَ الْمُعْزَبِ وَالْعِزَّةِ

اَلصَّلٰوۃُ وَالسَّلَامُ عَلَیْکَ یَا صَاحِبَ النُّبُوَّةِ

اَلصَّلٰوۃُ وَالسَّلَامُ عَلَیْکَ یَا صَاحِبَ الشَّرِیْعَةِ

اَلصَّلٰوۃُ وَالسَّلَامُ عَلَیْکَ یَا صَاحِبَ الْحَوْضِ وَالْمَوْرِدِ

اَلصَّلٰوةُ وَالسَّلَامُ عَلَيْكَ يَا صَاحِبَ اللِّوَآءِ الْمَعْقُوْدِ

اَلصَّلٰوةُ وَالسَّلَامُ عَلَيْكَ يَا نُوْرَ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ

اَلصَّلٰوةُ وَالسَّلَامُ عَلَيْكَ يَا مُرَوِّجَ السُّنَنِ وَالْفَرْضِ

اَلصَّلٰوةُ وَالسَّلَامُ عَلَيْكَ يَا خَاتَمَ الرِّسَالَةِ وَالنُّبُوَّةِ

اَلصَّلٰوةُ وَالسَّلَامُ عَلَيْكَ يَا مَظْهَرَ الشَّرِيْعَةِ وَالطَّرِيْقَةِ

اَلصَّلٰوةُ وَالسَّلَامُ عَلَيْكَ يَا مَعْدَنَ الْحَقِيْقَةِ وَالْمَعْرِفَةِ

اَلصَّلٰوةُ وَالسَّلَامُ عَلَيْكَ يَا بَدْرَ التَّمَامِ

اَلصَّلٰوةُ وَالسَّلَامُ عَلَيْكَ يَا مَنْ ظَلَّلَهُ الْغَمَامُ

اَلصَّلٰوةُ وَالسَّلَامُ عَلَيْكَ يَا سَيِّدَ الْاَنَامِ

اَلصَّلٰوةُ وَالسَّلَامُ عَلَيْكَ يَا مِصْبَاحَ الظُّلَامِ

اَلصَّلٰوةُ وَالسَّلَامُ عَلَيْكَ يَا اَبَا الْاَيْتَامِ

اَلصَّلٰوةُ وَالسَّلَامُ عَلَيْكَ يَا حَبِيْبَ الْفُقَرَآءِ

اَلصَّلٰوةُ وَالسَّلَامُ عَلَيْكَ يَا مُعِيْنَ الضُّعَفَآءِ

اَلصَّلٰوةُ وَالسَّلَامُ عَلَيْكَ يَا اَنِيْسَ الْغُرَبَآءِ

انشاء الله تعاليٰ ڪهڙي به مشڪل هوندي سا آسان ٿيندي.

هڪڙي بزرگ اولياء صالح موسيٰ رحمة الله عليه کان صحيح روايت آهي ته هڪڙي ڀيري سمنڊ ۾ ٻيڙيءَ تي چڙهيا هئاسين ته هڪ سخت قسم جو طوفان پيدا ٿيو، جنهن کي "اقلابيه" چوندا آهن ۽ انهيءَ مان ٻيڙي جو سلامت نڪرڻ محال هو. آئون انهي فڪر ۽ غم ۾ سمهي رهيس، خواب ۾ حضرت جن کي ڏسان ٿو ته مون کي فرمائين ٿا: اَللّٰهُمَّ صَلِّ وَسَلِّمْ" ته تون ٻيڙي وارن کي چؤ ته هزار ڀيرا مٿيون درود شريف (اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ صَلٰوةً تُنْجِيْنَا بِهَا الى آخره) پڙهن. مون اٿي ٻيڙي وارن کي ٻڌايو ۽ گڏجي ويهي اهو درود شريف پڙهڻ شروع ڪيوسين. اسان اڃان ٽي سؤ ڀيرا ئي مس پڙهيا سين ته خدا تعاليٰ جي قدرت سان اهاواءُ ۽ اهو طوفان اسان کان ٽري ويو ۽ اسان ان صلوٰة سڳوريءَ جي برڪت سان نجات حاصل ڪئي. سچ چيو اٿن ته:

زحادثاتِ زمانہ نجات اگر طلبی ؛ درود گو بجناب محمد عربی

مسلمانو! اهو فارسي وارو شعر بلڪل حقيقت تي ٻڌل آهي، بلڪ واقعي حقيقتِ ڪُلّي مان هڪڙي جزي جو اظهار آهي؛ جو ته حديث شريف ۾ پاڻ سڳورن پنهنجي اصحابي کي، جنهن سمورو وقت صلوٰة سڳوري پڙهڻ ۾ صرف ڪرڻ تي گهريو. اهو مضمون صريحًا فرمايو آهي ته "اذا يكفى همك ويغفر ذنبك" ايئن ڪندين ته تنهنجا غم دفع ڪيا ويندا ۽ تنهنجا گناهه معاف ڪيا ويندا.

صيغو ⑨ واسطي دفع طاعون: اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا

مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اٰلِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ بِعَدَدِ كُلِّ دَاءٍ وَّدَوَاءٍ وَبَارِكْ وَسَلِّمْ عَلَيْهِ وَعَلَيْهِمْ كَثِيْرًا ط

اهو درود شريف مولٰنا خالد نقشبندي مد ظله العالي کان سڌو سنئون حاصل ٿيو، جيڪو دفع طاعُون لاءِ مجرب جو حڪم رکي ٿو. وبا ۽ طاعُون جي زماني ۾ ڪثرت سان پڙهجي. خصوصًا هر نماز کانپوءِ ٽي ٽي ڀيرا ورد ڪجي ته بلا دفع ٿئي، بلڪ هر بيماري جي دفع ۽ شفايابي جي واسطي پڙهڻ گهرجي.

بعض ڪتابن ۾ بِعَدَدِ كُلِّ دَاءٍ وَّدَوَاءٍ کان بِعَدَدِ كُلِّ عِلَّةٍ وَّشِفَآءٍ به منقول آهي ۽ ورد جي آخر ۾ لفظ "كَثِيْرًا" به ڀيرا چوي. وَصَلِّ وَسَلِّمْ عَلٰى جَمِيْعِ الْاَنْبِيَآءِ وَالْمُرْسَلِيْنَ وَاٰلِ كُلٍّ وَصَحْبِ كُلٍّ اَجْمَعِيْنَ وَالْحَمْدُ لِلّٰهِ رَبِّ الْعَالَمِيْنَ ٥ پڙهي ختم ڪري.

صيغو ⑩ اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اٰلِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ صَلٰوةً اَنْتَ لَهَا اَهْلٌ وَّهُوَ لَهَا اَهْلٌ وَّبَارِكْ وَسَلِّمْ ط

اهو درود شريف محبوب سيدِ عالم نورِ مجسم حضرت پيغمبر ڪريم صلى الله عليه وآله وسلم جن جي ذاتِ اقدس وٽ نهايت مقبول ۽

مرغوب ٿيو آهي. نقل آهي ته ڪن بزرگن سڳن حضور شريف ۾ هميشه اهاصلوٰة مبارڪ پڙهڻ تي هميشگي ڪئي ٿي، جڏهن مديني منوره شريف ڪان پنهنجي ملڪ ڏانهن وڃڻ جو ارادو ڪيائون ته امر فرمايائون ته اجان ڪجهه وقت اتي رهه جو اسان کي تنهنجو درود (شريف) تمام ڏاڍو وڻيو آهي ۽ تو اسان کي خوش ڪيو آهي.

وڪرسو وهاءِ ، جو پٽي پُرائون نه ٿئي،
وڃندي ولاٽ ۾، ڌرو ٿئي نه ڌاءِ،
ساڪا هڙ هلاءِ، آڳهه جنهنجي اُبهين.
(شاهه لطيف)



مدينه منوره شريف ۾ فقير خير محمّد تگڙ هينئون درود شريف پڙهايو جنهن ان کان اڳ ۾ درود فاتح جي تلقين ڪئي هئي. درو فاتح به هن ڪتاب ۾ موجود آهي.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلَى الذَّاتِ الْمُحَمَّدِيَّةِ

وَالْاٰلِ وَاغْفِرْلِنَا مَايَكُوْنُ وَمَاقَدْكَانَ

# دُرُوْدُ شَرِيْفِ غَوْثِيَه

بِسْمِ اللهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

اَللّٰهُمَّ صَلِّ وَسَلِّمْ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدِنِ الَّذِىْ تَاهَتْ فِىْ اَنْوَارِ جَلَالِهٖ اُولُوا الْعَزْمِ مِنَ الْمُرْسَلِيْنَ وَ تَحَيَّرَتْ فِىْ دَرْكِ حَقَآئِقِهٖ عُظَمَاءُ الْمَلٰٓئِكَةِ الْمُهَيْمِنُ رُوْحُ اَرْوَاحِ عِبَادِكَ وَمَعْدَنِ اَسْرَارِكَ وَمَنْبَعِ اَنْوَارِكَ ۔

يعني اي الله! صلواتون ۽ سلام نازل فرماءِ اسان جي سردار حضرت محمّد ڪريم صلى الله عليه وآله وسلم جي ذات بابرڪات تي جنهن جي بزرگيءَ جي انوار ۾ اولوالعزم رسول حيران آهن ۽ ان جي حقيقتن کي پروڙڻ لاءِ وڏا ملائڪ حيران آهن، تنهنجي ٻانهن جي روحن جو روح ۽ تنهنجي رازن جي کاڻ ۽ انوار جو سرچشمو آهي.

**فائدو:** هن برڪت واري درود شريف پڙهڻ سان دنيا جون حاجتون پوريون ٿينديون، دين ۾ استقامت ۽ آخرت ۾ سربلندي نصيب ٿيندي.

جَذْهن ربّ جَليل، جو زیو ڦي جَهَانُ،
وَلَسَوۡفَ يُعۡطِيكَ رَبُّكَ فَتَرۡضَىٰ، مُرسَل مِليومَانُ،
شَعِيفَن ضَمَانُ، تيلا نهن آهي تَذهِين.
(شاه قدس سرهٗ)

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

۱ اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى آلِ مُحَمَّدٍ كَمَا صَلَّيْتَ عَلٰى اِبْرَاهِيْمَ وَعَلٰى آلِ اِبْرَاهِيْمَ اِنَّكَ حَمِيْدٌ مَّجِيْدٌ ۝ اَللّٰهُمَّ بَارِكْ عَلٰى مُحَمَّدٍ وَّ عَلٰى آلِ مُحَمَّدٍ كَمَا بَارَكْتَ عَلٰى اِبْرَاهِيْمَ وَعَلٰى آلِ اِبْرَاهِيْمَ اِنَّكَ حَمِيْدٌ مَّجِيْدٌ ۝ (صحیح بخاری شریف)

۲ اَللّٰهُمَّ اجْعَلْ صَلَوَاتِكَ وَرَحْمَتَكَ وَبَرَكَاتِكَ عَلٰى سَيِّدِ الْمُرْسَلِيْنَ وَاِمَامِ الْمُتَّقِيْنَ وَخَاتَمِ النَّبِيِّيْنَ مُحَمَّدٍ عَبْدِكَ وَرَسُوْلِكَ اِمَامِ الْخَيْرِ

وَرَسُوْلِ الرَّحْمَةِ ٥ اَللّٰهُمَّ ابْعَثْهُ مَقَامًا مَّحْمُوْدًا

يَغْبُطُ بِهِ الْاَوَّلُوْنَ وَالْاٰخِرُوْنَ اَللّٰهُمَّ صَلِّ

عَلٰى مُحَمَّدٍ وَّاَبْلِغْهُ الْوَسِيْلَةَ وَالدَّرَجَةَ الرَّفِيْعَةَ مِنَ

الْجَنَّةِ اَللّٰهُمَّ اجْعَلْ فِى الْمُصْطَفَيْنَ مَحَبَّتَهٗ وَفِى

الْمُقَرَّبِيْنَ مَوَدَّتَهٗ وَفِى الْاَعْلَيْنَ ذِكْرَهٗ وَالسَّلَامُ عَلَيْهِ

وَرَحْمَةُ اللّٰهِ وَبَرَكَاتُهٗ اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ وَّعَلٰٓى اٰلِ

مُحَمَّدٍ كَمَا صَلَّيْتَ عَلٰى اِبْرَاهِيْمَ وَعَلٰٓى اٰلِ اِبْرَاهِيْمَ

اِنَّكَ حَمِيْدٌ مَّجِيْدٌ ط اَللّٰهُمَّ بَارِكْ عَلٰى مُحَمَّدٍ

وَّعَلٰٓى اٰلِ مُحَمَّدٍ كَمَا بَارَكْتَ عَلٰى اِبْرَاهِيْمَ

وَعَلٰٓى اٰلِ اِبْرَاهِيْمَ اِنَّكَ حَمِيْدٌ مَّجِيْدٌ ٥

(سعادۃ الدارین)

۳ اَللّٰھُمَّ صَلِّ عَلٰی مُحَمَّدِنِ النَّبِیِّ وَاَزْوَاجِہٖ
اُمَّھَاتِ الْمُؤْمِنِیْنَ وَذُرِّیَّتِہٖ وَاَھْلِ بَیْتِہٖ ط

(سعادۃ الدارین)

۴ اَللّٰھُمَّ صَلِّ عَلٰی مُحَمَّدٍ کَمَا اَمَرْتَنَا اَنْ نُّصَلِّیَ
عَلَیْہِ وَصَلِّ عَلَیْہِ کَمَا یَنْبَغِیْ اَنْ یُّصَلّٰی عَلَیْہِ ط

(سعادۃ الدارین)

۵ اَللّٰھُمَّ صَلِّ عَلٰی مُحَمَّدٍ وَّعَلٰٓی اٰلِ مُحَمَّدٍ صَلٰوۃً تَکُوْنُ
لَکَ رِضًا وَلِحَقِّہٖ اَدَاءً وَاَعْطِہِ الْوَسِیْلَۃَ وَ
الْمَقَامَ الْمَحْمُوْدَنِ الَّذِیْ وَعَدْتَّہٗ وَاجْزِہٖ عَنَّا
مَاھُوَ اَھْلُہٗ وَاجْزِہٖ عَنَّا مِنْ اَفْضَلِ مَا جَزَیْتَ
نَبِیًّا مِّنْ اُمَّتِہٖ وَصَلِّ عَلٰی جَمِیْعِ اِخْوَتِہٖ
مِنَ النَّبِیّٖنَ وَالصّٰلِحِیْنَ یَا اَرْحَمَ الرّٰحِمِیْنَ ○
(سعادۃ الدارین)

٦ اَللّٰھُمَّ صَلِّ عَلٰی مُحَمَّدٍ وَّاَنْزِلْہُ الْمَقْعَدَ الْمُقَرَّبَ عِنْدَکَ یَوْمَ الْقِیٰمَۃِ ۝ (سعادۃ الدارین)

٧ اَللّٰھُمَّ صَلِّ عَلٰی رُوْحِ مُحَمَّدٍ فِی الْاَرْوَاحِ وَعَلٰی جَسَدِہٖ فِی الْاَجْسَادِ وَعَلٰی قَبْرِہٖ فِی الْقُبُوْرِ ۝

(سعادۃ الدارین)

حضرت موسیٰ کلیم اللہ علیہ السلام جن ڈانھن منسوب

## درود پاک

٨ اَللّٰھُمَّ صَلِّ عَلٰی مُحَمَّدٍ خَاتَمِ الْاَنْبِیَآءِ وَمَعْدِنِ الْاَسْرَارِ وَمَنْبَعِ الْاَنْوَارِ وَجَمَالِ الْکَوْنَیْنِ وَشَرَفِ الدَّارَیْنِ وَسَیِّدِ الثَّقَلَیْنِ الْمَخْصُوْصِ بِقَابَ قَوْسَیْنِ ۝

(سعادۃ الدارین)

# درودِ زهرا بتول
## عليها السّلام

پنهنجي وقت جي غوث حضرت سيد عبدالعزيز دباغ فاسي قدس سرهٗ جن فرمائين ٿا ته هڪ ڀيري پاڻ ديوان الصالحين ۾ سونهاريءَ سڳوري سيده فاطمه زهرا رضي الله تعاليٰ عنها وعليها السلام جن کي سندن والد نبي ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم جن تي هيءَ صلوات سڳوري پڙهندي ٻڌائون. پاڻ چون ٿا ته لفظ شايد سرياني هئا پر عبارت جو مفهوم هن ريت آهي:

٩ اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مَنْ رُوْحُهٗ مِحْرَابُ الْاَرْوَاحِ وَالْمَلٰٓئِكَةِ وَالْكَوْنِ. اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مَنْ هُوَ اِمَامُ الْاَنْبِيَآءِ وَالْمُرْسَلِيْنَ. اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مَنْ هُوَ اِمَامُ اَهْلِ الْجَنَّةِ عِبَادِ اللّٰهِ الْمُؤْمِنِيْنَ.

حضرت علي رضي الله تعاليٰ عنه جن ڏانهن منسوب

## درود پاڪ

١٠ صَلَوَاتُ اللّٰهِ وَمَلٰٓئِكَتِهٖ وَاَنْبِيَآئِهٖ وَرُسُلِهٖ

وَجَمِيْعِ خَلْقِهٖ وَعَلٰى مُحَمَّدٍ وَّاٰلِ مُحَمَّدٍ وَّعَلَيْهِ
وَعَلَيْهِمُ السَّلَامُ وَرَحْمَةُ اللّٰهِ وَبَرَكَاتُهٗ ٥

(سعادة الدارين)



هي درود شريف حضور اڪرم نورِ مجسم صلى الله عليه وآله وسلم
جن ڪان حضرت علي ڪرم الله وجهه الڪريم روايت ڪيو آهي:

١١ اَللّٰهُمَّ اجْعَلْ صَلَوَاتِكَ وَبَرَكَاتِكَ عَلٰى مُحَمَّدِ النَّبِيِّ
وَاَزْوَاجِهٖ اُمَّهَاتِ الْمُؤْمِنِيْنَ وَذُرِّيَّتِهٖ وَاَهْلِ
بَيْتِهٖ كَمَا صَلَّيْتَ عَلٰى اِبْرَاهِيْمَ اِنَّكَ حَمِيْدٌ مَّجِيْدٌ ط

(جلاءِ الافهام)

حضرت عبد الله بن مسعود رضى الله تعالیٰ عنه جن پنهنجن شاگردن کي ارشاد فرمايو ته توهان جڏهن به رسول الله صلى الله عليه وآله وسلم جن تي درود پڙهو ته ان کي سهڻو ڪريو (يعني آقاءِ دوجهان حبيب ڪبريا عليه الصلوٰة والثناء جي القاب کي ذڪر ڪري ادب سان پڙهو) ڇو ته اهو درود شريف سندن خدمتِ عاليه ۾ پيش ڪيو ويندو. شاگردن عرض ڪيو ته پوءِ پلا اسان کي سيکاريو؟ تنهن جي جواب ۾ پاڻ فرمايا توهين ٿهيئن (هيئين درود پاڪ) پڙهندا ڪريو:

۱۲ اَللّٰھُمَّ اجْعَلْ صَلَوَاتِكَ وَرَحْمَتَكَ وَبَرَكَاتِكَ عَلٰى سَيِّدِ الْمُرْسَلِيْنَ وَاِمَامِ الْمُتَّقِيْنَ وَخَاتَمِ النَّبِيِّيْنَ مُحَمَّدٍ عَبْدِكَ وَرَسُوْلِكَ اِمَامِ الْخَيْرِ وَقَائِدِ الْخَيْرِ وَرَسُوْلِ الرَّحْمَةِ ط اَللّٰھُمَّ ابْعَثْهُ مَقَامًا مَّحْمُوْدًا يَّغْبِطُهُ الْاَوَّلُوْنَ وَالْاٰخِرُوْنَ ط اَللّٰھُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ وَّعَلٰٓى اٰلِ مُحَمَّدٍ كَمَا صَلَّيْتَ عَلٰٓى اٰلِ اِبْرَاهِيْمَ اِنَّكَ حَمِيْدٌ مَّجِيْدٌ ط وَبَارِكْ عَلٰى مُحَمَّدٍ وَّعَلٰٓى اٰلِ مُحَمَّدٍ كَمَا بَارَكْتَ عَلٰٓى اِبْرَاهِيْمَ وَعَلٰٓى اٰلِ اِبْرَاهِيْمَ اِنَّكَ حَمِيْدٌ مَّجِيْدٌ ○ (جلاء الافہام)

---

○

حضرت عبد اللہ ابن عباس رضی اللہ تعالیٰ عنہما ذاتہن منسوب درود پاک:

۱۳ اَللّٰھُمَّ يَا دَائِمَ الْفَضْلِ عَلَى الْبَرِيَّةِ ط يَا بَاسِطَ

الْيَدَيْنِ بِالْعَطِيَّةِ يَاصَاحِبَ الْمَوَاهِبِ السَّنِيَّةِ
صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ خَيْرِ الْوَرٰى سَجِيَّةً وَاغْفِرْلَنَا
يَاذَا الْعُلٰى فِيْ هٰذِهِ الْعَشِيَّةِ ۞ (سعادة الدارين)

---

کر قادر پير کرم، مٿي پـازيءِ پنهنجي،
جو منجهي موٽ مرم، سوغم گيلاني کٽڻين.
(شاهه قدس سرهٗ)

حضرت شيخ عبدالقادر جيلاني رحمة الله عليه ڏانهن منسوب درود پاڪ:

﴿١٣﴾ اَللّٰهُمَّ صَلِّ وَسَلِّمْ عَلٰى سَيِّدِنَا وَمَوْلَانَا مُحَمَّدٍ بَحْرِ
اَنْوَارِكَ وَمَعْدَنِ اَسْرَارِكَ وَلِسَانِ مُحَبَّتِكَ وَعُرُوْسِ
مَمْلُكَتِكَ وَاِمَامِ حَضْرَتِكَ وَطِرَازِ مُلْكِكَ
وَخَزَائِنِ رَحْمَتِكَ وَطَرِيْقِ شَرِيْعَتِكَ الْمُتَلَذِّذِ
بِمُشَاهَدَتِكَ اِنْسَانِ عَيْنِ الْوُجُوْدِ وَالسَّبَبِ فِيْ
كُلِّ مَوْجُوْدٍ عَيْنِ اَعْيَانِ خَلْقِكَ الْمُتَقَدِّمِ مِنْ
نُوْرِ ضِيَائِكَ صَلٰوةً تُحَلُّ بِهَا عُقْدَتِيْ وَتُفَرِّجُ

بِهَا كُرُبَتِيْ صَلٰوةً تُرْضِيْكَ وَتُرْضِيْهِ وَتَرْضٰى
بِهَا عَنَّا رَبَّ الْعَالَمِيْنَ ○ عَدَدَ مَا اَحَاطَ بِهٖ عِلْمُكَ
وَاَحْصَاهُ كِتَابُكَ وَجَرٰى بِهٖ قَلَمُكَ وَعَدَدَ
الْاَمْطَارِ وَالْاَحْجَارِ وَالْاَشْجَارِ وَمَلٰٓئِكَةِ الْبِحَارِ
وَجَمِيْعِ مَا خَلَقَ مَوْلَانَا مِنْ اَوَّلِ الزَّمَانِ اِلٰى
اٰخِرِهٖ وَالْحَمْدُ لِلّٰهِ وَحْدَهٗ ○ (سعادۃ الدارین)



شیخ برہان الدین ابراہیم شاذلی رحمۃ اللہ علیہ جن
ذاتوں منسوب درود پاک:

۱۵ اَلصَّلٰوةُ وَالسَّلَامُ عَلَيْكَ يَا رَسُوْلَ اللّٰهِ ○
اَلصَّلٰوةُ وَالسَّلَامُ عَلَيْكَ يَا صَفْوَةَ اللّٰهِ ○
اَلصَّلٰوةُ وَالسَّلَامُ عَلَيْكَ يَا حَبِيْبَ الْاِلٰهِ
الْمَعْبُوْدِ ○ اَلصَّلٰوةُ وَالسَّلَامُ عَلَيْكَ يَا مَنْ جَآءَ

بِالْاَحْکَامِ وَالْحُدُوْدِ ۝ اَلصَّلٰوۃُ وَالسَّلَامُ عَلَیْكَ
یَا ذَا الْاَعْلَی الْحَقِّ الْمَشْهُوْدِ ۝ اَلصَّلٰوۃُ وَالسَّلَامُ
عَلَیْكَ یَا مُفِیْضَ الشُّهُوْدِ ۝ اَلصَّلٰوۃُ وَالسَّلَامُ
عَلَیْكَ یَا عَیْنَ الْوُجُوْدِ ۝ اَلصَّلٰوۃُ وَالسَّلَامُ عَلَیْكَ
یَا سِرَّ كُلِّ مَوْجُوْدٍ ۝ اَلصَّلٰوۃُ وَالسَّلَامُ عَلَیْكَ
وَعَلٰی ضَجِیْعَیْكَ وَاٰلِكَ وَجَمِیْعِ صَحْبِكَ مَادَامَ
التَّعَرُّفُ ۝ وَانْتِحَالُ التَّعْطِیْلِ وَالتَّوَقُّفِ ۝ (سعادۃ الدارین)



۱۶ اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰی حَبِیْبِكَ النَّبِیِّ الْاُمِّیِّ الْكَرِیْمِ
الْاَمِیْنِ وَعَلٰی اٰلِهٖ وَاَصْحَابِهٖ وَاَزْوَاجِهِ الطَّاهِرَاتِ
الْمُطَهَّرَاتِ اُمَّهَاتِ الْمُؤْمِنِیْنَ وَذُرِّیَّتِهٖ اَجْمَعِیْنَ ط

روضهٔ اقدس تي حاضري وقت ڪنڌ جهڪائي خشوع خضوع سان هيئن عرض ڪجي.

۱۷ اَلسَّلَامُ عَلَیْكَ یَا رَسُوْلَ اللّٰهِ اَلسَّلَامُ عَلَیْكَ یَا نَبِیَّ اللّٰهِ
اَلسَّلَامُ عَلَیْكَ یَا خَیْرَةَ اللّٰهِ اَلسَّلَامُ عَلَیْكَ یَا خَیْرَ
خَلْقِ اللّٰهِ اَلسَّلَامُ عَلَیْكَ یَا حَبِیْبَ اللّٰهِ اَلسَّلَامُ
عَلَیْكَ یَا سَیِّدِ الْمُرْسَلِیْنَ اَلسَّلَامُ عَلَیْكَ یَا خَاتَمَ
النَّبِیِّیْنَ اَلسَّلَامُ عَلَیْكَ یَا رَسُوْلَ رَبِّ الْعَالَمِیْنَ
اَلسَّلَامُ عَلَیْكَ یَا قَائِدَ الْغُرِّ الْمُحَجَّلِیْنَ اَلسَّلَامُ عَلَیْكَ
یَا بَشِیْرُ اَلسَّلَامُ عَلَیْكَ یَا نَذِیْرُ اَلسَّلَامُ عَلَیْكَ وَعَلٰی
اَهْلِ بَیْتِكَ الطَّاهِرِیْنَ اَلسَّلَامُ عَلَیْكَ وَعَلٰی
اَزْوَاجِكَ الطَّاهِرَاتِ اُمَّهَاتِ الْمُؤْمِنِیْنَ اَلسَّلَامُ عَلَیْكَ
وَعَلٰی اَصْحَابِكَ اَجْمَعِیْنَ اَلسَّلَامُ عَلَیْكَ وَعَلٰی سَائِرِ
الْاَنْبِیَآءِ وَالْمُرْسَلِیْنَ وَسَآئِرِ عِبَادِ اللّٰهِ الصَّالِحِیْنَ

جَزَاكَ اللّٰهُ عَنَّا يَارَسُوْلَ اللّٰهِ اَفْضَلَ مَا جَزَا نَبِيًّا
عَنْ قَوْمِهٖ وَرَسُوْلًا عَنْ اُمَّتِهٖ وَصَلَّى اللّٰهُ عَلَيْكَ كُلَّمَا
ذَكَرَكَ الذَّاكِرُوْنَ وَكُلَّمَا غَفَلَ عَنْ ذِكْرِكَ
الْغَافِلُوْنَ وَصَلَّى اللّٰهُ عَلَيْكَ فِي الْاَوَّلِيْنَ وَصَلَّى اللّٰهُ
عَلَيْكَ فِي الْاٰخِرِيْنَ اَفْضَلَ وَاَكْمَلَ وَاَطْيَبَ مَا صَلّٰى
عَلٰى اَحَدٍ مِّنَ الْخَلْقِ اَجْمَعِيْنَ كَمَا اسْتَنْقَذَنَا بِكَ
مِنَ الضَّلَالَةِ وَبَصَّرَنَا بِكَ مِنَ الْعَمٰى وَالْجَهَالَةِ
اَشْهَدُ اَنْ لَّآ اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ وَاَشْهَدُ اَنَّكَ عَبْدُهٗ وَ
رَسُوْلُهٗ وَاَمِيْنُهٗ وَخِيَرَتُهٗ مِنْ خَلْقِهٖ وَاَشْهَدُ اَنَّكَ
قَدْ بَلَّغْتَ الرِّسَالَةَ وَاَدَّيْتَ الْاَمَانَةَ وَنَصَحْتَ الْاُمَّةَ
وَجَاهَدْتَ فِي اللّٰهِ حَقَّ جِهَادِهٖ اَللّٰهُمَّ اٰتِهٖ نِهَايَةَ مَا
يَنْبَغِيْ اَنْ يَّاْمُلَهُ الْاٰمِلُوْنَ ○ (كتاب الناسك - نووی)

# ديدارِ مصطفىٰ
صلى الله عليه وآله وسلم

بزرگن فرمايو آهي ته جيڪو شخص هر جمعي جي رات هن درود شريف کي پابنديءَ سان گهٽ ۾ گهٽ هڪ دفعو پڙهندو رهندو ته موت جي وقت سرڪارِ مدينه صلى الله عليه وآله وسلم جن جي زيارت کان فيض ياب ٿيندو ۽ قبر ۾ داخل ٿيڻ وقت به ڏسندو ته سرڪارِ مدينه صلى الله عليه وآله وسلم جن پنهنجن رحمت ڀريل هٿن سان کيس قبر ۾ لاهي رهيا آهن. (افضل الصلوٰۃ علىٰ سيد السادات)

بسم الله الرحمٰن الرحيم

اَللّٰهُمَّ صَلِّ وَسَلِّمْ وَبَارِكْ عَلٰى سَيِّدِنَا وَمَوْلَانَا مُحَمَّدِنِ النَّبِيِّ الْاُمِّيِّ الْحَبِيْبِ الْعَالِي الْقَدْرِ الْعَظِيْمِ الْجَاهِ وَعَلٰى اٰلِهٖ وَصَحْبِهٖ وَسَلِّمْ



## دُرود حضرت قبيصه رضي الله عنه

هيءُ اهو درود شريف آهي، جيڪو حضور صلى الله عليه وآله وسلم

جن حضرت قبيصه بن مخارق رضي الله عنه کي تعليم فرمايو هو. جيڪو مسلمان هن درود شريف کي دائمي طور پڙهندو رهندو، تنهن لاءِ جنت جا چار دروازا کوليا ويندا، پوءِ هو ڪنهن مان به جنت ۾ داخل ٿئي.

(قوت القلوب لابي طالب مڪي)

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ ط

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰٓى اٰلِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّاهْدِنِيْ مِنْ عِنْدِكَ ۞ وَاَفِضْ عَلَيَّ مِنْ فَضْلِكَ ۞ وَانْشُرْ عَلَيَّ مِنْ رَّحْمَتِكَ ۞ وَاَنْزِلْ عَلَيَّ مِنْ بَرَكَاتِكَ ۞

هيٺين صلوات سڳوري عاجزه امة الرسول خاتمة البتول مريم سلطانه نوحاڻي کي خواب ۾ پڙهائي ويئي، پڻ تلقين ڪري عطا ڪئي ويئي.

پاڻ جڏهن پنهنجي استاد مرحوم مولانا محمد هاشم شمسي جن سان انهي عطيه اعليٰ جو ذڪر ڪيائين ته مولانا صاحب جن فرمايو ته ڪامل مڪمل صلوات سڳوري آهي.

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰٓى اٰلِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰٓى اَصْحَابِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰٓى تَابِعِيْنَ سَبْعِيْنَ مَرَّةٍ ۞




بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

استغفار ——————— هڪ سو ڀيرا

اَسۡتَغۡفِرُ اللّٰهَ تَعَالٰى رَبِّىۡ مِنۡ كُلِّ ذَنۡبٍ وَّاَتُوۡبُ اِلَيۡهِ

درود شريف ——————— هڪ سو ڀيرا

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰۤى اٰلِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّبَارِكۡ وَسَلِّمۡ

ڪلمهٔ تمجيد ——————— هڪ سو ڀيرا

سُبۡحَانَ اللّٰهِ وَالۡحَمۡدُ لِلّٰهِ وَلَاۤ اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ وَاللّٰهُ اَكۡبَرُ

——————— آخر ۾ صرف هڪ ڀيرو ———————

وَلَا حَوۡلَ وَلَا قُوَّةَ اِلَّا بِاللّٰهِ الۡعَلِيِّ الۡعَظِيۡمِ

---

مٿيون ٽيئي تسبيحون هر روز ڪنهن به وقت ڏينهن ۾ هڪ ڀيرو ۽ رات جو هڪ ڀيرو (جا ٿا ايل تعداد مطابق) پڙهيون وڃن، انشاءَ اللّٰه ديني ۽ دنيوي خير ۽ برڪت جو باعث ٿيندو.

آخرم درود شريف

# اسم اعظم

هيءُ عمل درود شريف جو بلڪل اسم اعظم وانگر آهي. هن جي پڙهڻ جي ترتيب هن ريت آهي، جو روزانو رات جو نماز عشاء يعني سومهڻي نماز کان پوءِ تازو وضو ڪري، ڪنهن اڪيليءَ جاءِ تي مصلو وجهي يا مسجد شريف ۾ هڪ ڪنڊ ۾ ويهي، ٻه رڪعتون نفل نماز حاجت جي نيت سان ادا ڪري. هر هڪ رڪعت ۾ اَلْحَمْدُ کان پوءِ يارهن ڀيرا قُلْ هُوَاللّٰهُ اَحَدٌ سڄي سورة پڙهي. سلام ورائڻ کان پوءِ ويهي، هيٺ ڏنل درود شريف ٽي سؤ تيرهن ڀيرا پڙهي. پڙهڻ جي دوران پنهنجي ڪم جو خيال برابر دل ۾ رکي ۽ درود شريف پڙهڻ وقت ايئن تصور ڪري ته ڄڻ مان هن وقت رسول الله صلى الله عليه وآله وسلم جن جي روضي مبارڪ وٽ ويٺو آهيان ۽ حضور پاڪ صلى الله عليه وآله وسلم جن منهنجو هي درود پاڪ ٻڌي رهيا آهن — درود شريف ٣١٣ ڀيرا پڙهڻ کان پوءِ سر سجدي ۾ رکي هيٺ ڏنل دعا چاليهه ڀيرا پڙهي، پوءِ سر سجدي مان ڪڍي، پنهنجي مطلب لاءِ نهايت عاجزي، خشوع ۽ خضوع سان الله تعالىٰ جي بارگاهه مان دعا گهُري، پوءِ جيڪڏهن اتي جو اتي ڪعبة الله شريف ڏانهن منهن ڪري، سا جو هٿ ڳل هيٺ رکي سمهي پوي ته تمام بهتر آهي جي نه ته پنهنجي گهر وڃي پاڪ بستري تي سمهي پوي ته انشاءالله تعالىٰ جيڪڏهن هماليه جبل جيڏي به ڪا مشڪل هوندي يا ڪيڏو

ٻه وڏو جائز ڪم هوندو ته تن ڏينهن جي پڙهڻ سان پورو ٿي ويندو الله تعاليٰ پنهنجي غيب مان سندس جائز مراد پوري ڪندو. ڇو جو هو هر شيءِ تي قادر آهي.

جيڪڏهن حضور پاڪ صلي الله عليه وآله وسلم جن جي زيارت مبارڪ لاءِ پڙهندو ته اهاڪيس نصيب ٿيندي، جنهن جهڙي ٻي ڪا به نعمت ۽ سعادت ناهي؛ مگر اهو اسم اعظم حرام ۽ ناجائز ڪم لاءِ هرگز نه پڙهي نه ته سخت نقصان ڏسندو، جيڪڏهن هو ڪو شخص ناجائز ۽ حرام ڪم لاءِ پڙهندو ته ان جي سموري جوابداري ۽ ذلت مٿس پوندي، اسان تي ان جي ڪا به ذميواري ناهي.

هيءُ درود شريف ۽ دُعامون ڪي هڪ زنده اولياء الله کان عطيو مليو هو، جنهن ڪي مان سڀني مسلمان مؤمن مردن ۽ عورتن جي ڀلائي خاطر امتِ رسول الله صلي الله عليه وآله وسلم ڪي دل جي محبت ۽ پنهنجي اجازت سان بخش ڪريان ٿو، جيئن مسلمان هن مان پنهنجا جائز فائدا حاصل ڪري سگهن ۽ منهنجي ۽ حاجي عبدالحسين جي حق ۾ دُعاگهرندا رهن ۽ ٻين سڀني مسلمانن لاءِ.

درود شريف هي آهي:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ كَاشِفِ الْغُمَّةِ وَمُحَلِّ الْمُشْكِلَاتِ صَلٰوةً وَّسَلَامًا عَلَيْكَ يَا رَسُوْلَ اللّٰهِ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْكَ وَسَلَّمْ

سجدي ۾ چاليهه ڀيرا پڙهڻ واري دُعا هيءَ آهي:

## يَا وَاحِدُ يَا اَحَدُ يَا وَاجِدُ يَا جَوَّادُ اَنْفَعْنَا مِنْكَ بِنَفْحَةِ خَيْرًا اِنَّكَ عَلٰى كُلِّ شَيْءٍ قَدِيْرٌ ۝



# قَصِيْدَةٌ فِيْ مَدْحِ الرَّسُوْلِ

صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّمْ

**هي نادرءِ ناياب قصيدو روضهءِ رسالت مآب تي اکيل آهي**

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

**يَا سَيِّدِيْ يَا رَسُوْلَ اللّٰهِ خُذْ بِيَدِيْ**

اي منهنجا سردار اي الله جا رسول منهنجو هٿ وٺ

**مَالِيْ سِوَاكَ وَلَا اَلْوِيْ عَلٰى اَحَدٍ**

مون لاءِ توکان سواءِ ڪوبه ناهي ۽ ڪنهن ٻئي تي

**فَاَنْتَ نُوْرُ الْهُدٰى فِيْ كُلِّ كَائِنَةٍ**

تون ساري ڪائنات ۾ هدايت جو نور آهين

وَاَنْتَ سِرُّ النَّدٰى يَا خَيْرَ مُعْتَمَدٍ

۽ تون گجھوراز آهين اي ڀلا اعتماد وارا

وَاَنْتَ حَقًّا ضِيَاءُ الْخَيْرِ اَجْمَعَهٗ

۽ تون تحقيق سڀ خير جي روشني آهين

وَاَنْتَ هَادِى الْوَرٰى بِاللّٰهِ لِلسَّدَدِ

۽ تون الله جو قسم خلق کي سڌي واٽ ڏي هدايت ڪندڙ آهين

يَامَنْ يَّقُوْمُ مَقَامَ الْحَمْدِ مُنْفَرِدًا

اي اها ذات جو حمد جي مقام تي اڪيلو بيهي

لِلْوَاحِدِ الْفَرْدِ لَمْ يُوْلَدْ وَلَمْ يَلِدِ

اڪيلي هڪڙي جو حمد ڪندي نه ڄائو ويو نه ڄڻيائين

يَامَنْ تَفَجَّرَتِ الْاَنْهَارُ نَابِعَةً

اي اها ذات جنهن جي آڱرين مان نهرون وهي هليون

مِنْ اَصْبِعَيْهِ فَرَوَّى الْجَيْشَ بِالْمَدَدِ

پوءِ لشڪر کي مدد سان ڍؤ ڪرايائين

اِنِّىْ اِذَا مَسَّنِىْ ضَيْمٌ يُّرَوِّعُنِىْ

بيشڪ مان، جنهن وقت مون کي تڪليف ٿي پهچي

اَقُوْلُ يَا سَيِّدَ السَّادَاتِ يَا سَنَدِىْ

چوان ٿو، اي سردارن جا سردار اي منهنجي سند

قَدْ جِئْتُ بَابَكَ جَبْرًا اَسْتَجِيْرُ بِكُمْ

آيس ٿو توهان جي دروازي تي پناهه ٿو گهران مان اوهان سان

كَالْمُسْتَجِيْرِ مِنَ الرَّمْضَاءِ بِالْبَرَدِ

مثل پناهه وٺندڙ جي گرميءَ کان سرديءَ ۾

مُسَيْطِرًا بِدُمُوْعِ التَّوْبِ مُلْتَمِسِيْ

پنهنجي توبه جي هنجن سان عرض رکندڙ

وَضَارِعًا مُسْتَغِيْثًا لَا تُرَدُّ يَدِيْ

عاجز مدد وٺندڙ منهنجو هٿ خالي نه موٽايو وڃي

اَنْتَ الرَّءُوْفُ الرَّحِيْمُ الْحَقُّ شَرَّفَهٗ

تون ٻاجهه وارو مهربان آهين، جنهن کي الله شرف ڏنو آ

اَنْتَ الْمُلَاذُ لَنَا يَا وَاسِعَ الْمَدَدِ

تون اسان جي لاءِ پناهه جي جاءِ آهين اي وڏي مدد وارا

كُنْ بِيْ شَفِيْعًا اِلَى الرَّحْمٰنِ مِنْ زَلَلِ

منهنجو مدد ڪندڙ ٿيءُ، الله وٽ منهنجي غلطين جو

وَامْنُنْ عَلَيَّ بِمَا لَا جَالَ فِيْ خَلَدِيْ

۽ شورو ڪر مون تي هميشه وارو

وَانْظُرْ بِعَيْنِ الرِّضَا لِيْ دَائِمًا اَبَدًا

مون ڏي رضا جي نظر سان هميشه نهار

وَاسْتُرْ بِفَضْلِكَ تَقْصِيْرِيْ مَدَى الْاَبَدِ

۽ پنهنجي فضل سان منهنجو قصور هميشه معاف فرماءِ

وَاعْطِفْ عَلَيَّ بِعَفْوٍ مِّنْكَ يَشْمَلُنِيْ

۽ پنهنجي شامل مهرباني، مون تي مهرباني ڪر

فَاِنَّنِيْ عَنْكَ يَا مَوْلَايَ لَمْ اَحِدِ

مون اي منهنجا مولى! توکان سواءِ ٻيءَ تي ڪفايت نه ڪئي آهي

اِنِّيْ تَوَسَّلْتُ بِالْمُخْتَارِ اَشْرَفِ مَنْ

مون وسيلو ورتو آهي، برگزيده شرف واري سان جيڪو

رَقَى السَّمَآءَ بِسِرِّ الْوَاحِدِ الْاَحَدِ

هڪ الله جي راز سان آسمانن تي چڙهيو هو

رَبُّ الْجَمَالِ تَعَالَى اللّٰهُ كَمَّلَهٗ

حُسن جي رب مٿانهين الله ان کي ڪامل بڻايو

فَمِثْلُهٗ فِيْ جَمِيْعِ الْخَلْقِ لَمْ تَجِدِ

ساري خلق ۾ ان جو مثال نه لڀندين

خَيْرُ الْخَلَآئِقِ اَعْلَى الْمُرْسَلِيْنَ ذُرًى

مخلوق کان ڀلو مرسلين کان مٿانهون

ذُخْرُ الْاَنَامِ وَهَادِيْهِمْ اِلَى الرُّشُدِ

مخلوق لاءِ ذخيرو ۽ هدايت واري واٽ ڏيکاريندڙ

بِهِ الْتَجَأْتُ لَعَلَّ اللّٰهَ يَغْفِرُ لِيْ

ان جي واسطي سان مون التجا ڪئي، اميد الله مون کي بخشيندو

ظُلْمَ الطِّبَاعِ وَيَشْفِيْ عِلَّةَ الْجَسَدِ

ظالم طبع ۽ جسم جي مرض شفا ڏيندو

اَدْعُوْكَ يَا فَالِقَ الْاَصْبَاحِ تَجْعَلُنِيْ

عرض ٿو ڪريان توکي اي صبح جا اپاريندڙ ته مون

أَهْلًا لِحُبِّ حَبِيْبِ اللّٰهِ لِلْأَبَدِ

هميشہ لاءِ خدا جي حبيب جي محبت جي ديوانو بڻائين

يَارَبِّ هَبْ لِيْ نَصِيْبًا مِّنْ مَّحَبَّتِهٖ

اي منهنجا رب! مون کي ان جي محبت مان ونڊ ڏي

فَإِنَّ مَنْ نَالَهَا فِيْ عَيْشِهٖ رَغَدٖ

جيڪر ان کي پهتو سو هميشه واري عيش ۾ هوندو

فَعِشْقُهٗ مَذْهَبِيْ وَذِكْرُهٗ نَفَسِيْ

ان جو عشق منهنجو مذهب ۽ ان جو ذڪر منهنجو ساهه آهي

صَبَابَةً هِمْتُ فِيْ شَوْقٍ وَّفِيْ جَلَدٖ

ان جي وصال جي شوق ۾ حيران آهيان

وَمَدْحُهٗ لَمْ يَزَلْ رَأْيِيْ مَدَى عُمُرِيْ

۽ ان جي مدح ڪندي، جيستائين جيئرو آهيان

وَحُبُّهٗ عِنْدَ رَبِّ الْعَرْشِ مُسْتَنَدِيْ

۽ ان جي محبت الله تعالىٰ وٽ منهنجي سند آهي

يَارَبِّ عَطِّرْ لِسَانِيْ فِيْ مَحَاسِنِهٖ

اي پالڻهار! منهنجي زبان کي ان جي خوبين بيان ڪرڻ لاءِ پاڪ فرماءِ

وَاجْعَلْهُ اٰخِرَ نُطْقِيْ عِنْدَ مُفْتَقَدِيْ

۽ منهنجي وڃڻ وقت آخري ڳالهائڻ اهو هجي

عَلَيْهِ أَزْكَا صَلٰوةً دَائِمًا أَبَدًا

ان تي تمام دل سان صلواة هميشه سلام

مَعَ السَّلَامِ بِلَاحَصَرٍ وَّلَا عَدَدٍ
سان ڳڻ بيشمار تعداد جي

وَالْآلِ وَالصَّحْبِ وَالْمَجْدِ قَاطِبَةً
۽ سڀني آل ۽ اصحاب سڳورن سڀني

بَحْرِ السَّمَاحِ وَاَهْلِ الْجُوْدِ وَالْمَدَدِ
سخاوت جا سمنڊ ۽ مدد ۽ سخاوت جا اهل

مترجم: حضرت علامه الحاج محمد ادريس ڏاهري

○

# قصيدو

مَقْبُوْلَ بَارْگَاهِ رَسُوْلُ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّمْ

[هي قصيدو شاه صدرالدين جو لکيل آهي]

(١) سڀ سيئن پتئين سارا هجي، سرتئي سدا سبحان کي
هر دم هزارين حمد جي، هرگهه ڪجن حنان کي
پڙن ڪين پڌ مر مون، آگي جي هڪ احسان کي
مَا عَبَدْنَا مَلِكَنْ چيو، منجهه معذرت منان کي
ماسوا ڪان منهن متي، ڪيو و ينتون وحدان کي
سبب جنهن سردار جي، رب جوڙيو آهي جهان کي
سو وسيلو مون وٽي، روشي چيو رحمان کي

ري دير ڪر درگاھ مان، مقصد سگهو محتاج جو
رک يارسول الله مون، ٻانهي مٿي هٿ ٻاجھ جو

(٢)
سور ڪي سجدي اندر، سڏڪي چيم صاحب ستّار
اِغفِرلَنَا يَا رَبَّنَا ، اي رب غني غالب غفّار
لَاتَقنَطُوا جي لفظ ڪيا، عاصي سڀئي اميدوار
جيئن ڪيرتون ڪيم قلب ٿا ،تيئن آهي بازي آشڪار
جيئن ليلايم نصف ليلاً ،تيئن فغان ڪيم في النَّهَار
اسڙڪيون اپ ڏي اکيون، آهون ڪيم عدڏا اپار
مان ڪا محتاج جي، آڳا اگهائين اوچنگار
ري دير ڪر درگاھ مان ، مقصد سگهو محتاج جو
رک يارسول الله مون، ٻانهي مٿي هٿ ٻاجھ جو

(٣) برڊاً و سلامًا باھ مان ،ٿيو خلد لئي خاصي خليل
انهيءَ دراُميد مان ، آهون ڪيم عاجز علیل
رنگين تنهن رخسار ڪيا، هيءَ رت روئي راسخ رنگيل
ابر هي جي اُرڌجا، ڪيم ساھ تي سورن سبيل
عربن مثل ڪيم عاجزيون ،جيئن جان ٿا جان ڄليل
اسڪراچي ڪو عفرجو ،جيئن ترت طيرًا ابابيل
عصيان مڃهان ڪل عدم ٿين ،جيئن ٿيا اصحاب فيل
ري دير ڪر درگاھ مان ، مقصد سگهو محتاج جو
رک يارسول الله مون ، ٻانهي مٿي هٿ ٻاجھ جو

(٤)
ڪن استخاره آسرو ،اوسه اُتي ڪن اعتماد

لڪ ٻڌي ليلائن جو ، آهي ڪيو مون احتياد
فَادْعُوْنِيْ فرمان ٿيو ، آيت اُتي ڪيم اعتقاد
ڪيئن ڪندو مالڪ ڏڻي ، پنهنجو مخالف ميعاد
يَغْفِرُ الذُّنُوْبَ جَمِيْعًا، واضح ٿيو واليءَ وعاد
آيت انهيءَ جي آسري ، اميد جو ٿيو انعقاد
آخر ڪندو عاصين مٿي ، آگو عفو جو اجتهاد
ري دير ڪر درگاهه مان ، مقصد سگهو محتاج جو
رک يارسول الله مون ، پانهي مٿي هٿ ٻاجهه جو

﴿٥﴾ وَ اَمَّا السَّآئِلَ ايئن چيو، ظاهر ڪيو جنهن ذوالجلال
تهدلين تنهن درڪيم ، صبحا سنجهي سهسين سوال
واڪا ڪيو وڪني نڙي، من ٿئي مڻا نمين ڪا مقال
دل سڙي دو نهين سبب، ٿيا ناز نيڻن ڪان نڪال
من قبوليت ۾ ڪري ، قادر سندم ڪا قيل وقال
عدل جنهن عادل سندو ، بخشش جنهين جي بي مثال
سائل جي سختي ۾ ڪندو ، صاحب سگهو سوالين سنڀال
ري دير ڪر درگاهه مان، مقصد سگهو محتاج جو
رک يارسول الله مون ، پانهي مٿي هٿ ٻاجهه جو

﴿٦﴾ سڏ ڪن ڇنم سينون جگر، هڏ ڪين ڪيم هينئڙو حزين
تهنجو تڪيو تنهن تي ٽڳان، تو تي توڪل ڪيم تعين
تون ڏس ، چوان توري ڪنهين ، انصاف ڪر آهين امين
راحم تون رب العالمين ، هيڻن حمايت جو حسين

ٻانهون ٻڌي ٻاڏائيان، آڳا وَاِيَّاكَ نَسْتَعِينُ
هٿ ڪنيو هرهر ٻنان، قادر سنديئي قربت قرين
هادي هدايت جا ڏئي، حاصل ڪريو حق اليقين
ري دير ڪر درگاهه مان، مقصد سڀهو محتاج جو
رک يارسول الله مون، ٻانهي مٿي هٿ ٻاجهه جو

(٧) ڪيئن ڪريان ڪاڏي وڃان، ڪنهن کان پڇان تنهن جو پرس
تَحَيَّرَتِ الْعُقُوْلُ فِيْ ذَاتِهٖ، آهي فڪر اهڙو عبث
وصفون ٿيسي وهسي هيئن، جيئن ڪي رسي تو جود جس
ويري وڃهي وسواس تو، ناقص عقل نااهل نجس
تعوذ جي ترار جو، تنهن کي نه پيو ترجو ترس
ور ور ڏيو ويري وتر هي، دشمن کي نڪري دوست دس
آلاپ ذاتي ذڪر جو، جهونگار جيئن مرجيئن جرس
ري دير ڪر درگاهه مان، مقصد سگهو محتاج جو
رک يارسول الله مون، ٻانهي مٿي هٿ ٻاجهه جو

(٨) صلوٰة سرور جا مڙئي، ڪئي فرض رب فرقان ۾
صَلُّوْا عَلَيْهِ وَسَلِّمُوْا، قادر چيو قـــرآن ۾
وَلَسَوْفَ يُعْطِيْكَ رَبُّكَ فَتَرْضٰى، ٿيو شرف جنهن جي شان ۾
ماسوىٰ محبوب جي، پيو جڙي ڪو نه جهان ۾
حب جنهن حضرت سنڌي، آهي رکن ايمـــان ۾
سو وسيلو آئون وٺي، پنهنجي جان رڙان بيبان ۾
ڪيئن ڇڏيندم ڪارڻي، وارث وڃي ويـران ۾

ري دير ڪر درگاھ مان، مقصد سگھو محتاج جو
رک يارسول الله مون، ٻانهي مٿي هٿ ٻاجھ جو

⑨ تابع سندئي تارن مثل، تون ماھ مخلوقات جو
سائي سندئي ۾ ماسوا، تو مهرُ موجودات جو
آجي ڪرڻ لئي عاصين، ارشاد ٿئي عرصات جو
قادر ڪيئي ڪونين ۾، حاصل ڪندڙ حاجات جو
ڪر قبوليت ۾ قصيدو، ڪعب (رض) جيئن ڪمذات جو
جنهن حال پنهنجو حضور ۾، روئي چيو ادرات جو
تون دان ڏي دارين ۾، ڀرائي نيئي پريات جو
ري دير ڪر درگاھ مان، مقصد سگھو محتاج جو
رک يارسول الله مون، ٻانهي مٿي هٿ ٻاجھ جو

⑩ ٽڙ ڪيو ٽڪو ٽڙ ٽاڄي، تنهن ٽڙ ڪندي ٿهراءِ تون
ڏڀ جان ڏلاين ڏيرڪيا، سي ڏنواڃي ڍهراءِ تون
اجابت جي ايت ڪي، ڪونروءَ مثل ڪهراءِ تون
خسران خسري مان سگھو، لالن اڃي لمراءِ تون
قرنين جي ڪاسي مثل، ٺوڪيءَ منجهان ٺهراءِ تون
قلب روشن قمر مان، ظلمات کي لهراءِ تون
دربدر دانهين مَرَجِدُ، پنهنجي دران پهراءِ تون
ري دير ڪر درگاھ مان، مقصد سگھو محتاج جو
رک يارسول الله مون، ٻانهي مٿي هٿ ٻاجھ جو

⑪ در ڏي ڏسي درگاھ جي، دانهون ڪيم دلدار کي

پڪاريم پرياتِ جو، ثقلين جي سردارکي
وروَر ڏيو واڪا ڪريان، ياورِ يتيمن يارکي
پلئو پائي تو پنان، درشن سندءِ ديدارکي
خوش ڪري وچ خواب ۾، ڀيرو ٻه ٻانهيءَ ٻارکي
ڪُليُنَ پنهنجو حاصل ڪريو، مون بيڪسءَ بيڪارکي
تان ڪڏ رکي قدمن مٿي، پاڇي چُمي پيزارکي
ري ڏير ڪر درگاه مان، مقصد سڳهو محتاج جو
رک يارسول الله مون، ٻانهي مٿي هٿ ٻاجهه جو
﴿١٢﴾
هٿ ڪٽي هڪلون ڪيم، مرسل محمدؐ ميرکي
اُن مثل آهون ڪيم، پيغمبرن جي پيرکي
ٻي وسان بيحد ڪيم، واڪا وسيلي ويرکي
حال هرڳالهه جان همه، تفصيل ڪيم تقريرکي
من قبوليت ۾ ڪريو، تابع سند م تحريرکي
قبر محشر ماڳ ۾، ڏيو دلاسو دلگيرکي
پڇندي آهر مهرباني سان، ڏيو دان دامنگيرکي
ري ڏيرڪر درگاه مان، مقصد سڳهو محتاج جو
رک يارسول الله مون ٻانهي مٿي هٿ ٻاجهه جو
﴿١٣﴾ آهيان احمد چام جو، ڪرسي بڪرسي قنبري
حلقه بگوش حضورؐ جو، آهيان اصل ڪان عنبري
درتي سنديءَ درگاه جي، سمسين سوالي سنجري
لاهي لاڳاپا لوڪ جا، پينام تيس پيغمبري
اُٿيءَ محل آهون ڪيم، جيئن ڏور لوڏي ڏنبري

وَالْمُسْتَغْفِرِيْنَ بِالْاِسْحَارِ جو آهي تخت اسڪندري
پازي طرف پنهنجي پرين، ڀري خدائي ٻنگري
ري دير ڪر درگاهه مان، مقصد سڳهو محتاج جو
رڪ يارسول الله مون، ٻانهي مٿي هٿ ٻاجهه جو

﴿١٤﴾ روح مان روئي ڪيم، ريھون رسول الله ﷺ کي
حال محرم هاشمي، حضرت حبيب الله ﷺ کي
صحيح سهڻين ريءَ ڏٺو، جنهن اکين سان الله کي
جنهن اشاري سان اپن پر، مين آندو ماهه کي
دانهون ڪريان دامن وٺي، تنهن شير شهنشاه کي
جاءِ جنهن جيءَ وت جتي، ڏوران مرجڏ تون ڏاد کي
اصل ڪان اوپراوهان جي، وجهه آ ٻي واهه کي
ري دير ڪر درگاهه مان، مقصد سڳهو محتاج جو
رڪ يارسول الله مون، ٻانهي مٿي هٿ ٻاجهه جو

﴿١٥﴾ واهون ڇڏي ٻي واهه ٿيس، واهر نه توريءَ واهه ور
ٻانهي ٻمار يدار سان، قريدار پنهنجو قرب ڪر
ڇٽڪار مرڇوري ڪري، درگاهه والا دوست در
در ڇڏي درگاهه جو، گولي وڃي ٻئي ڪنهن جي در
مرڏاج ڏيڊيءَ ڪان وٺي، توراڳئي شوريا ئي ٿر
اوجهڙ اونداهيءَ پر نه ڇڏ، پينام نيو پنهنجي پٽر
گولي وٺي ڪُنڊ ڳلم جي، سائل روئي ڏڪ سر ٻسر
ري دير ڪر درگاهه مان، مقصد سڳهو محتاج جو

رک يارسول الله مون، پانهي منٿي هٿ ٻاجهه جو

(١٦)
آسري انعام جي، چارڻ ڪنيو چنگ چاهه مون
سنڌ ڪاپري سرسور جا، سائل سحر گهه ساهه مون
مجرا پريو منگتو مگتي، اوهين دان ڏيو درگاهه مون
راڳ بدران روئڻ جو، آلاپ ڪيائين آهه مون
پنڌ پياري پر ڪيو، آئين دين جي درياهه مون
تنهن لنگهي لاڳ لبيد کي، ڏيو خزانا دل خواهه مون
ڦيرا ۽ پازي پانهجو، اي نبيؐ جا ٺگاهه مون
ري ديرڪر درگاهه مان، مقصد سگهو محتاج جو
رک يارسول الله مون، پانهي منٿي هٿ ٻاجهه جو

(١٧) جلوه جشن جهان جي، پنجن جي پيرن جي پٽي
پنجن تنن پاڪن سندي، هئي وينتي والي ۽ وٽي
هڪ هڪ سندي هادي کئي، سارام صفت گهرمان گهٽي
برسات بادل مينهن جي، تنهن وقت هئي ڪاڪٽي
منقش رضا محبوب جي، اهڙي پلارن تي بٽي
خاصو شرف لِيْ خَمْسَةٌ، ايڏو اُلو ايڏي اٽي
لولئي جي لج، لولئي مثل، رک لعل لولئي جا ڏٽي
ري ديرڪر درگاهه مان، مقصد سگهو محتاج جو
رک يارسول الله مون، پانهي منٿي هٿ ٻاجهه جو

(١٨)
اک ڪيئن چنبي عاشق اهو، جنهن ديد مرد لدار آهه
حاضر سڄڻ جنهن هنج ۾، سو خوش گهڻو خنڪار آهه

ڏنگ مان نہ تنھن ڏڪندو رسيو، جو غار ۾ غمخوار آھ
مرسل ڪان پوءِ مسند ھُني، سيني سند و سردار آھ
مصلّي مماتي مشترڪ، حضرت سان جو ھمجوار آھ
مِنۡهَا خَلَقۡنٰكُمۡ منجھان، ڪيءَ و قرب ڪردار آھ
تنھن آسرو اڪبر ستدو، بدڪار کي بسيار آھ
ري دير ڪر درگاھ مان، مقصد سگھو محتاج جو
رک يارسول الله مون، ھانھي مٿي ھٿ ٻاجھ جو

(۲۹) ثاني سجاده صاف دل، خلفا خليفن ۾ ھو خاص
ھرگھه حرب حضرت اڳيان، رڻ ۾ عَدُوًّا تي راڪاس
وائيءَ موافق وحي جي، قربدار ڪامل جو قياس
مولىٰ نہ موٽايو ڪنھن، عادل عمرؓ جو التماس
باني بناءِ اسلام لئي، عادل عدالت جو اساس
آھو اسد گڏ پيا گھمن، حاذق ڪدي ھيبت حراس
تہ ڏِلُون تنھن دَرڪيم، عاصي ايو تي اَلۡغِيَاث
ري دير ڪر درگاھ مان، مقصد سگھو محتاج جو
رک يارسول الله مون، ھانھي مٿي ھٿ ٻاجھ جو

(۳۰) خاص خَيۡرُالنَّاس جو ثالث سجاده ھو سچارؓ
ڪاتب ڪلام الله جو، اعزاز مند ھو عثمانؓ
مرتب لکي محفوظ ڪيون، جنھن آيتون عارف عيان
حق جي موافق ھٿ ھليو، ٿيو قلم تي ڪارستان
دفتر مٿي درگاھ جي، دانھ ڏنو دل سان ڏيان

ظاهر تنهن ذُوالنُّوْرَيْن جو، شافع ڏريو شائق جوشان
پل پيڙم پر بدڪاري، آهي اجهو اِبْنُ العَفَّان
ري ديرڪر درگاه مان، مقصد سگهو محتاج جو
رک يارسول الله مون، ٻانهي مٿي هٿ ٻاجھه جو

(٢١) حيدرؓ هو هر حرب ۾، سالک اُهو سوره سنگي
خندق سچي خيبر سندي، درطاق دولهاسان دنگي
برق مانند بدر ۾، جلوو ڏيئي جابر جنگي
اُڱم هٿي ڪل عرب کان، نعرا ڪيئو نيزا ننگي
تابع ٻڌائي ڪفر کي، ڪئين زير پاء ظالم زنگي
لَا فَتٰى اِلَّا عَلِى، اهڙي رقع آگي انگي
حب جنهن حيدر سندي، تو ڏان ٽنهن تابش تنگي
ري ديرڪر درگاه مان، مقصد سگهو محتاج جو
رک يَارَسُوْلَ الله مون، ٻانهي مٿي هٿ ٻاجھه جو

(٢٢) جدي شرف جناب جو، فائق ٿي حاصل فاطمہؓ
مرتبي مٿاهون مرتبو، خيرالنساء ٿي خاطمه
تحقيق طهارت ۾ جيئن، نازل ٿي آيت ناطقه
صَائِمُ الدَّهْرِ سردار ڏيئي، شيطان جي حق شاطمه
نافرة ڪل نهي کان، هٿي منجهه او امر آتمه
لِى خَمْسَةٌ اُطْفِىْ بِهَا، حَرَّ الْوَبَاءِ الْحَاطِمَة
اَلْمُصْطَفٰى وَالْمُرْتَضٰى، وَابْنَاهُمَا وَالْفَاطِمَة
ري دير ڪر درگاه مان، مقصد سگهو محتاج جو

رڪ يَارَسُوْلَ اللهُ مون ، ٻانهي متي هٿ ٻاجهه جو

٢٣ حُسن حضرت حَسَن جو ، هرجاءِ حيرت هوبهو
مرسل مهانڊي ميرهو ، هرجاءِ حيرت هوبهو
خلعت خلافت جي ڇڏي ، خلوت ڪيائين خوبخوءِ
ساراهه صفت سالڪ سندي ، سيڪو ڪري هرسوبسوءِ
تهدليون تنهن لئي تنواريم ، جوهر مانند جوبجو
ميرجي مون کي ملي ، پڪار جنهن لئي ڪوبڪو
حال حضرت حسن کي ، روئي چوان هوند روبروءِ
ري ديرڪر درگاهه مان ، مقصد سگهو محتاج جو
رڪ يارسول الله مون ، ٻانهي متي هٿ ٻاجهه جو

٢٤ هو حُسينؓ نور نرمل ، جو نواسو نامـور
صداقت جي صدف مان ، قادر ڪيس گنجِ گوهر
پينگهي لوڏيندڙ پاڪ جو ، رُوْحُ الْاَمِيْنْ هو راهبر
منهن تي جنهن جي منهن ملي ، مرسل ٿيو ٿي مُفْتَخِرْ
آذار آزوڻ اجهو ، چورڻ چڻ چٽ هو چپر
خاتم اهو لِي خَمْسَةً ، جيئن خاتمون خَيْرُالْبَشَرْ
تهدليون تنهنجي دران ، دانهون ڪري ٿيس دادگر
ري ديرڪر درگاهه مان ، مقصد سگهو محتاج جو
رڪ يَارَسُوْلَ اللهُ مون ، ٻانهي متي هٿ ٻاجهه جو

٢٥ سو زمان صدرالدين ڪيو ، آهون احمد جام کي
خَتَمُ الرُّسُلْ خَيْرُالْبَشَرْ ، اُولِي الْعَزَمْ اِمَام کي

تنهن مُصلّي مصلّين جي ڏٺي، عِلمُ اللّدُنِيُ عـلام ڪي
تنهن وسيلي بي وارثن، نافع نبيُ نظـــام ڪي
پر وس مَجذ پرڏيهه ۾، سـردار پنهنجي سام ڪي
پانهن پانهي جي وٺي، پـراءِ نيـٺي پيـنام ڪي
لت پڇاڻان لحدم، لاڙي اچـج لغـام ڪي
ري ديرڪر درگاهه مان، مقصد سگهو محتاج جو
رک يارسول الله مون، پانهي مٿي هٿ پاجهه جو

۲۹
سارا هو سنڌ ۾ صاحب ڪئي، رازق ڏٺي راحم ربي
سر بر سردار سرور، ننگ توتـي يا نـبي
هيڻ حمايت هاشمي، ياوريتيمن يـثربـي
در تي سنڌ ۾ دانهون ڪري، محتاج مضطر مذنبي
ڪرجهوڪمين ڪمنات مان، تون ڏس آهيان تنهنجو تبي
خُذْ بِيَدِيْ لِشَفَاعَتِيْ، يَوْمَ لَا يَنْفَعُ ابِـيْ
قلب ڏياڪلمون پڙهي، حاصل تين ڪُلُ مَطْلَبِيْ

لَآ اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ مُحَمَّدٌ رَّسُوْلُ اللّٰهِ
صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّمْ



# نعت

سَیِّدِ الْاَنْبِیَاءِ وَالْمُرْسَلِیْن صَلَّی اللّٰہُ عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَاَصْحَابِہٖ اَجْمَعِیْن

خواجۂ دنیا و دیں گنجِ وفا! — صدر و بدرِ ہر دو عالم مصطفیٰ!
دين ۽ دنيا جو سردار، وفا جو خزانو — ٻنهي جهانن جو صدر ۽ بدر مصطفيٰ

آفتابِ شرع و دریائے یقین — نورِ عالم رحمت للعالمین
شريعت جو سج، ۽ يقين جو درياءُ — جهانن جو نور ۽ تمام جهانن واسطي رحمت

خواجۂ کونین و سلطانِ ہمہ! — آفتابِ جان و ایمانِ ہمہ
دنيا آخرت جو سردار ۽ سڀني جو بادشاهه — سڀني جي جان ۽ ايمان کي روشن ڪندڙ سج

صاحبِ معراج و صدرِ کائنات — سایۂ حق خواجۂ خورشید ذات
معراج ماڻيندڙ ۽ ڪائنات جو مالڪ — الله جي رحمت مڪمل سراپا روشن سردار

مہدیِ اسلام و ہادیِ سبل! — مفتیِ غیب و امامِ جزو کل
اسلام جو مهدي ۽ مڙني راهن جو هادي — غيب جون خبرون ڏيندڙ ۽ هر هڪ جو امام

ہر دو گیتی از وجودش نام یافت — عرش نیز از نامِ او آرام یافت
زمين ۽ آسمان سندن وجود جي صدقي پيدا ٿيا — عرش به سندن نالي جي برڪت سان عزت وارو ٿيو

نورِ او مقصودِ مخلوقات بود — اصلِ معدومات و موجودات بود
سندن جو نور مخلوقات جو مقصود هو — معدومات ۽ موجودات جو اصل هو

بہرِ خویش آں پاک جاں را آفرید — بہرِ او خلقِ جہاں را آفرید
الله تعاليٰ پنهنجي لاءِ ان پاڪ ذات کي پيدا ڪيو — (۽) ان جي واسطي جهان جي خلق کي پيدا ڪيو

آفرینش را جز او مقصود نیست — پاک دامن تر ازو موجود نیست
جهان پيدا ڪرڻ مان سندن کان سواءِ ڪو مقصود نه هو — سندن کان وڌيڪ ڪو پاڪ دامن موجود ناهي

در پناهِ اوست موجودی که هست
جيڪا به شيءِ موجود آهي، سندس ئي پناهه ۾ آهي
وز رضائے اوست مقصودی که هست
۽ جيڪو مقصود آهي، سندن جي رضا خاطر آهي

ماه از انگشت او بشگافته
چنڊ سندن آڱر (جي اشاري) سان چيريو
مهر در فرمانش از پس تافته
سج سندن جي فرمان سان پيهر چمڪيو

کعبه زو تشریف بیت الله یافت
ڪعبي سندن اچڻ جي ڪري بيت الله جو شرف حاصل ڪيو
گشت ایمن هر که در وی راه یافت
جيڪو به سندن ڀلار ۾ ويٺو، عزت وارو ٿي ويو

جبرئیل از دست او شد خرقه دار
جبرئيل (عليه السلام) سندن هٿان خرقي وارو ٿيو
در لباس و جبه اش شد آشکار
سندن جي ڪرتي لباس ۽ جُبي ۾ ظاهر ٿيو

عقل را در خلوت او راه نیست
عقل کي سندن خلوت ۾ پهچڻ جي ڪا واٽ ناهي
علم نیز از وقت او آگاه نیست
علم به سندن مقام کان آگاهه ناهي

اوست سلطان و طفیل او همه!
پاڻ ئي بادشاهه آهن ۽ سڀ سندن ئي طفيل آهي
اوست دائم شاه و خیل او همه!
اهي هميشه بادشاهه آهن ۽ ٻيا سڀ سندن غلام

هم پس و هم پیش از عالم تویی
جهان کان اڳ ۽ پوءِ به تون ئي آهين
سابق و آخر بیک جا هم تویی
اول ۽ آخر هڪ ئي وقت تون ئي آهين

خواجگی بر دو عالم تا ابد!
ابد تائين ٻنهي جهانن جي سرداري
کرد وقف احمد مرسل احد
احد، احمد مرسل جي حوالي ڪري ڇڏي

یا رسول الله! پریشان مانده ام
يا رسول الله! ڏاڍو پريشان آهيان
باد بر کف خاک بر سر مانده ام
در بدر خاڪ بسر آهيان

بیکسان را کس تویی در هر نفس
هر ساهه ۾ بي سهارن جو سهارو تون ئي آهين
من ندارم در دو عالم جز تو کس
ٻنهي جهانن ۾ تو کان سواءِ ڪو سهارو ناهيم

یک نظر سوئے منِ غمخوارہ کن — چارہ کارِ منِ بیچارہ کن

اي غمخوار! مون ڏي هڪ نظر فرماءِ — پنهنجي مون لاچار جو چارو فرماءِ

دیدۂ جاں را لقائے تو بس است — ہر دو عالم را رضائے تو بس است

ساھ جي ديد کي ترهان جو ديدار ڪافي آهي — ٻنهي جهانن کي ترهان جي رضا ڪافي آهي

آنکہ آمد نُہ فلک معراجِ او — انبیاء و اولیاء محتاجِ او

اھو جو آيو نُو (۹) آسمان سندس معراج — نبي ۽ ولي سڀ سندس محتاج

ہر دم از ما صد درود و صد سلام — بر رسول و آلِ اصحابش تمام

هر دم اسان جي طرفان سوين درود ۽ سوين سلام — رسول الله ﷺ ۽ سندس آل ۽ انهن جي اصحابن تي

خواجہ فرید الدین عطار رحمۃ اللہ علیہ

مترجم: مولانا عبدالرحیم کلہوڑو

بخشي - طاهري

جامعه عربيه بخشيه . نوڙيرو، لاڙڪاڻو

# اِلتجا

## بدرگاہِ جناب آقاء نامدار سرکارِ دوجہان سید المرسلین خاتم النبیین رحمۃ للعلمین سیدنا محمد مصطفیٰ احمد مجتبیٰ صلی اللہ تعالیٰ علیہ وآلہٖ وسلم

ازقلم: سراج الاولیاء حضرت آغا عبدالرحمان جان سرہندی قدس سرہٗ

بسم اللہ الرحمٰن الرحیم

نحمدہٗ ونصلی علیٰ رسولہ الکریم

بے دلا را یاد فرما یا محمد الغیاث

از کرم کن لطف برما یا محمد الغیاث

بیشتر ماندہ گشتم بیشتر حیراں شدم ‌‌ ‌ بروئے تو درد دارم یا محمد الغیاث

دشمنم را ردفرما زود تر مکروہ کن ‌ ‌ کار بندہ سازساماں یا محمد الغیاث

دردگشتم سخت نادم غیر تو گویم کرا ‌ ‌ فضل کن یا شاہِ فرقاں یا محمد الغیاث

آہ زارم زار زارم حضرتا فریاد رس ‌ ‌ جان دل ہستیم لرزاں یا محمد الغیاث

غم چہ گویم چشم غم ببیں نالہ دردام ببیں ‌ ‌ بنگری برحال گریاں یا محمد الغیاث

اے رحیما مہرباں گر بنگری بہرِ خدا ‌ ‌ کن کرم برما غریباں یا محمد الغیاث

عاجزم ای شاہِ شاہاں ناتواں افتادہ ام ‌ ‌ بخش مارا امن ایماں یا محمد الغیاث

حرمتِ کل انبیاء و حرمتِ کل اولیاء ‌ ‌ حرمتِ چار یاراں یا محمد الغیاث

حرمتِ ابوبکر اعظم حرمتِ عادل عمر ‌ ‌ حرمتِ شاہ عثماں یا محمد الغیاث

حرمتِ بابِ علوم شیرِ یزداں علی رضی اللہ عنہ ‌ ‌ حرمتِ پاک نونیکاں یا محمد الغیاث

حرمتِ ہاشم و قاسم، حرمتِ حسن و حسین ‌ ‌ حرمتِ آیات قرآں یا محمد الغیاث

حرمتِ دہ و دو امام چار دہ معصوم پاک ‌ ‌ حرمتِ شاہ پیرپیراں یا محمد الغیاث

شرم دنیا آخرت اندا ختم بر دامنت — سر نہادم زیر داماں یا محمدؐ الغیاث
نیاز کردہ بر تو گفتم صد درود وصد سلام — هم ثنائے صد هزاراں یا محمدؐ الغیاث
روسیاهم پر گناهم عذر خواهم بر در تو — نام دارم عبدالرحماں یا محمدؐ الغیاث
هیچ کارم هیچ چیزم هیچ من دم ناتواں — نام دارم عبدالرحماں یا محمدؐ الغیاث
بے دلا را یاد فرما یا محمدؐ الغیاث
از کرم کن لطف برما یا محمدؐ الغیاث



## پاڻ ڪريمن صلی الله علیهِ وآلهٖ وسلم جن جي حضور ۾ حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جو

# نذرانهءِ عقيدت

## وائي

آڪِيُون مِينگهه مَلارَ، صُورَتَ تُنهنجي سَڀُ جَڳُ موهيون.
سَجدو ڪِيلَ فِي الحَال ڪيو، ٻَنِي مَطلَبُ نُورِ نِرَارُ،
صُورَتَ تُنهنجي سَڀُ جَڳُ موهيو.
ڄاڻُ وَقت ڄام جي، ڪِرِيا ڪُنگِرا ڪوٽَ ڪُفارَ،
صُورَتَ تُنهنجي سَڀُ جَڳُ موهيو.

آڳي سَڀُ اُپَنِ جو، توکي ڪارِيو سَيرُ سَتارُ
صُورَتَ تُنهِنجي سَڀُ جَڳُ موهِيو.
وَلَسَوفَ يُعطِيكَ رَبُّكَ، توسِين قَادِر ڪَيا قَرارُ
صُورَتَ تُنهِنجي سَڀُ جَڳُ موهِيو.
قَادِر پَاڻُ قَسَم ڪِيا، خَاڪِ قَدَمَنِ جا ڪُلِستَارُ
صُورَتَ تُنهِنجي سَڀُ جَڳُ موهِيو.
آهِن ڪَرَمَ ڪَرِيمَ جَا، اَحمَدَ سَاڻُ اَپَارُ
صُورَتَ تُنهِنجي سَڀُ جَڳُ موهِيو.
اُڪَنڍِيَا جيِي اَبَرَ ڪِي، سُرهَا ٿِيَا سَڀِ سَنگهَارُ
صُورَتَ تُنهِنجي سَڀُ جَڳُ مَوهِيو.
موڪَلَ ٿِيِي مِينهَنَ ڪِي، دُوسَ هَٿَان دِلَدَارُ
صُورَتَ تُنهِنجي سَڀُ جَڳُ موهِيو.
(سُرسَارنگ)

# وائي

ڏکي ڏي ڪيندو، مون نه ڇڏيندو، شفيع شافع سپرين
انڌا اوندا اکڙيا، سڀ نباهي ٻيندو
شفيع شافع سپرين.
واتا ويچارن جي، داور ڀلو ڏريندو
شفيع شافع سپرين

ڏوهارن کي تڏا ڪڙا، لک سڀ لنگهائيندو
شفيع شافع سپرين
نور ناڪارو نه ڪري، محمد منٿ مڃيندو
شفيع شافع سپرين.
هِتِ هُتِ حاڪمي هن جو، اڳيا آڏو تريندو
شفيع شافع سپرين
"طهورا" ترين کي، پاندپ پياريندو
شفيع شافع سپرين.
پلٽ سچائي پاڻهين، ڪامل ڪرم ڪريندو
شفيع شافع سپرين.
تنبو آئي تار ۾، عاصين وٽ اڙيندو
شفيع شافع سپرين.

دَاتَا دوزخِيُنِ تَان، ٻـِـڪيُس ٻَهرَائِيندو،
شَفِيعُ شَافِعُ سُـــپَرِين.
رَسَنَ وَيُرَ رَسِي ڪَرِي، مُشِڪُ رَنگُ مَتِيندو،
شَفِيعُ شَافِعُ سُـــپَرِين.
"رَحمَةٌ لِلعَالَمِيُنَ" اُهِـڪِي آيُـــــهِ تِيندو،
شَفِيعُ شَافِعُ سُـــپَرِين.
اُتِي "عَبدُ اللّطِيف" جو، هَادِي هَتُ جهَلِيندو،
شَفِيعُ شَافِعُ سُـــپَرِين.

٤٨٦
٩٢

# نَعتِ مُصطفیٰ

صلی الله تعالیٰ علیه وآله وسلم

مُحَمَّد مُصطفیٰ آهي، حَبیبِ کِبریا آهي
اُهو ئي ابتدا آهي، اُهو ئي انتها آهي

نه دُنیا هُئي نه عُقبیٰ هُئي، نه ڪا مخلوق خلقیل هُئي
مگر اوّل سين ڪان ئي رسُولِ مُجتبیٰ آهي

خُدا خَلقيو جهانن کي رسُولُ الله جي صدقي
اُهو ئي رحمتِ عالَمُ اِمامُ الاَنبِیاء آهي

ذِکر اذکار سڀ فاني مُحَمَّد جو ذِکر باقي
سڀ هي تيو جو خود الله سندن ئي نعت خوان آهي

صُبح سانجهي سدائين سڀ پڙهو صلوٰة سَيِّد تي
سين وِردن کان اَعلیٰ هي وَظِيفو بي بها آهي

قبر محشر، دُنیا ۾ مدد ڪنهن جي نه ٿي گهرجي
سهارو عَبد جو هر دم رسولِ دو جهان آهي

عبدهٗ عبدالوحید سرهندی عفی عنهٗ
دارالارشاد درگاه سندو سائينداد

٣، آگسٽ ١٩٩٥ء

# مُناجاتُ بدرگاهِ قاضی الحاجاتُ

بتوسّل

## مَشائخِ نقشبندیّه وسلسلهٔ حضراتُ مُجددیّه

از

## سیّدنا حضرت صدیقِ اکبر رضی الله تعالیٰ عنه

تا

## حضرت خواجه غلام علي جان مجدّدي قدس سرّه

از قلم

## قیوم الزمان حضرت خواجه شاه آغا سرهندی قدس سرّه

حمد اوّل مان چوان ربُّ العُلیٰ (۱) جي واسطي

شُکر بیحد خالقِ ارض و سما جي واسطي۔

پوءِ چوان دل جان سان لک لک صلواتون ۽ سلام،
سیّدُ الکونین خَتمُ الأنبیاءِ جي واسطي۔

کر کرم مون تي خدايا مصطفیٰ (۲) جي واسطي،
حضرت صدیق (۳) اکبر باصفا جي واسطي۔

رک سلامت دین ۽ ایمان منهنجو اي خدا،
حضرت سلمان (۴) فارس پارسا جي واسطي

نیک کر قسمت اسانجي ۽ سعادت کر نصیب،
حضرت قاسم (۵) امام الاتقیا جي واسطي۔

صادقن سان حشر ڪر منهنجو اِلٰهُ العَالمِين،
جعفر (٦) صادق اِمَامِ الاَوْلِيَاءِ جي واسطي.

ڪر زياده دين ۾ ايمان اسان جو باليقين،
بايزيد (٧) بوسطامي پيشوا جي واسطي.

بوالحسن (٨) سو خارقاني شهر جو ساڪن جو،
صاحبِ ڪشف وڪرامت مقتدا جي واسطي.

حضرتِ شه (٩) بوعلي عالي حسب عالي نسب،
صاحبِ علم وعمل نورالهدىٰ جي واسطي.

حُسنِ ظاهر حُسنِ باطن شيخ يوسف (١٠) کي هيو،
ڏي اسان کي حُسن ٻنهي اُن مَهْ لقا جي واسطي.

عبد (١١) خالق غجدواني هو اِمَامُ العَارِفِين،
خلق جو رهبر ٿيو خاص خدا جي واسطي.

معرفت پنهنجي عطا ڪر، محبت ڪر نصيب،
پير ڪامل عارفِ (١٢) راهِ هُدىٰ جي واسطي.

نيڪ بختي ڪر عطا ۽ عاقبت محمود ڪر،
حضرت محمود (١٣) شاهِ اصفيا جي واسطي.

سلسله جو پير ڪامل هو علي (١٤) راميتني،
حضرتِ باباسماسي (١٥) باصفا جي واسطي.

پير پيرن جو ڏٺو هو سيّد مير ڪلال (١٦)،
ڪم ڪندو هو ڪنيا رکو هو بي ريا جي واسطي.

نقش بندِ نقشبندان هو بهاءالدين (١٧) ولي،
تنهن کيو روشن طريقو هي خدا جي واسطي.

دل ۾ ذکرِ حق جو چرخو چوريان هر روز شب،
حضرت يعقوب (١٨) چرخي پيشوا جي واسطي.

بند نفس و قيد شيطان کان خدا آزاد کر،
خواجهٔ احرار (١٩) شاهِ بي ريا جي واسطي.

زُهد ۽ تقويٰ طهارت علم ۽ حلم وحيا،
زاهد (٢٠) و درويش (٢١) و خواجه اَمڪنه (٢٢) جي واسطي.

کر بقا بالله سان موصوف فاني غير کان،
شيخ عبدالباقي (٢٣) باقي بقا جي واسطي.

جنهن کيو روشن شريعت ۽ طريقت جو ڏيئو،
تنهن مجدّد (٢٤) الف ثاني مقتدا جي واسطي.

ڏي اسان کي يا الاهي تون گناهن کان پناه،
خواجهٔ معصوم (٢٥) اوّل حق نما جي واسطي.

رنگ اسان کي دين ۽ ايمان جو ڏي اي خدا،
صبغة الله (٢٦) شاهِ بي رنگ و ريا جي واسطي.

شاه اسماعيل (٢٧) جو هو صاحب تقويٰ عجيب،
جنهن کئي قربان جان تنهن جان فدا جي واسطي.

خواجهٔ معصوم (٢٨) ثاني شه غلام محمد (٢٩) ولي،
صاحب فيض و کرامت با صفا جي واسطي.

دل اسان جي صاف ڪر، زنگ ظلمت دور ڪر،
شه صفي الله (٣٠) امام الاصفيا جي واسطي.

شاه فضل الله (٣١) جو ٿيو فيض جاري سنڌ ۾،
فضل ڪر يارب اسان تي اوليـاء جي واسطي.

حضرت شه عبد (٣٢) قيوم هو انهن جو جانشين،
صاحب علم و عمل فيض و هُدىٰ جي واسطي.

حضرت شه عبد (٣٣) رحمٰن هو سراج اولياء،
آفتاب معرفت نور الهُدىٰ جي واسطي.

هو اَبُو پير اسان جو مخلصن تي مهربان،
حضرت خواجه حسن (٣٤) جان رهنما جي واسطي.

هي ترن پيرن ولين کي اِلٰـه العالمين،
تنهنجي در تي ميز آندم التجا جي واسطي.

آهيان بيڪار بدڪار ڏاڍو بي عمل،
ڪونه ڪيو ڪو مون عمل خالص خدا جي واسطي.

نفس پرور بي اثر ڪاهل ڪمينو آهيان،
ڏي مون کي توفيق تون حمد و ثنا جي واسطي.

نااميدي کان ڪر اي شاه آغا شاد مون،
فضل مان جو آهي دافع هر بلا جي واسطي.

سڀ مرادون پوريون ڪر دُعائون مُستجاب،
تنهنجي رحمت آهي واسع هر گدا جي واسطي.

اهل ۽ اولاد اسان جو شاد رک آباد رک،
اهل بيت مُصطفیٰ خَيرالوریٰ جي واسطي.

پرم رک يارب اسان جو ننگ ۽ ناموس پڻ،
فاطمه بنت النّبي خَيرالنِسا، جي واسطي.

سڀ مريدن مخلصن کي رک سلامت اي خدا،
غازين بدر و حنين و کربلا جي واسطي.

آفتون سڀ دور کر ۽ گهر سندن معمور کر،
۽ دل سندين مَسرور کر حمد و ثنا جي واسطي.

مشکلات آسان کر ۽ دشمنن کان ڏي پناه،
حرمتِ شيرِخدا مُشکل کُشا جي واسطي.

---

شان شاهي شاه (٣٥) آغا کي شهادت جو مليو،
کيو کرم جنهن تي خدا خيرالوریٰ جي واسطي.

تون غني غفار آهين مي بندو عاجز عليل،
قرب قادر تون کندين نُورالهدیٰ جي واسطي.

حضرت شه غلام علي (٣٦) جو هو سدا صابر ولي،
جنهن کي ٿي حاصل شهادت نُورالعُلیٰ جي واسطي.

کل نبين ۽ ولين جي صحابي اي خدا،
معاف کر منهنجون مدايون مُصطفیٰ جي واسطي.

مهرمنهنجي سائين مولیٰ حافظه تي رحم کر،
عاقبت محمود کر مجدّد مقتدیٰ جي واسطي.

-: مناجات پوري ٿي :-

# هَديہ صلوٰة و سَلام بحضور سيّدُ الأنبياءِ والمُرسلين

صلي الله تعاليٰ عليہ و آلہ وسلم

يا محمد مصطفيٰ توتي صلواتون ۽ سلام
يا حبيب كبريا، توتي صلواتون ۽ سلام

رات ڏينهن شام و سَحر هر وقت ۽ هر هنڌ ۾
متهنجي طرفان هر مهل، توتي صلواتون ۽ سلام

حَق تعاليٰ ۽ فرشتا موكلين ٿا هر زمان
يا رسولِ مجتبيٰ، توتي صلواتون ۽ سلام

حكم آهي مؤمن هردم پڙهن توتي صلوات
دل جي عقيدت سان سدا، توتي صلواتون ۽ سلام

دل جي صداقت سان سدا مؤمن پڙهن ٿا هر زمان
يا شَفيع المذنبين، توتي صلواتون ۽ سلام

صاحبِ لولاكَ سائين مالكِ مختار كُل
رَحمةً للعٰلمين، توتي صلواتون ۽ سلام

ساراهه تنهنجي جابجا واكاڻ كئي ربُ العُليٰ
سارو قرآن آهي گواهه، توتي صلواتون ۽ سلام

اعليٰ ٿيو تنهنجو ذِكر ۽ خاص تنهنجي شان ۾
كولي پڙهون قرآن كي، توتي صلواتون ۽ سلام

تنهنجي شفاعت عام ٿي آهي سڀين اميد هي
بخشجي ويندا سڀئي، توتي صلواتون ۽ سلام

نور تنهنجي مان خدا پيدا كيو سارو جهان
ناهين مِثل تون كنهن بَشر، توتي صلواتون ۽ سلام

دربار ربّ جي ۾ سدا تنهنجو وسيلو ٿا ولون
بي كسن جا پرجهلا، توتي صلواتون ۽ سلام

مؤمن كي ساهه كان ويجهو آهي عربي رسول
فرمان ٿيو مالكِ جهان، توتي صلواتون ۽ سلام

چئني صحابن تي سدا رحمت آهي رَحمان جي
۽ اهل بيتن تي سدا، توتي صلواتون ۽ سلام

هرهك صحابي بي مثل ثاني نه تن جو كو اصل
۽ نيك اُمت تي سدا، توتي صلواتون ۽ سلام

علم توكي سڀ عطا كيا ربّ پنهنجي فضل سان
احسان ٿيو الله جو، توتي صلواتون ۽ سلام

عرض آهي عَبدُ جو مون كي گهرائي مُصطفيٰ
مُلك پنهنجي ۾ سدا، توتي صلواتون ۽ سلام

من جانب: عبده عبدالوحيد سرهندي

## مختصر تعارف

هن ڪتاب جو مصنف فقير محمد اسماعيل لنڱوي نقشبندي رحمة الله عليہ وڏو اهلُ الله ۽ عشقِ رسول ﷺ جي دولت سان مالا مال ۽ چونڊيل شخص هو. فقير صاحب هر وقت ۽ هر لمحو درود شريف جي ورد ۾ مشغول رهندو هو. سندس حياتي جو اولين مقصد زباني توڙي تحريري صورت ۾ صلوٰة سڳوري پڙهڻ جي هدايت ۽ تلقين ڪرڻ هو. جو تہ الله جل جلا لہ جي رضا ۽ محبت حاصل ڪرڻ. سندس محبوب ﷺ جن تي درود ۽ سلام موڪلڻ ۾ پوشيده آهي ۽ جو نہ هجي جو اهو محبوب فعل ايڏو تہ اُتم، اعليٰ ۽ پسنديده آهي. جو پاڻ خالق ڪائنات جل جلا لہ ۽ سندس فرشتا نہ صرف انهيءَ ۾ مشغول رهندا آهن. پر سڀني (يا ايها الذين آمنوا) ايمان وارن ۽ (هدي للمتقين) هدايت يافتن کي حڪم ڏنو وڃي ٿو تہ توهان بہ انهي ڪم ۾ منهنجا شريڪ ڪار رهو. معلوم ٿيو تہ اهو فعل الله جل جلا لہ ۽ سندس ٻانهن جو مشترڪ فعل آهي. سبحان الله. درود شريف ڪيڏي نہ عظمت ۽ فضيلت جي حامل شئي آهي. جو ايمان وارن ۽ هدايت يافتن لاءِ مخصوص ڪئي وئي آهي. پلا نصيب آهن انهن انسانن جا جن کي اها عظيم نعمت پنهنجي پالڻهار طرفان عطا ڪئي وئي آهي. فقير صاحب نهايت عشق و محبت، جاکوڙ ۽ مسلسل تلاش ۽ جستجو کان پوءِ هي ڪتاب برڪات الصلوٰة لکيو. جنهن جي اکر اکر ۾ عشق رسول ﷺ جي خوشبوءِ وسيل ۽ سمايل آهي. منهنجي خيال ۾ درود شريف جو هي، اهڙو ڪامل ۽ مڪمل مجموعو آهي. جو هن جهڙو شايد ٻيو ڪو هجي ۽ هي ڳالھ بہ پنهنجي جاءِ تي درست آهي تہ هن مجموعي کي لکڻ ۾ مرحوم جي رهنمائي خود پاڻ ڪريم ﷺ جن فرمائي آهي. الله جل جلا لہ جي بارگاھِ بي نياز ۾ دُعاگو آهيان تہ مرحوم فقير صاحب کي مقامِ عليين ۾، اسان جي آقا و موليٰ نبي ڪريم ﷺ جو پاڙو نصيب فرمائي ۽ سندس درجات بلند فرمائي. آمين-

خادم الفقراء سيد قمر الزمان شاھ